ڪويتا پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر-135

ڪتاب جو نالو: **ماڊل گرل، محبت ۽ چترڪار**
موضوع: ڪهاڻيون
ليکڪ: © غلام نبي سومرو
ڇاپو: پهريون
سال: 2017ع
ٽائيٽل ڊزائيننگ: نعيم خان ديسوالي
ڪمپوزنگ: روهن مڪواڻو
ڇپائيندڙ: ڪويتا پبليڪيشن، 9- ربي چيمبر،
حيدرچوڪ، حيدرآباد، سنڌ. فون: 2728541
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد، سنڌ
قيمت: 300 روپيا

اسٽاڪسٽ:
**حيدرآباد:** ڪويتا بُڪ شاپ، ذوالفقار بُڪ ڊپو لياقت پنهور بُڪ اسٽال، سنڌيڪا بُڪ هائوس، فڪشن هائوس، سنڌي ادبي بورڊ بُڪ اسٽال، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي بُڪ اسٽال، فرينڊس بُڪ پوائنٽ، ڊفينس پلازه، ڪاشف بُڪ ڊپو حيدرچوڪ، ڪنگ پن بُڪ شاپ- پريس ڪلب
**ڪراچي:** ايس. اي بُوڪ ڪارنر (اردو بازار)، رائل بُڪ هائوس، توڪل اڪيڊمي اردو بازار، ثقافت ڪاتو بُڪ شاپ، ڪاٺياواڙ بُڪ اسٽور، نئون نياپو ڪتاب گهر، سچل ڳوٺ **نوابشاهه:** سليمان برادرز بُڪ اسٽال، مسجد روڊ (03123637001)
**عمرڪوٽ:** العزيز بُڪ ڊيپو ٿر ڪتاب گهر، **ڪپرو:** مهراڻ ڪتاب گهر 0235879713، **ڀٽ شاهه:** شاهه لطيف بوڪ اسٽال، درگاهه ڀٽ شاهه،
**سکر:** عزيز ڪتاب گهر، الفتح نيوز ايجنسي، ماءِ پبليڪيشن بُڪ اسٽال، **شڪارپور:** گل ڪتاب گهر، وسيم ڪتاب گهر
**خيرپورميرس:** تهذيب نيوز ايجنسي، نيشنل بُڪ اسٽال، **ميرپور ماٿيلو:** هائوس آف ناولٽي،
**لاڙڪاڻو:** رابيل ڪتاب گهر **ميهڙ:** ساحر ڪتاب گهر (ڪوندي) 03468948535، **دادو:** ممتاز بُڪ ڊيپو
**سانگهڙ:** المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، **بدين:** مرچو مل بُڪ ڊيپو محمد هاشم بُڪ اسٽال- پريس ڪلب
**مٺي:** ٿر ڪتاب گهر، **سجاول:** سنڌ ڪتاب گهر، **ڏگهڙي:** اڪرام بُڪ ڊپو (03442930628)
**اسلام آباد:** سعيد بُڪ بئنڪ،

**ISBN: 978-969-9329-82-1**

**MODEL GIRL, MOHABAT AEEN CHITERKAR**
**[Stories]**

*By © Ghulam Nabi Soomro*

Edition: First
Year: 2017
Title designed by Kaptan Abro
Printed by: Intel Communications,
Hyderchowk, Hyderabad.
Published by: Kavita Publication, 9-Rabi Chamber,
Court Road, Hyderchowk, Hyderabad-Sindh.
Tel: +92 22-2728541
**www.kavitapublications.com**
email: mlmintel@yahoo.com
Price: Rs. 300-00

# ارپنا

چندن چاندوڪي ۽ روشن صبح جهڙن ليکڪن

**امر جليل، موهن ڪلپنا ۽ مير محمد پيرزادو**

جي نالي

- امر جليل ۽ موهن ڪلپنا جي خوشبو سان مهڪندڙ ۽ روشنيءَ ۾ جرڪندڙ تحريرن مون کي ڪهاڻي لکڻ لاءِ اتساهه ڏنو ۽ رستو ڏيکاريو.
- مير محمد پيرزادو پنهنجي شخصيت ۾ صبح جو اجالو ٻڌجي منهنجي رهنمائي ڪئي ۽ ڪهاڻي لکڻ جي شروعاتي دور ۾ مون تي اعتبار ڪري اعتماد بخشيو.

- غلام نبي سومرو

# سِتاءُ

## • اداري پاران

سنڌي ادب ۾ ڪهاڻيڪارن جو تعداد ګڻجي يا ڪهاڻيون ڳڻجن! وڏن ڪهاڻيڪارن ۾ ڪيترائي نالا اچي وڃن ٿا. انهن جي ئي لسٽ ۾ جيڪڏهن غلام نبي سومري کي رکبو تہ اها ناانصافي نہ ٿيندي. هُن گهٽيون ڪهاڻيون نہ لکيون آهن، پر جيتريون بہ لکيون آهن، اهي پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

ڪهاڻين جي هن مجموعي "ماڊل گرل، محبت ۽ چترڪار" ۾ ڪل 17 ڪهاڻيون شامل آهن، جن مان هر هِڪ جو رنگ پنهنجو آهي ۽ اُنهن مان جنهن بہ ڪهاڻي کي پڙهڻ لاءِ شروع ڪبو تہ توهان پنهنجي نظر ٻئي طرف نہ موڙيندؤ. اها هن ڪتاب ۾ شامل ڪهاڻين جي خوبي آهي، جو اهي پاڻ کان پڙهندڙ کي پري نہ ڪنديون.

غلام نبي سومرو گذريل 5 ڏهاڪن کان لکندو پيو اچي. هن جي لکڻيءَ ۾ پختگي آهي، گِهرائي آهي ۽ سندس ڪهاڻيون اسان جي معاشري جو چِٽو عڪس آهن. اميد تہ هي مجموعو پنهنجي ميٽا ماڻيندو جنهن جي اسان کي اوَس پڪ آهي.

**موهن مدهوش**

18_نومبر، 2017ع
حيدرآباد.

## • مهاڳ

مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ جيڪو نہ اسٽيج تي اچڻ جو شوق فرمائي، نہ پنهنجا تعلقات Revive ڪري، نہ ادبي فنڪشن اٽينڊ ڪري نہ ادبي جهيڳڙن ۾ In هجي نہ ڪنهن ادبي گروپ جو ميمبر هجي. تنهن ڪي چيو وڃي تہ هن ڪهاڻي ڪتاب جو مهاڳ لکي تہ ڪافي ڏکيو ٿو لڳي. بهرحال مون لاءِ ڏاڍي اطمينان جي ڳالهہ هيءَ آهي جو فاضل مصنف نہ رڳو اڄ بہ منهنجو ويجهو دوست آهي بلڪ دوستيءَ جي اها دعويٰ جوانيءَ جي دؤر تائين پهتي هلي ٿي وڃي. گهٽ ۾ گهٽ چاليهہ سال پوئتي تائين. جڏهن اسان ڪجهہ ترقي پسند نوجوانن جو گروپ هڪ ئي وقت زرعي يونيورسٽيءَ ۾ اچي ڪٺو ٿيو ۽ يونيورسٽيءَ جي وسيع پانت پانت جي وڻن سان ڍُڪيل رستن تي گلن جي بارين ۾، باغن بُستانن ۾، هلندو گهمندو سڳنڌ ۽ هوائن پريل ماحول ۾ وڻن مان ڇمون ۽ بير پٽي کائيندو هڪ ٻئي سان بحث مباحث ڪندو ۽ جهيڙيندو رهندو هئو.

اهو دؤر اهڙو هئو جنهن لاءِ 'پبلو نرودا' چيو هو: 'هڪڙو پيرو وري چليءَ کي سندس سپاهي ڏوڪو ڏين ٿا!' 1977ع جڏهن ملڪ جي آسمان تي مارشل لاءَ جي ڪاري ڇٽي ۽ بعد ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي منهن تي ڪارو ماسڪ چاڙهي ڪيس ڦاهي چاڙهي ڇڏيو ويو!

ترقي پسند نظريي اسان جي وچ ۾ دوستي ۽ ڳانڍاپو پيدا ڪيو. سمورن جي دلين ۾ انقلاب آڻڻ جي خواهش تہ اتم هئي، پر اسٽريٽيجي

مختلف. بهرحال گروپ ۾ ڪنا تيل سپ جڻا لڳو تي اڪاردين تي هڪڙو خوبصورت محبت پريو گيت ٻڌي چڪا هُئا!

ان دؤر ۾ راتيون جاڳي ڪتاب پڙهبا هئا ۽ ڏينهن جو يونيورسٽيءَ جي وڏن ويڪرن رستن تي هاسٽل جي ڪمرن کان وٺي عبدالله جي ڪئنٽين تائين (جنهن جو هڪ ڪهاڻيءَ ۾ ذڪر به آهي). ادب، آرٽ فلسفو انقلاب، تحريڪون، سياسي جدوجهد، سياسي هلچل، افغان انقلاب، جوش، ولولو اميدون، آسرا، مايوسيون، اُداسيون ۽ پوءِ Tranquilizers، قل، بي پي ايچ (BPH)، بي پي ايل (BPL) دارون وغيره وغيره.

سوويت يونين، چائنا، ويتنام، پولينڊ، گني بسائو ۽ انهن جا ليڊر، ماسڪو جي برفاني گهٽين ۾ ڦهوي گهرن جو ذڪر، چين جي مائوزي تونگ جي لانگ مارچ جا تذڪرا (جنهن لانگ مارچ کي ساڄي ڌُر جي پاڪستاني سياستدانن مذاق بڻائي ڇڏيو آهي) ۽ سٺ، ستر اسيءَ جا هيرو، ويتنام جو هو چي منه، ايمنسٽي انٽرنيشنل پاران ضمير جو قيدي قرار ڏنل سائوٿ افريڪن ياعمر قيدي نيلسن مانڊيلا، چي گويرا، فيڊرل ڪاسترو مائو لينن، وليد جنبلات، ياسر عرفات، ليليٰ خالد، چليءَ جو شاعر پبلو نرودا، گارشيا لورڪا وغيره وغيره.

بعد ۾ اسٽالن جي ڌيءَ جو 'Twenty letter's to a friend'، علي شريعتيءَ جو 'Oh my brother!'، سوويت پمفليٽن ۾ اتان جي مزدورن جي سخت زندگيءَ جا احوال، سولزي نتسن جون ڪهاڻيون 'Matryona's House'، 'ائنا اخماتووا' جهڙي روسي شاعره ۽ ان جي پٽ کي سوويت رجيم پاران سائيبيريا جون سزائون، ٽراٽسڪيءَ جو ميڪسيڪو سٽيءَ ۾ مارجي وڃڻ، چيڪو سلاويڪيه ۽ افغانستان ۾ سوويت invasion، بورس پاسترناڪ کي نوبل پرائز نه وٺڻ ڏيڻ، جهڙا واقعا ۽ ٻيا سبب، جڏهن مُترڪي سان ٽراٽسڪيءَ جو مٿو ڪچليو ويو ته هن جي چپن تي آخري لفظ هئا:

'I think Stalin has finished the job he started!'

تيستائين اسان 'وي ايس نائپال' جهڙي هندو انتها پسند ليکڪ جي هيءَ لکڻي به نه پڙهي هئي:

'ڪنهن به سياسي نظريي کي مڃڻ جو مطلب متعصب ٿي وڃڻ آهي!'

۽ جي. ايم ڪوئٽزي جو جملو تہ: ’تاريخ پنهنجو آواز گم ڪري ويٺي آهي.‘

’تاريخ مجرمن جي گروهہ جي هٿان يرغمال ٿي ويئي آهي! اهي تاريخ تي تشدد ڪن ٿا!‘

پهرين عالمي جنگ، ٻي عالمي جنگ، ايٽم بم جو استعمال وغيره تاريخ کي مجرمن جي گروهہ جي هٿان يرغمال ڪرڻ هئو ۽ هٽلر جو زمانو ۽ ان کان پوءِ انقلابن جو دؤر ۽ ان دؤران ئي انقلابن ۾ گڏ ماڻهن (انقلاب آٽينڊر پر بعد ۾ مختلف راءِ رکندڙ ماڻهن) کي ڦاهيون، قيد ۽ سندن قتل، دُنيا صدين کان پنهنجو آواز گم ڪري ويٺي آهي ۽ تاريخ مجرمن جي گروهہ هٿان يرغمال ٿي ويئي آهي!

انساني تاريخي تجربي مان معلوم ٿئي ٿو تہ ماڻهوءَ جو ساڙ ۽ تعصب عمل کان وڌيڪ طاقتور ٿئي ٿو. سڄي دنيا تعصبن سان پري پيئي آهي. ماڻهوءَ جي اصل وٿ تعصب ئي رهيو آهي.

هر شيءِ هلي ويندي،
ٻپهري، سورج، زندگي،
بدي، جنهن کي ختم نٿو ڪري سگهجي رهندي!

مٿيون شعر پبلو نرودا جي دوست شاعر البرٽو والديو جو آهي.

’ڪنهن بہ سياسي نظريي کي مڃڻ جو مطلب متعصب ٿي وڃڻ آهي!‘ مان نائپال جو اِهو جملو ٻيهر ورجايان ٿو. بلڪ ان ۾ اضافو ٿو ڪريان تہ ’نہ رڳو سياسي نظرين بلڪ مذهبن پڻ ماڻهوءَ کي ماڻهوءَ کان پري ڪيو آهي.‘

جنرل ضياءَ جو سڄو ڪٺو دؤر اسان ائين ئي گذاريو. ان دؤر ۾ دل جي دنيا جو نقشو ڪجهہ هن طرح هئو تہ چاهيندي بہ اسان تي ڪشميري ويڙهاڪن جيان M.Tv ڏسڻ منع هئو. عشق جي تار درياءَ ۾ ٽپيون هڻڻ غير انقلابي عمل هئو. ڪنهن بہ ڇوڪريءَ سان ويجهو ٿيڻ، اوچا سگريٽ پيئڻ، پرفيوم هڻڻ، مهانگا ڪپڙا پائڻ، فيشن ڪرڻ، فلمون ڏسڻ، ان دؤر جي سياسي ڪارڪن لاءِ ’حرام‘ هو.

گاڏي کاتي ۾ سردار پرنٽنگ پريس تي (جتي ڪجهه وقت لاءِ منهنجي ذميواري هئي تہ ماهوار 'تحريڪ' ۽ 'سنڌي شاگرد' پبليڪيشن لاءِ مواد سليڪٽ ڪريان. ان پريس تي رسول بخش پليجو ۽ مان ڪجهه ڏينهن تائين سنڌس ئي گاڏيءَ ۾ لطيف آباد کان روزانو حيدرآباد ايندا هئاسون) اتي هڪ پيري پناهہ جگر سنڌيءَ مون تي الزامن جون پريون اڇلايون تہ مان اوچا سگريٽ پي رهيو هئس، فيشن وارا ڪپڙا پائي رهيو هئس ۽ شايد عشق بہ ڪري رهيو هئس. ان ڪري انقلاب ڏانهن منهنجو رويو غير ذميواريءَ وارو هئو. گولڊ ليف سگريٽ پيئڻ جا مهڻا شهيد فاضل راهوءَ کي بہ ڏنا ويا. اهي ئي ڏينهن هُئا جڏهن جيجي زرينہ بلوچ ٽنڊو ڄام يونيورسٽيءَ جي هڪ فنڪشن ۾ قومي گيت ڳائڻ آئي تہ سائين جي ايم سيد ۽ رسول بخش پليجي صاحب جا پوئلڳ پاڻ ۾ وڙهي رهيا هئا. جيئي سنڌ جي دوستن مناسب سمجهيو تہ هو 'جيجي' کي گهٽ وڌ ڳالهائين؟! ۽ اسلم پرويز (جيجي زرينہ جي پُٽ) هڪ دوست کان ريوالور ڦري گاريون ڏيندڙ شخص تي تاڻيو.

جيجي زرينہ بلوچ ان جي دوست ڪارڪن عورتن ۽ اسان گڏجي مارشل لا جي خلاف سول هاسپيٽل حيدرآباد مان جلوس ڪڍيو ۽ شيخ اياز جي هن شعر کي ساپيان بخشڻ جي ڪوشش ڪئي تہ:

اڄان رُڄ مان رڙ اچي ٿي، اچي ٿي،
متان ايئن سمجهين، مُئا مور سارا!

اسين سڀ سياست جو ٽينگو ناچ نچي رهيا هئاسين ۽ اسان کي نچائڻ وارا جهمريون هڻي رهيا هئا. ۽ جنهن تخليق جي ديويءَ جو رُخ ڊريسنگ ٽيبل جي آرسيءَ ڏانهن هجڻ کپي ها ۽ اُها پنهنجي جُوڙي ۾ گل ٽانڪي رهي هجي ها، چنبيليءَ جو تيل وجهي چوٽو ٺاهي رهي هجي ها، پنهنجي ويڪري نرڙ تي تِلڪ هڻي رهي هجي ها. پنهنجي چپن تي لپ اِسٽڪ هڻي رهي هجي ها. جي بجاءِ مٽي ۾ ٻڪ مٽيءَ جا وجهي زبردستي غريب آبادين ۾ لهي ويئي. هاڻ شايد ڪنهن کي اعتراض ٿي پوي تہ ڇا غريب آبادين ۾ زندگي ڪانهي؟ تہ ڇئبو تہ برابر آهي بلڪ زندگيءَ جا سمورا اهڃاڻ اتي ئي آهن پر ڇا زندگي ماڪ جا ڦڙا، ڪنوڻ جا ڪجڪا،

مينهن جون ڪٽيون، پوپٽ جا رنگ، گلن جي سڳنڌ، محبوبا جي اک ۾ ان جي ڌڙڪندڙ دل ناهي ڇا؟ زندگي صرف اقتصادي نظريو آهي؟

جڏهن ڪان وٺي انسان ۾ خدا جي وچ ۾ پروهت تنگ اڙائي، مذهبن جون شڪليون بدلجي ويون! ۽ جڏهن ڪان پارٽي لائين ادب ۾ ڪاهي پيئي، تخليق جي اکين تي موتيا بند لهي آيو. گهڻن ليکڪن جون لکڻيون زنگجي ويون.

غلام نبي سومري جون اڪثر ڪهاڻيون خود ڪلامي واري انداز ۾ لکيل ملنديون. هر ڪهاڻيءَ تي راوي پنهنجي شان ۾ مان سان حاوي آهي. تڙپندڙ هسٽيريڪل چمين جيان انهن ۾ ديوانگيءَ جي حد تائين اُها سادگي ۽ سچائي آهي، جيڪا ٽين ايج جي پهرئين پيار ۾ وٺجڻ کان پوءِ جي جذبن ۾ هوندي آهي! انهن ۾ اميد ۽ آسرو انقلاب جي مڪمل ٿيڻ جي چاهنا، پيٽ تي پٽر ٻڌي جيئڻ وارا ڪردار، پيار جي اُساٽ ۾ ورتل دليون ۽ اهو سڀ ڪجهه آهي جيڪو جيئرين جاڳندين ڪهاڻين ۾ هجڻ کپي.

اڄڪلهه Lesbianism جي دنيا جو عام موضوع آهي ۽ صدين کان حويلين جا راز ڪنهن کان به ڳجها ناهن. جنهن تي 'فوٽوگراف' ۽ ڪاروڪاريءَ جي موضوع تي 'اُڌام' بهترين ڪهاڻيون آهن.

انهن پراڻن ڏينهن 'سهڻي' رسالي ۾ 'طارق اشرف'، 'ماڊل گرل، محبت ۽ چترڪار' ڇپي ته ادبي حلقن ۾ هوبيو مچي ويو هو. مون کي ڪهاڻيءَ جي هيروئن جو ڪردار ماڊل گرل جي صورت ۾ ڏاڍو وڻيو هُئو. جينز پاتل الٽرا ماڊرن ڇوڪري (باوجود گهڻا سگريٽ پيئڻ جي ۽ سندس نالو پراڻو هجڻ جي) جيڪا پنهنجي پيار کي ڳولڻ لاءِ رَندن ۾ رُلڻ لاءِ تيار ٿي ويئي، سا ان وقت کان وٺي منهنجي پلڪن ۾ اٽڪي پيئي هئي ۽ اڄ تائين اُها مون اڳيان ڊريسنگ ٽيبل جي آرسيءَ اڳيان بيٺي آهي! تازو وهنجڻ جي ڪري سندس وار پنل آهن ۽ چهرو شيتل ۽ اڄ تائين ڏهاڪا گذري ويا، مان ملندڙ هر ڇوڪريءَ ۾ 'نرگس' جون خصوصيتون (خوبصورتي ۽ ذهانت) ڳوليندو رهيو آهيان'

خوبصورتي ۽ ذهانت ٻئي جڏهن هڪڙي ڇوڪريءَ ۾ گڏجي وڃن يا جڏهن خوبصورتي ۽ ذهانت ملي اوهان کي ہک وجهن، اوهان سان هڪڙي ئي بيڊ تي ليٽي ڳالهائين، ڪلاڪن تائين اوجاڳا ڪن، گهرن، گهٽين، بازارين، فيشن ۽ فلمن بابت، غزلن ۽ گيتن بابت ڊسڪس ڪن، جڏهن ته هو

پاڻ هڪڙو گيت ۽ غزل هونديون آهن تہ اهو سياويڪ هوندو آهي! زندگي ڊائننگ روم ۽ بيڊ روم آهي ۽ باقي ٻيا مامرا انهن ٻن رُومس کي سجائڻ ۽ بهتر بنائڻ لاءِ هوندا آهن.

وي. ايس نائپال جي ڪهاڻي (Suckers) ۾ هُو لکي ٿو: 'مرد. ان مرحلي کان وڌيڪ احمق يا بيوقوف ڪڏهن بہ نہ لڳندو آهي، جڏهن هو ڪنهن عورت يا ڇوڪريءَ کي ڦاسائي رهيو هوندو آهي ۽ عورتون ان ڳالهہ جو خاص طرح مذاق اڏائينديون آهن ۽ وري جي انهن کي ڦاسايو نہ وڃي تہ اهي اشتمال انگيزيءَ جو شڪار ٿي وينديون آهن!'

انڊين فلم 'Tannu Weds Mannu' جي ڪهاڻي بہ اهائي آهي. هر خوبرو عورت چاهيندي آهي تہ هن کي ڦاسايو وڃي ۽ ڦاسائڻ وارا جيترا تعداد ۾ گهڻا، اوترو چڱو! نرگس، پرويز جي شخصيت جي سحر جي ڄار ۾ ميڇيءَ جيان ڦاٿي ۽ ڦٿڪي. عورت هوندي بہ مرد کي ڦاسائڻ لاءِ جهنگ مُنهن ڪري ٿي! اتي ماڊل گرل جو ڪردار سسئي ۽ سهڻيءَ سان ملي ٿو. شاهہ جي سُورمين جيان هوءَ بہ سُورمي آهي، جيڪا پرويز سان بيڊ تي سمهڻ بعد بہ احساس ڪمتريءَ جو شڪار ٿي نيٺ پرويز جي دوست 'عابد' سان شادي ڪري ٿي ڇڏي!

اسان جو هيءُ خوبصورت دل ۽ سجاڻ دماغ وارو ليکڪ 200 صفحن جيترين ڪهاڻيون لکڻ بعد لکڻ کان نابري واري ويٺو يا ادبي ميدان کان چمڙاپوش ٿي هلندو رهيو! ماضيءَ جو مشهور ڪهاڻيڪار ڪجهہ سال پهرين پنهنجي چمڙا پوشي ختم ڪري حيدرآباد جي ادبي سنگت ۾ وڃڻ لڳو تہ اتي موجود نون ليکڪن کيس تنقيدنگار سمجهيو.

نہ لکڻ شايد سندس سهل پسندي هئي؟ بهرحال سنڌي ادب جو ميدان غلام نبي سومري جهڙي سُني ڪهاڻيڪار کان پاءُ صديءَ کان بہ وڌي عرصي لاءِ محروم ٿي ويو. هتي ياد ٿو اچيم تہ غلام نبيءَ ڪهاڻيون لکڻ ڇڏيون تہ مون کي ٽنڊي محمد خان مان خط لکڻ شروع ڪيائين. افسوس اٿم تہ مان غلام نبي سومري ۽ حسن درس جا مون ڏانهن لکيل خط سنڀالي نہ سگهيس!

'جيڪڏهن ٻڏڻ لاءِ ڪا ڪهاڻي ۽ ڏسڻ لاءِ ڪجهہ نہ هجي تہ زندگي بي ڪيف ٿي وڃي ٿي'. اورحان پاموق جي ڪهاڻي (Famous People) جو پهريون جملو آهي. 'اهو ماڻهوءَ جو وجدان آهي جيڪو هن کان آرٽ ۽

ڪرافٽ جا تجربا ڪرائي ٿو.' دنيا ڪي ماڻهوءَ جي وجدان سينگاريو آهي. لکڻ هڪ طرح پنهنجي پاڻ ۽ دنيا ڪي ۽ ماضيءَ کي اٿلائڻ پٿلائڻ ۽ ان جي چنبڊ ڦوڪ ڪرڻ جو عمل پڻ آهي.

لکڻ بند ڪرڻ جو فيصلو شايد هو دهشت جي ميدان ۾ لهڻ جي ڊپ کان ڪري ويئو؟ يا وري هن بيضو ٽوڙڻ نٿي چاهيو؟ گذريل وقت ۾ حالتون ماڻهوءَ کي دهشت زده ڪري رهيون هيون؟ ماڻهوءَ ۾ معاشري مان حِس مزاح ختم ٿي ويئي هئي؟ هتي ميلان ڪنڊيرا اسان جي مدد ڪرڻ لاءِ اچي ٿو:

'جڏهن آمريت اوهان جي ماحول مان کل ۽ خوشيءَ جو عنصر ڪڍي ڇڏي ۽ ماڻهن مان مذاق ڪرڻ جي حِس موڪلائي وڃي تہ اوهان دهشت ۾ مبتلا ٿي وڃو ٿا!'

ماڻهوءَ جي زندگي مان 'کل ڀوڳ' جي ختم ٿيڻ جو مطلب ڪا ننڍي ڳالهہ ناهي. جڏهن ماڻهن، قومن ۽ ملڪن مان کل ڀوڳ يا مزاح جي حِس ختم ٿي وڃي تہ اتي مردان يونيورسٽيءَ جهڙا واقعا ظهور پذير ٿيندا آهن ۽ مشال روشنيون ڦهلائڻ بجاءِ اوندهہ جي نذر ٿي ويندا آهن. پوءِ ان معاشري ۾ عظيم ڪردار جنم وٺڻ جي بجاءِ ڄامڙا پيدا ٿيندا آهن!

هٽلر ۽ مسوليني توڙي اسٽالن جو پيدا ٿيڻ معاشرن، مُلڪن ۽ انساني زندگين مان کل ڀوڳ جو موڪلائي وڃڻ آهي. اهو ان معاشري ۽ مُلڪ جو الميو آهي.

ماڻهو جڏهن پيدا ٿئي ٿو تہ پنهنجين اکين ۾ حيرت جو جهان ڏسي ٿو. رنگ، روشنيون، آسمان، زمين، سمنڊ، درياءَ ۽ دنيا ۾ موجود ٻيا لقاءَ کيس حيرت ۾ مبتلا ڪندا رهن ٿا. فطرت جي جبريت انسان جي پيدا ٿيڻ کان پهرين موجود هئي.

بورخيس (Jorge Luis Borges) چوي ٿو: 'دنيا، فنتاسي، سمجهہ ۾ نہ ايندڙ ۽ پراسرار آهي!' ۽ اها حقيقت آهي تہ دنيا نبين جي دؤرن کان بہ پهرين پُراسرار آهي.

ويهين صديءَ جا پهريان اسي سال دنيا جا اديب 'مارڪس' جي ان مطالبي جي سحر ۾ مبتلا هئا تہ اديب کي پنهنجي لکڻيءَ ۾ سچي معاشري کي شامل ڪرڻ گهرجي! جيڪو مطالبو نہ رڳو منطقي لحاظ کان بلڪ جمالياتي لحاظ کان بہ بيهودو هئو! ننڍي ڪنڊ ۾ بہ سماجي حقيقت پسنديءَ ۽

فطرت پسنديءَ کي اشتراڪي ضمير جو ڍلو چولو يا سوڙهي سُٿڻ پارائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، جنهن نعري ڪجهه وقت لاءِ تہ سڄي نسل کي متاثر ڪيو. پر ادب جي چڙواڳ ۽ پنهنجي مرضيءَ جي چال (رلي ۽ مُن) ۾ هلندڙ گهوڙيءَ ان مطالبي جو رَسو ڇنائڻ ۾ گهڻي دير نہ ڪئي ۽ حقيقت پيهر اجري ۽ چمڪندڙ سِج جيان ظاهر ٿي بيٺي!

هر نظام ۾ ماڻهوءَ کي منافقاڻي زندگي گذارڻ جا موقعا اَوس مُيسر آهن. هر نظام ۾ غلام ۽ آقا رهڻو آهي ۽ اهوئي ماڻهوءَ جو ڀاڳ آهي!

دنيا صدين کان شهنشاهن، پروهتن ۽ سينيٽرن جي هٿ وس رهي آهي ۽ ايندڙ صدين ۾ بہ انهن جي ئي رهندي! نيڪي، بديءِ خير ۽ شر، تعمير ۽ تخريب انساني رويا آهن، جيڪي ازل کان ابد تائين ماڻهوءَ سان گڏ رهندا. دنيا وجود ۾ تڏهن اچي ٿي، جڏهن ماڻهو وجود ۾ اچي ٿو. هر ماڻهوءَ جو قوم ۽ ملڪ جو فريب ۽ دنيا مختلف ٿئي ٿي! اهڙيءَ طرح ’پرويز‘ جو فريب ۽ دنيا ٻي هئي ۽ نرگس جو فريب ۽ دنيا ٻي هئي.

لکڻ جو جوکم کڻڻ سنڌي معاشري ۾ ڏاڍو ڏکيو ڪم (Big job) آهي. توهان پهرين لکو ۽ پوءِ وري اهو ڇپارايو. (هونئن اڪثر عظيم ليکڪن پنهنجا پهريان ڪتاب پاڻ ڇپارايا آهن) سنڌ ۾ اڪثر اديبن جا گروپ ۽ گروهہ شخصي تعلقات جي ڪري ادبي مفادن بجاءِ ذاتي مفادن کي گهڻي اهميت ڏين ٿا. نتيجتاً مارڪيٽ ۾ جيڪو پٿرن کي رنگ هڻي وڏا هوڪا ڏئي ٿو ان جا پٿر بہ وڪامن ٿا. ۽ جنهن وٽ آبدار موتي آهن ۽ هڙوتڙيءَ ۾ ٻڏي ڪنڊ وٺيو ويٺو آهي، ان جا موتي بہ نٿا وڪامن!

هن مجموعي جون تقريباً سڀ ڪهاڻيون سماجي اڻ برابريءِ سماجي تعصب، ذات پات جي ويڇي، جوانيءَ جي اجهل جذبن، طبقاتي پيد ـ پاءُ جي موضوعن تي لکيل آهن جيڪا ڳالهہ غلام نبي سومري کي ترقي پسند ليکڪ جي صف ۾ بيهاري ٿي، جيڪو پنجاهہ سال پهرين جو وڏي ۾ وڏو نعرو هئو. دنيا هاڻ پاليوشن، سوشل سيڪيورٽي، ٽرانسجينڊرس ۽ مڪس اڪانومي جي Assignment تي ڊوڙي رهي آهي ـ پر ايشيا ۽ افريقا سمجهي ٿي تہ دنيا کي اڃان بہ مارڪسزم ۽ سوشلزم جي ضرورت آهي.

ڪهاڻي ’نصيب‘ بہ ٽي سال پهرين لکي ويئي آهي ـ جيڪا ليکڪ جي زندگيءَ جي عميق عملي تجربي حاصل ڪرڻ بعد لکي ويئي آهي،

جنهن ۾ ماڻهوءَ جي ياڳ ـ اياڳ جو ذڪر آهي. زندگي دراصل ائين ئي ٿئي ٿي! (Life is like that) ڪڏهن ڪڏهن محسوس ٿيندو آهي تہ اُها سڦل نہ پر اَسڦل آهي! زندگي راجندر سنگهہ بيديءَ جي 'اپني دک مجهي دي دو' آهي. منٽو جي ٽوبہ ٽيڪ سنگهہ جو چرين جو آڪاڙو آهي. ڊورس ليزنگ جي 'No witch craft for sale' ۽ 'Through the Tunnel' جيان هڪڙو بي مقصد عمل آهي؟ اورحان پاموڪ جي 'Distant Relations' کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي! اسانجا شهر ۽ ڳهٽيون اڄ بہ ساڳيون آهن. وقت ڏاڍي بي رُخيءَ سان گذري ويو. اسين اها ساڳي زندگي جِي رهيا آهيون جيڪا سٺ، ستر ۽ اَسي جي ڏهاڪن ۾ هئي. اسانجا شهر ۽ ڳهٽيون اڄ بہ ساڳيون آهن. اسانجا مسئلا ساڳيا آهن. بلڪ وڌي وڻ ٿيا آهن. انسانيت جا بنيادي خوف ۽ خوشيون ساڳيون آهن. انسان جي اجتماعي تذليل ۽ بي توقيري اڄ بہ ساڳي آهي. انسان جو استحصال اڄ بہ ساڳيو آهي. انسان جا طبعي (Emotions) ڏک ۽ خوشيون اڄ بہ ساڳيا آهن. انسان جون بنيادي گهرجون، کاڌو ۽ جنس (Food & Sex) ساڳيون آهن. انسانيت ازلي ابدي دک جي چنگل ۾ ڦاٿل آهي. ۽ ان سڄي بي وسيءَ واري صورتحال کي مذهب کان سواءِ هاڻ ڪيرہ سپورٽ نٿو ڪري!؟ سچ ايرڻ جو تصور جيڪو انساني استحصال جي خلاف جدوجهد جي ڍال بڻيل هئو جنهن دنيا ۾ پيڙجندڙ طبقن کي آئيندي ۾ اميد ٿي ڏياري: 'سچ ڪٿي نہ ڪٿي چمڪيو ٿي!' (ڪهاڻي صليبن ڏانهن سفر) سو تصور هاڻ ڏنڌلو بڻجي ويو آهي. پر ان سان دنيا ۾ ان جي گردش تي ڪو فرق نٿو پوي.

عدم اطمينان اها واحد خوبي آهي جيڪا ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي آرٽسٽ ۾ تبديل ڪري ٿي. غلام نبي سومري جي هر ڪهاڻيءَ ۾ اهو جذبو ۽ عدم اطمينان جي جهلڪ موجود آهي. ان ڪري تسليم ڪرڻو پوندو تہ غلام نبي سومرو حقيقي آرٽسٽ آهي جيڪو پنهنجي هر ڪهاڻيءَ ۾ اهڙو تاثر ڏيڻ ۾ يقيناً ڪامياب ويو آهي.

اڪبر سومرو

سومر 29ـ مئي، 2017ع
گوادر

## • دل جي ڳالهه

نيٺ پنهنجي طرفان پاڻ تي يا ڪتاب تي لکڻ جو وقت اچي پهتو آهي. ڪتاب تي لکجي يا پاڻ تي لکجي. ڪٿان بہ شروع ڪجي ڳالهہ پنهنجي بہ ٿيندي ۽ ڪهاڻي جي بہ.

پراچين زمانن کان قصہ گوئي جي هڪ تاريخ رهي آهي. قصا ٻڌائڻ ۽ ٻڌڻ ۾ ماڻهوءَ کي گهڻي دلچسپي پئي رهي آهي. قديم جڳ کان وٺي مختلف دؤرن ۽ سماجن ۾ قصي ۽ ڳالهہ جي هڪ نمايان اهميت پئي رهي آهي. مون کي لڳندو آهي تہ انساني ارتقا ۾ مختلف سماجن جي بهتري ڏانهن سفر ۾ ٻين عوامل سان گڏ ڪهاڻي جو ڪردار بنيادي رهيو هوندو. تخيل جي بلند پروازي ۽ حيرت ـ ڪهاڻي ۽ قصي جو اهم جُزو ۽ جوهر هجي ٿي. انهيءَ تخيل جي پرواز ماڻهوءَ کي نوَن علمن ۽ سائنس ڏانهن وک کڻائي هوندي، ناممڪن کي ممڪن بڻائڻ جي امنگ کي اشارو ڪيو هوندو. ڪيترن نون مظهرن ۽ لقائن جا بند در کوليا هوندا ۽ ماڻهوءَ جي مختلف زمانن ۾ عقل ۽ دانش جي نين منزلن لاءِ جدوجهد کي مهميز ڏني هوندي ۽ انهن کي تخيل ۽ حقيقت جي گڏيل مسرت سان همڪنار ڪيو هوندو.

اڄ جي ڪهاڻي انهن ڳالهين ۽ قصن جي بلڪل بدليل صورت آهي ۽ انهيءَ جا موضوع پنهنجي گهرائي ۽ تنوع ۾ اڄ جي گوناگون زندگيءَ جو اهڙو ئُز بيان آهن، جڻ ماڻهو آرسيءَ جي سامهون هجي.

فن ۽ تخيل سان همسفر جرئتِ اظهار ڪهاڻيڪار جي سڀ کان اهم ملڪيت هجي ٿي.

انهيءَ جي تحريري خوبصورتي ۽ تخيل جي معنيٰ خيزي جيڪڏهن پڙهندڙ وٽ قبول پوي ٿي تہ پوءِ ڪهاڻيءَ جو نقش ڪارگر آهي.

تڏهن اها ڪهاڻي دراصل اهڙو اظهار آهي جيڪا ماڻهو / ڪردار جا تهہ کولي ٿي. ۽ انهيءَ جي وجود جي اندر تائين رسائي جي معجزي کي ظاهر ڪري ٿي ۽ پڙهندڙ کي انهيءَ تخليقي عمل جي مسرت ۾ شريڪ ڪري ٿي.

دراصل ڪهاڻي آهي ئي ماڻهو ۽ سماجي حالتن ۾ حيرتن جو جيڪو جهان، انهيءَ کي ڳولڻ ۽ قلمبند ڪرڻ جي هڪ فني ۽ ادبي ڪوشش، جيڪا تخيل ۽ حقيقت کي پنهنجي پوري شدت سان جڻ آئيني جي سامهون اچي بيهاري ٿي. تخيل ۽ ڪهاڻيءَ جي اٽٽ جي فن کي ايتري طاقت هجي ٿي. اها ڪهاڻيءَ جي مقبوليت آهي جو هتي پاڻ وٽ پنهنجي ادب ۾ گهڻي قدر ڪهاڻي ئي لکي وئي آهي.

جڏهن گذريل صديءَ جي 70 واري ڏهاڪي جي وچ ڌاري لکڻ شروع ڪيو تڏهن ٻين ٻولين مان ڪهاڻين جو ترجمو ڪرڻ سان شروعات ڪئي، جيڪي "مارووڙا" رسالي ۾ ڇپيون.

تڏهن منهنجو ميلان، ڪهاڻي ۾ جيڪو طلسم آهي، انهيءَ طرف هو. جيتوڻيڪ آءُ مختلف ٻولين جي ڪهاڻين سان گڏ شاعري ۽ ناول بہ پڙهي رهيو هوس ۽ اڄ بہ پڙهي رهيو آهيان. منهنجي تحرير ۽ تخيل ۾ ڪهاڻيءَ جي صنف اهم انهيءَ ڪري بہ هئي جو اهو ماڊيم مون کي راس اچي ويو هو. ڪهاڻي لکڻ جو هنر مون ڪنهن حد تائين ڄاڻي ورتو ۽ 70 ڏهاڪي جي پڇاڙڪن سالن ۾ جڏهن ڪهاڻين لکڻ ۽ ڇپجڻ جو دور شروع ٿيو تڏهن منهنجا شروعاتي ايڊيٽر تمام اهم شخص هئا. ماهوار 'سهڻي' ۽ 'تخليق' جو ايڊيٽر محترم طارق اشرف صاحب، ماهوار 'نئون نياپو' جو ايڊيٽر سائين نثار حسيني صاحب، انهيءَ زماني جي لکيل ڪهاڻين پڙهندڙ وٽ گهڻي مقبوليت ماڻي.

پنهنجي طبيعت جي رجحان سبب مون جيتوڻيڪ گهٽ لکيو آهي. اهو لکڻ، خيال، تخيل ۽ تخليق جو جهان ڪيترو بهتر آهي، انهيءَ جو فيصلو هن ڪتاب جي صورت ۾ پڙهندڙ تي ڇڏجي ٿو.

مهرباني:

انهن سيني دوستن جي جن ڪتاب جي ڇپجڻ لاءِ دلچسپي ڏيکاري ۽ گهڻي مهرباني محترم بشير احمد هيسباڻي صاحب جي جنهن چاليهہ کن سالن تي ڦهليل ٽڙيل پکڙيل مواد کي مختلف رسالن مان ڳولي هٿيڪو ڪري ڏنو. تڏهن ئي هن ڪتاب جي اشاعت ممڪن ٿي سگهي.

سدائين گڏ

غلام نبي سومرو

حيدرآباد

9-جولاءِ 2017ع

# فوٽو گراف

I Love Photos...

Because the best thing about them is that:

They never change, even when the people in them change.

- *Anonymous*

انڊس هوٽل حيدرآباد جي لان ۾ جڏهن اها نومبر جي پڇاڙڪين راتين مان هڪ رات هئي ۽ ٿڌي هوا هلي رهي هئي، خنڪيءَ جي هلڪي لهر جي اثر ۾ اچي، انهيءَ خوبصورت عورت پنهنجون ٻانهون سيني سان ويڙهي ڇڏيون. شاديءَ جي چهل پهل هئي. آوازن ۽ ٽهڪڙن جي مٿان ڇانئجي هلي هئي شرنائيءَ جي ڪوڪ. سريلي آواز ۾ ڄڻ ڪي لڳو تہ سندس من جهومي رهيو آهي. ڄڻ ڏٺو تہ سندس وجود کي ڇهي هوا بہ ائين لهرائي رهي هئي. هوا کي هلڻ ۾ پنهنجي موسيقي هئي، هوا ڄڻ پازيب پائي ڇڏيا هئا ۽ ناز سان هلي رهي هئي.

هن لان ۾ پکڙيل ڄاڄين ۽ دعوتين کي ڏٺو. خوش لباس عورتون خوب ڇهڪي رهيون هيون ۽ مرد انهن کي ڏسي سرگوشيون ڪري رهيا هئا. هن نظر ڦيرائي اسٽيج تي ويٺل گهوٽ ۽ ڪنوار کي ڏٺو هلندي لان مان ٿيندي، هوٽل جي داخلي دروازي تي ايندي، جيئن ٻاهر نهار ڪئي تہ هن سلوچنا کي ڏٺو. رات جيڪا دلڪش هئي وڌيڪ دلڪش ٿي پئي. رات جي هن پئي پهر ۾ هوا ڄڻ ديواني ٿي هن جا وار اُڏائي رهي هئي ۽ هن جي چهري تي خوشيءَ جون حرارتون هيون ۽ حيا جو رنگ هو. سلوچنا کي هن ٻارهن سالن کان پوءِ ڏٺو هو. هوءَ جيڪا ميڊيڪل ڪاليج ۾ سندس هم ڪلاس ۽ هاسٽل ۾ روم ميٽ رهي آهي. سلوچنا ايتري خوش ۽ شانت لڳي رهي آهي. ڇا هن کي نرواڻ ملي ويو آهي؟ ڏِٺو قد، بنفشي اکيون، هن جا چپ هميشه جيان اُپريل،

رسيلا. پنڪ شلوار قميص ۾ هوءَ خوبصورت لڳي رهي هئي. هن جا مخروطي هٿ ۽ ڪرايون جن ۾ سونا ڪنگڻ پيل هئا. هن جي ڀانهن جا سرمئي ڏوٺرا، جن ۾ ساوڙ ڀانهن ۾ سرخ سڳو ٻڌل هو. ڳلي ۾ پيل چانديءَ جو ڪراس هن جي سيني تي اڇي ٻيهي رهيو هو. انهيءَ ڪرستان ڊاڪٽر کي ڏسي هن کي لڳو تہ ڄڻ سلوچنا هن ۾ دم عيسيٰ ڦوڪي ڇڏيو هجي. هن جي زبان خشڪ ٿيڻ لڳي. هن کي هاسٽل جون راتيون ياد اچڻ لڳيون. پڙهائيءَ جي محنت ۽ محبت جون اربيلايون هن هڪ لحظي ۾ ماضي و حال کي ڏٺو پنهنجو پاڻ کي سنڀاليو ۽ سلوچنا ڏانهن مڙي.

"يار تون سلوچنا ـ ڊاڪٽر صاحب."

سلوچنا نظر ورائي هن ڏانهن ڏٺو. ائين ڏٺو ڄڻ رات جي هن پهر ۾ هن جو چهرو صبح جيان طلوع ٿيو هجي ۽ هن ٽڏيري رات ۾ ڪي حرارتون هيون، جي رت ۾ ڊوڙي هليون.

زرينہ سوچيو 'هيءَ ڪهڙو اتفاق آهي جو سلوچنا منهنجي سامهون ويٺي آهي. گذري ويل وقت جا ٻارنهن سال هن تي ائين گذري ويا جيئن هوا لهرائي هلي وڃي.'

سلوچنا ڏٺو تہ پنجٽيهن کن سالن جي زرينہ اڃا بہ خوبصورت لڳي رهي هئي. بلو رنگ جي وڳي ۾ جڏهن هن جي چپن تي لپ اسٽڪ جا گهرو شيڊ هو. اکين ۾ شوخي هئي. هن جي جسم و جان تي وقت ڄڻ گهٽ اثر ڇڏيو هو. هن کي ياڪر ۾ پرڻ کان اڳ هن جي دل چاهيو تہ هوءَ هن جي چيلهہ ۾ ٻانهن ورائي، ٻارنهن سال پويان هلي وڃي ۽ ميڊيڪل جي اسٽوڊنٽس هاسٽل جي انهي ڪمري ڏانهن هلي وڃي، جوانيءَ جي انهيءَ محبت ۽ جسمانيت کي هڪ نئون جنم ڏي، سلوچنا اڳيان وڌي.

"زرينہ ـ تون."

"جي."

"ڪٿي گُم ٿي وئين."

"ڏنڌ ۾."

"اڃا تائين"

"هاڻ نہ"

"ڇو؟"
"تنهنجي ڇهري جي صبح سڀ ڏنڏ في الحال تہ هٽائي ڇڏيا آهن."
"ائين وري ڪيئن"
"سلوچنا ـ ڊيئر رفاقت، جڏهن عادت ٿي وڃي ۽ متبادل بہ نہ هجي تہ پوءِ رفاقت گهرجي يا انهي ياد جو سهارو."
"اڄا اڪيلي آهين؟" سلوچنا شوخ ٿي چيو.
"يادون گڏ آهن ۽ جيون جي ڪهاڻي بہ سلوچنا اڄ بهرحال تون آهين تہ رات خوبصورت ٿي پئي آهي. اڄ تہ شاديءَ جي هُل ۾ گُم ٿيون ۽ اندس جي هال ۾ ڪو بيو فنڪشن بہ آهي. ڪجهہ وندرون، تون ملي وئي آهين تہ Tranquility جهڙي آرامده صورت ۾ آهيان."
"دنيا ۾ هڪ شخص اهڙو ڪير هجي ٿو منظر بدلجيو وڃن ۽ انهن جا مظهر سڪون بخش ٿيو پون. زندگي هاڻ دلچسپ ٿي پئي آهي. وجود جي اندر جيڪو دلفريبن جو هڪ سلسلو آهي. هوا ۽ فضا، ستارا ۽ آسمان، وڻ ۽ گل، مرد ۽ عورتون سڀ منهنجي نظر جي سحر ۾ اچي ويا آهن. اهو سحر مون کي Fascinate ڪري رهيو آهي...! انهيءَ سموري Tranquility جو سبب سلوچنا تون آهين."
سلوچنا شوخ ٿيندي چيو. "تو ۾ زرينہ ڪي گهڻ سحر آهن حسن ۽ جسم جون جادوگريون اهو سک ۽ مزو آءُ پاڻ ڳوليندي وتان. ڊاڪٽر شهناز جي مهرباني جو دير سان پئي شادي ڪري. اڄ پاڻ سندس شاديءَ جي تقريب جي ڪري ئي تہ مليون آهيون." سلوچنا پنهنجو مک مٿي ڪري زرينہ جي ڪن تائين آندو ۽ سرگوشي ڪئي، "هن ٿڌيري رات ۾ تو ۾ يا مون ۾ اهڙي ڪهڙي حرارت آهي جو آءُ زرينہ اندران ئي اندران سڄي پُسي آلي ٿي پئي آهيان."
- زرينہ جو چهرو حيا ۽ خواهش جي شدت ۾ ڳاڙهو ٿي ويو.
هوا ڄڻ پازيب پائي ڇڏيا هئا، اها خنڪ هوا ۽ شرنائي جو آواز ڄڻ زرينہ جي سيني ۾ هڪ سل کي گهڙي رهيو هو هن جي جسم ۾ خواهش جي مايا ڄڻ هڪ حرارت کي داخل ڪري رهي هئي. جڏهن رات پنهنجي ٻي پهر ۾ گذري رهي هئي، هن ڊاڪٽر سلوچنا جو هٿ پڪڙيو ۽ شاديءَ جي ميڙ

۾ ماڻهن سان هوءَ هاڻ گهڻو کِلي ڳالهائي رهي هئي. اهي ٻئي ماڻهن سان ملنديون، ڪنوار ۽ گهوٽ کي مبارڪون ڏينديون، شاديءَ جا طعام چکينديون، ٻُک چڻ ختم ٿي وئي هئي. اُج جاڳي پئي هئي پر هيءَ موقعو ۽ مهل نہ هئي زرينہ تڏو ساهہ پريو. هلندي اُهي انڊس جي هال ڏانهن آيون جتي لڳو ٿي ڪو فنڪشن هلي رهيو هو. شاگرد ۽ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون انهن جا عزيز مائٽ، استاد. چڱي چهل پهل هئي. علم ۽ دانائي، روشنيون، رنگ ۽ خوشبوئون، زندگيءَ جون رنگينيون، هال جي در جي اندران بيهي هن ڏٺو سمورو هال شاگردن سان پريل هو.

سلوچنا ڪنهن ڇوڪريءَ کان پُڇيو تہ انهيءَ سڀاجهائي سان ٻڌايو "اج سنڌ يونيورسٽيءَ جي فارميسي ڊپارٽمينٽ جي آخري سال جي شاگردن جي الوداعي پارٽي آهي. تقريرون ٿينديون. موسيقي هوندي، ٽيبلوز ۽ ڪئين نقل نذير ٿيندا.

ٿورو رُڪي هن چيو "اسين ٿورن ڏينهن ۾ ڄامشورو ڇڏي ويندا سين" سلوچنا کي لڳو تہ هوءَ برابر تير ڪاڏل ڇوڪري هئي. انهن استيج ڏانهن ڏٺو. فرشي مجلس هئي.[1] ڊاڪٽر محمود مغل ويٺو آرام سان مسڪرائي ڪنهن شاگرد جي تقرير ٻڌي رهيو هو- "محمود مغل ويٺو آهي. پاڻ کان گهڻو سينيئر هوندو جڏهن پاڻ ميڊيڪل پڙهي رهيون هيونسين." زرينہ چيو.

الوداعي پارٽي عروج تي هئي. هيڏانهن شاديءَ جي رسمن جي پڄاڻي ٿي رهي هئي، انهن ڪنوار ڊاڪٽر شهناز کان موڪلايو ۽ انڊس مان ٻاهر نڪري آيون. ٿڏي سڙڪ تي رات وڏيڪ خنڪ هئي. هوا وڻن مان لهرائي، جهومي هيٺ لٿي ٿي. سنڌن جسمن مان گرمي ۽ خوشبو ڪٽي، سنڌن پيير ڇُهندي، اڳيان هلي ٿي وئي. اجوڪي رات سلوچنا کي گهڻي وڻندڙ لڳي رهي هئي. خوشبختي آهي جو زرينہ جو ساٿ هو. اڪيلائي هئي، سنڌس انجنيئر مڙس گهر ڪونہ هو. هن جي پوسٽنگ نواب شاهہ ۾ آهي. هو ضرور سنڌس ڪاتي جي ڪنهن ريسٽ هائوس ۾ آرامي هوندو، جتي اڪثر هوندو

---

1. ڊاڪٽر محمود مغل سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر، ڪهاڻيڪار ۽ اديب.

آهي، پر اڄ زرينہ آهي سريلي رات آهي، هن جو شاهي گهر رات اڄا ڪافي آهي، صبح موڪل جو ڏينهن۔ هنن وٽ ڪرڻ لاءِ گهڻا قصا ۽ قربتون آهن...

"زرينہ اڄوڪي رات تون منهنجي مهمان رهي سگهين ٿي۔ جيڪڏهن توکي ڪو مسئلو نہ ٿئي تہ"

"چو نہ۔ پئيان ڪير آهي، نہ گهر نہ گهاٽ، نہ ساٿي، نہ سنگي بس آهي تہ اڪيلائي آهي."

"آئون جو آهيان" سلوچنا هن جي اکين ۾ نهاريو گهري گهُور سان ڪجهہ درد مان ڪجهہ شرارت مان. سلوچنا ڪار ٿڌي سڙڪ تان آٿو پان روڊ ڏانهن موڙي چڙڻي گهر جي در تي هن هارن ڏنو. ملازم در کوليو. زرينہ ڪار مان لهي پيئي. سلوچنا ڪار پارڪ ڪري موٽي آئي. ٻيئي باغيچي جي روش مان ٿيندين گهر اندر داخل ٿيون.

باغيچي ۾ انب ۽ املتاس جا ڪجهہ وڻ هئا ۽ گلاب جون ٻاريون هيون، گلن جون وليون هيون جن سامهون ديوار کي ڍڪي چڙهيو هو ۽ هڪ ڪنڊ ۾ ڪئڪٽس جي گهڻن ئي قسمن جا ٻوٽا هئا.

۔ هن جي اندر ۾ بہ هڪ باغ آهي، جنهن جي هڪ ڪنڊ ۾ ڪئڪٽس جو خراشون آهن ۽ گلن جي نرماهٽ بہ آهي۔ ڇا خبر؟" زرينہ سوچيو.

سلوچنا هن کي ڊرائينگ روم ۾ ويهاريو ۽ ڪيس گهري گهور سان ڏسندي رهي، ڪمرو خوب روشن هو. انهيءَ جون دريون باغيچي جي طرف کليل هيون. جتان ٿڌي ۽ معطر هوا اچي رهي هئي. هن ملازم کي چانهہ آڻڻ لاءِ چيو. جڏهن چانهہ آئي تہ سلوچنا ملازم کي چيو تہ هاڻ پل پنهنجي ڪوارٽر ۾ وڃي آرام ڪري زرينہ صوفا تي ٽيڪ ڏيئي، پنهنجو پاڻ کي ڍرو ڇڏيو ۽ چانهہ پيئندي سلوچنا جي سانوري مک تي هڪ نازڪ نگاهہ وڌي پنجٽيهہ کن سال جي سلوچنا جوان ۽ خوبصورت لڳي رهي هئي.

"زرينہ" سلوچنا ڳالهايو "پاڻ ٻارنهن سال پوءِ مليا آهيون. وقت تنهن جو ڪجهہ بہ نہ بگاڙي سگهيو آهي. مون کي تون اهائي زرينہ لڳي رهي آهين، جيڪا هاسٽل ۾ منهنجي روم ميٽ هئي. سهڻي ۽ ذهين. ميڊيڪل ۾ ڪورس پڙهڻ تہ ضروري هو جيڪو پاڻ خوب پڙهيونسين ۽ هميشه ٽاپ

ٽين اسٽوڊنٽس ۾ رهيوسين. ڊاڪٽر ٽيڻ کان پوءِ منهنجي شادي پنهنجي سوٽ جارج سان ٿي، جنهن کي تون سُڃاڻين ٿي. جارج پڻ مون وانگي ڪئٿولڪ عيسائي آهي. اسان جي شادي سکر ۾ گرجا گهر ۾ ٿي. جارج هاڻ پاڻي کاتي ۾ انجنيئر آهي. جارج جي ٽرانسفر ڪڏهن هن شهر ۾ ته ڪڏهن هن شهر ۾ جنهن سبب مون پرئڪٽس به نه ڪئي. سال کن ٿيو جو حيدرآباد ۾ مستقل رهائش آهي. اولاد آهي ئي ڪونه" هن جي اکين ۾ آلاڻ تري آئي. "زندگيءَ جو سڀ سک آهي تون ياد ايندين آهين تنهن جي رفاقت ۾ ماڻيل جسمانيت ۽ اهي هاسٽل جون راتيون. جڏهن اسين هڪ کٽ تي سمهنديون هيونسين. کٽ ڇا هئي ستارن جي سيج هئي ۽ اسان جون جوانيون. انهيءَ جون حرارتون. هٿن ۽ چپن جا ڇهاءَ جيڪي اسان کي آسمانن تي وٺي هلندا هئا. جتي چوراسي چنڊ اسان جي بدن کي منور ڪري ڇڏيندا هئا - انهن بي شمار راتين جي ياد ۽ انهيءَ جو سرور مون کان وسري نه وسريو آهي ۽ نه مليو آهي. جڏهن ته منهنجي شادي ٿيل آهي ۽ هڪ مرد مون سان گڏ آهي. پنهنجي قربت، ڇهاءَ ۽ حرارت سان گڏ پر اها رفاقت ۽ نسواني ڇهاءُ وسري نه ٿا وِسرن."

هن وري هڪ پر اشتياق نظر زرينه تي وڌي، جا هن جي اکين تان لهندي، چپن تان ٿيندي هن جي اُڀريل سيني تي اچي بيهي رهي- نظر جيڪا هتي بيهي رهي- بيٺي رهي.

زرينه چانهه جي سپ پري، هن سلوچنا جي ڳالهه به ٻڌي پئي ۽ هن ملاقات جي حسن اتفاق تي حيران به هئي. هن سلوچنا جي شخصيت کي ڏٺو پئي، هن جي شاندار گهر ۾ رات جي ٽئين پهر، هو آرام سان چانهه پيئندي سوچي رهي هئي ته حياتيءَ ۾ ماڻهوءَ کي گهڻو ڪجهه ملي ٿو ته به ائين ڇو آهي جو ڪمي رهجيو وڃي. جسماني سُک، اولاد جو سُک، سلوچنا ۽ زرينه ٻيئي روم ميٽ ۽ ڊاڪٽر- ٻيئي محروم. ٻارنهن سالن کان پوءِ هي اوچتي ملاقات. اسين جيڪڏهن هڪ ٻئي جي ڏُکن جو انت نه ٿا ٿي سگهون ته به انهن جو ڪٿارسس ته ڪري سگهون ٿا.

چانهه ختم ڪري زرينه اُٿي ۽ آرسيءَ جي سامهون اچي ويٺي. هن برش کڻي پنهنجي تراشيل وارن کي سنواريو. سلوچنا اُٿي هن سان گڏ اچي بيٺي

۽ پنهنجي ٻانهن هن جي چيلهه ۾ ورائي چڏي ۽ چيو "زرينه تون اڄا تائين پُرڪشش آهين."

هو ٻيئي واپس وريون ۽ صوفا تي اچي ويٺيون. يڪايڪ زرينه جي حياتيءَ جا مهه سال پويان هليا ويا "سلوچنا ياد آهي" هن ڳالهه ڪرڻ شروع ڪئي "ياد آهي ڪاليج ۾ ميڊيڪل جو آخري سال هو تڏهن سخت پڙهائي ۽ هڪ ٻئي جي جسماني قربت ۾ گم هئاسين. امتحان ۾ پاس ٿيڻ اهڙو يقين پنهنجي ذهانت ۽ محنت تي هو. ڪاليج ڇڏڻ جا ڏينهن ويجها هئا. هاسٽل جون قربتون ۽ جسماني ويجهائيون ختم ٿينديون، تنهن جو ڏک هو. ڊاڪٽر ٿيڻ جي حاصلات ۽ ڪاميابي جي خوشي ۽ ڌار ٿيڻ جو ڏک. انهيءَ ۾ اوچتو منهنجو پنهنجي ڪلاس فيلو حبيب جي عشق ۾ مبتلا ٿيڻ حبيب پهرين سال کان منهنجي جي ويجهو ٿيڻ جي ڪوشش ۾ هو. هن کي ڪهڙي خبر ته آئون نسواني جمسن جي چار ۾ قاتل هئس. توکي ته سلوچنا Exit Gate هميشه کان ميسر هو. سؤتاٽي سوٽ ماٽتي جو گارينٽيڊ رستو. تڏهن فائينل ايئر واري ڊسمبر مهيني جي هڪ ڏينهن آئون هائوس جاب ڪري، هاسٽل اچڻ لاءِ جيئن ئي اسپتال مان ٻاهر نڪتس ته در تي حبيب بيٺو هو. هن منهنجو هٿ جهلي ورتو ۽ چيو "جيڪو تنهنجو هٿ پڪڙي سگهي ٿو اهو انهيءَ کي حياتيءَ جي انت تائين پڪڙي رکڻ جو ارادو به رکي ٿو." انهن ڏينهن جڏهن آئون اڪيلو ٿيڻ جي خوف ۾ ورتل هئس ۽ مون کي اهڙي هٿ جي ضرورت هئي. حبيب انهيءَ مهل مون کي ڏاڍو سهڻو ۽ بهادر لڳو ۽ دل چاهيو ته ڪڙيون اُپيون ڪري، انهيءَ قدآور شخص جا چَپ چُمي وٺان- مون پاڻ کي انهيءَ پهل کان روڪيو پر پنهنجو هٿ هن جي هٿ ۾ رهڻ ڏنو. عشق سلوچنا مون کي گهيري ويو. تنهنجي منهنجي رفاقت جي وچ ۾ هڪ نئون مظهر اچي ويو هو. هائوس جاب، امتحان، اسپتال، هاسٽل، اوجاڳا ۽ مرداڻو ڇهاءُ آئون بادلن ۾ ويڙهجي ويس ۽ اُڏامي رهي هئس- توکان به لڳي ٿو هڪ نئين احساس ۽ نشي ۾ مخمور ٿي دُور ٿيندي ويس- آئون ذهين ته هئس پر حساس وڌيڪ هئس. هائوس جاب ختم ٿيو. تون سکر هلي وئين اڄ وري مليا آهيون. يار زنده صحبت باقي. پر اهي ٻارنهن سال ۽

يادون ۽ انهن ۾ ويڙهيل غم ۽ الم. اچا ڪافي رات پئي آهي. آئون پنهنجي قصي جي داستان گو ٿيندس. پر چانهه جو هڪ ڪپ ملي وڃي."

"برابر زرينہ" سلوچنا چيو "نہ رڳو تون ذهين هئين پر سٺي مقرر پڻ هئين تن ڏينهن تنهنجون تقريرون جن ۾ سياسي ماحول ۾ گهٽ جي خلاف احتجاج هو. تنهن جون سماج واد ۽ قوم پرستيءَ جي نظرين تي ڪچهريون. تنهنجي ادب ۽ سياست تي استدي ۽ تنهن جو فوٽوگرافيءَ جو هنر خوب هو."

اوچتو سلوچنا ماضيءَ ۾ ٽپي هنئي. "زرينہ تنهن جو فوٽو گرافيءَ جو هنر ياد ٿو اچيم. تنهن جي ڇڪيل فوٽوئن جا ڪيترائي البم اچا تائين مون وٽ محفوظ آهن. تنهنجي فوٽوگرافي ڇڱو ٿيو جو Pornography ۾ نہ بدلي. جوانيءَ جي بي پرواهيءَ ۾ پنهنجو هڪڙو Nude فوٽو سيشن مون بہ چاهيو ٿي پر تو انڪار ڪري ڇڏيو. اڄ سوچيان ٿي تہ تو ٺيڪ ڪيو. آئون پنهنجا اُهي Nudes ڪٿي سنڀاليان ها."

سلوچنا ڳالهہ بدلائي ۽ چيو "تنهنجي اها دانائي، جنهن جو سچو ڪاليج مداح هو۔ تو ۾ ڪٿان آئي؟"

"سياست ۽ نظرئي ۾ منهنجي دلچسپي سلوچنا شايد خانداني پس منظر جي ڪري هئي. ڏاڏو پڙهيل، خلافت تحريڪ جو ڪارڪن هو. عثماني خلاف کي بچائڻ جي لاءِ چندا ڪٺا ڪندو وتندو هو. ترڪيءَ ۾ خلافت تہ ڪونہ بچي پر چندي جون رسيدون اڃا بہ اباڻي گهر جي ڪنهن فائيل ۾ پيل هونديون. جيتوڻيڪ هن سادي انسان کي منزل جي خبر ڪونہ هئي ۽ حڪمت عمليءَ جي غلط هجڻ جو احساس بہ ڪونہ هو تہ بہ ڏاڏي جدوجهد ۽ تعليم سان اسان کي جاڳرتا ڏني۔ بابا کي ۽ اسان پونئيرن کي جو اسان نَون نظرين سان ٺهڪي سگهياسين ۽ سماج جي سائنس کان ڪجهہ قدر واقف ٿياسين."

"تنهن جو زرينہ محبت جو آرٽ اچا بہ اُتم هو تنهن جي محبت ۾ گهڻي نرماهٽ ۽ شاعري هئي، آئون پنج ئي سال تنهنجي خوبصورت، نرماهٽ ۽ شاعريءَ جي جيڪا ندي هئي، انهيءَ ۾ تڙڳندي رهيس. پڻ مون بہ نہ ٿي چاهيو ۽ ڪنارن جي ڪنهن کي پرواهہ هئي. اهي پنج ئي سال تنهن

جي رفاقت، دانائي، جسمانيت ۽ انهيءَ جو اظهار مون کان ڪڏهن وسريا ئي نہ هئا. جو اڄ وري تون ملي آهين. پارنهن سالن کان پوءِ خوش نصيبي تہ اڄ آئون اڪيلي آهيان، تون بہ گهر بہ ۽ شبستان بہ" هن شوخيءَ سان چيو ۽ چانهہ ناهڻ هلي وئي.

زرينہ اُٿي وري آرسيءَ جي سامهون اچي بيٺي، هن سنواريل وارن کي وري سنواريو. آئيني ۾ نظر ايندڙ عڪس ڇڻ هن جوان عورت کي اک هڻئي هوءَ لچاري واپس صوفا تي اچي ويٺي- سلوچنا چانهہ ۽ ڪيڪ کڻي آئي.

رات پنهنجي پوئين پهر ۾ گذري رهي هئي. ٻاهر ٿڌي هوا پئي گهلي. دريءَ جي کليل تاڪن مان ٻاهر انب جي شاخن ۽ پنن ۾ هوا جو هلڪو ارتعاش هو. گلابن جي خوشبو هوا سان ملي انهن کي سرهو ڪري ڇڏيو. يڪايڪ هن کي لڳو تہ سلوچنا جو وجود گلاب جي ٻوٽي ۾ بدلجي ويو آهي ۽ مهڪي رهيو آهي.

"سلوچنا" هن چانهہ پيئندي چيو "انسان جي سوچ ۽ نظر ۾ ڪيڏو نہ فريب ٿئي ٿو. هينئر هن لحظي تنهنجو وجود، منهنجي نظر ۾ گلاب جي ٻوٽي ۾ بدلجي ويو آهي. انهيءَ ۾ ساواڻ، سُرخي ۽ خوشبوءِ مهڪي اُٿيون آهن."

"زرينہ- سچ پُڇين تہ آئون هن پل نہ رڳو مهڪي رهي آهيان، پر ڏُکي بہ رهي آهيان ۽ ڪيڏي مهل ٻري بہ پوندس- اهو تنهنجي اختيار ۾ آهي."

"سلوچنا- تومان اڃا تائين ياريون نہ ويون."

"زرينہ- تون بہ الائي ڪيئن پنهنجو جسم ۽ انهيءَ جون سڀ دلفريبيون بچائي وئي آهين اڃا رات پئي آهي. تون قصو ڪڻ، جتان ڇڏيو اٿئي. اي منهنجي پياري تنهنجو ڳالهائڻ منو آهي ۽ تنهنجي تڪلم کي ندين جي رواني آهي."

"ها سلوچنا تون سکر هلي وئين، پرئڪٽس بہ نہ ڪيئي شادي ڪري ڇڏيئي ائين منهنجي زندگيءَ جي منظر مان گُم ٿي وئين. انهيءَ دوران جيئن مون توکي اڳ ٻڌايو هو. منهنجي زندگيءَ جي منظر ۾ حبيب سڀ کان اهم جڳهہ والاري ويو هو. آئون بري طرح هن جي عشق ۾ مبتلا ٿي وئي هئس. انهيءَ وچ ۾ ڪميشن جا امتحان ٿيا، حبيب ٺٽي مڪلي واري سول اسپتال ۾ ميڊيڪل آفيسر ۽ آئون ڪوٽڙيءَ ۾ وومين ميڊيڪل آفيسر مقرر ٿيس. اهو

سڀ معمول مطابق هو. پڙهڻ ۾ ميڊيڪل آفيسر ٽيڙ سلوچنا جيئن ته تنهنجو منهنجو تعلق غير معمولي هو پر آئون هاڻ هڪ مرد جي محبت ۾ گرفتار ٿي ويس مون سان اهو ٿيو جو آئون محبوب مان ڦري عاشق ٿي پيس- جڏهن عورت ائين ڪري ٿي، عشق جا سڀا ڳچيءَ ۾ پائي ٿي ته پوءِ رٽن ۾ رليو وڃي."

ٽورو رُڪجي هن وري ڳالهائڻ شروع ڪيو. "انهن ڇهن سالن ۾ ڇهن مهينن جي عرصي جي وچ ۾ جڏهن آئون عشق ۾ بيخود هئس وقت ۾ نصيب جي گهري ڪاهي هئي. جنهن ۾ مفاد ۾ انتخاب جا اجگر ڦڪاري رهيا هئا. وقت جيڪو هميشه سنو ٿو هجي. شايد نصيب سنو نه هويا انتخاب غلط هو. دل جي فيصلن جو حشر ڇا هميشه ساڳيو ٿئي ٿو- شايد ائين به نه هجي. پر سلوچنا مون سان ته حشر ٿي ويو هن جي اکين ۾ آلاڻ تري آئي، سلوچنا اڳيان وڌي هن جا لُڙڪ اُگهيا ۾ اکيون چُميون. ڪيس هن معصوم عورت جا سندس دوست ۾ رفيق رهي آهي- ترس آيو.

"زندگي ائين گذري رهي هئي، حبيب ۾ آئون هڪ ٻئي جي عشق ۾ فنا ٿي رهيا هئاسين يا شايد آئون اڪيلي محبت جي ماريل هئس. آهستي آهستي وقت رڙهندو رهيو. آئون عشق ۾ اکيون وڄايل، هن لاءِ بهترين ڪپڙن، کاڌن ۾ خوشبوئن جو انتظام ڪندي رهيس. انهيءَ کان بي خبر ته حبيب پنهنجي انتخاب جو حق ڪٿي ٻئي هنڌ استعمال ڪري رهيو آهي. هن جون ملاقاتون، خط ۾ فون گهٽبا ويا. منهنجا درد ۾ ٻڏل خط ۾ فون وڌندا ويا. منهنجي معصوميت هن جي مهارت هٿان شڪست کائي ويئي، حبيب منهنجي پيار کي سمجهي نه سگهيو يا آئون نصيب جو ٽيڙ کائڻ لاءِ تيار هئس.

2001ع جي انهيءَ بهار جي رُت ۾ جڏهن آچر ڏينهن ڪراچيءَ ۾ سِي ويو وٽان سمنڊ جي ڪناري تي گهمي رهيا هئاسين. مون پيرن مان جُتيون لاهي ڇڏيون هيون. هڪ آسيس سان حبيب جو ساٿ هو. گهميل سامونڊي هوا منهنجي ڪپڙن ۾ وارن کي اُڏائي رهي هئي ۾ منهنجي روح ۾ اهڙو پريم گيت رچي رهي هئي، جيڪو مون کي سمنڊ جي لهرن جي گيت سان هم آواز ڪري رهيو هو.

"سلوچنا- مون سان ڪاري قيام ٿي وئي، جڏهن تاج ڪمپليڪس وٽ حيدرآباد اينڊڙ بس تي چڙهيندي، موڪلائڻي مهل حبيب چيو "آئون پنهنجي هن رفاقت مان جيڪا تڏهن شروع ٿي هئي جڏهن مون تنهنجو هٿ جهليو هو- ٿڪجي چڪو آهيان. هي انتظار هي ميلاپ، هي خط هي فون، هاڻ زرينه مون کي نٿا وڻن. اهو سمورو سلسلو انت ٿيڻ گهرجي."

بس ۾ داخل ٿيندي آلين اکين سان مون پڇيو "سڀ ڪجهه ختم- سچو تعلق- ائين اوچتو؟"

"بلڪل- هميشه لاءِ" حبيب ورائيو.

"سلوچنا آئون الائي ڪيئن حيدرآباد پهتس ۽ پوءِ ڪوٺڙي، محبت دل جي دنيا کي ڊاهي ڇڏيو. انهيءَ راند جو خاتمو ٿيو جيڪا حبيب پاڻ شروع ڪئي هئي. محبت رڳو ڏڍ يا دلاسو هئي يا مرڳو ئي تاش جي پتن جو محل هو. الائي ڪٿان وچوڙي جي تيز هوا لڳي. انهيءَ ۾ سڀ ڪجهه اُڏامي هليو ويو. ماڻهوءَ جي نصيب ۾ محبت ايتري ناپائيدار ڇو آهي- يا صرف منهنجي نصيب ۾ ائين هو."

"ڪيترائي ڏينهن آئون گهر مان ٻاهر نه نڪتس. گذري ويل وقت کي ياد ڪندي رهيس. حبيب پنج سال منهنجو تعاقب ڪيو اهي پنج سال جڏهن پاڻ هڪ ٻئي جي قربت جي نشي ۾ گُم، ڏاڍيون شانت هيوسين. پنجين سال همت ڪري منهنجو هٿ پڪڙي ورتائين. مون ڪهڙي اُميد ۾ پنهنجو هٿ هن جي هٿ ۾ رهڻ ڏنو. شروع ۾ حبيب گهڻو سرشار هو. خط فون ۽ ملاقات جا بهانا ڳوليندو وتندو هو. شاديءَ کان پوءِ آئيندي جا پلان اسان محبت ۽ يقين سان جوڙيندا رهياسين. الائي ڪڏهن ائين ٿيو جو هو محبوب بنجي ويو ۽ آئون عاشق. شايد بربادي جو آغاز اُتان ٿيو- هن جا نخرا ۽ بي نيازيون وڌنديون ويون. عشق مون کي نماڻو ۽ ضرورتمند بنائي ڇڏيو."

تاج ڪمپليڪس وٽان موڪلائڻ کان پوءِ حبيب ڪو به رابطو نه ڪيو ۽ منهنجي عاشقي ۽ مشتاقيءَ مون کي جيئڻ نه ٿي ڏنو. منهنجو روح ڪٿي زخميو هوندو. منهنجي دل منهنجي وَس ۾ نه هئي. آئون بيمار ٿي پيس. عشق جي روڳ مون کي ڪٿي جو نه ڇڏيو هو. بي پناهه اڪيلائي ۽ اُداسي هئي،

جيڪا مون کي گهيري چڪي هئي. تنهن ڏينهن منهنجي وڏي پيڻ جيڪا منهنجي افعالن جي ڪري مون سان ناراض هئي، پر منهنجي لاءِ ڏکي پڻ هئي. مون کي خط لکيو جنهن ۾ هيٺين سِٽ پڻ هئي:

Diseases of Soul are more dangerous and more numerous than those of the body. (Cicero)

مسرو جي انهيءَ ڳالهه جو مطلب جيتوڻيڪ گهڻ طرفو هو پر ٿيو ائين جو مون انهيءَ تناظر ۾ پنهنجي روح ۽ دل جي روڳ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي. ڊاڪٽر هجڻ به منهنجي ڪم آيو ڇهه مهينا لڳا مون کي پاڻ سنڀالڻ ۾. يادن جي ڪري، جن ۾ منهنجي محبت جي تجربي جي تلخي ڳري وئي هئي. زندگيءَ جو وهنوار جاري رکڻ منهنجي لاءِ مشڪل ٿي پيو هو. جڏهن ته روح تائين زخمي ٿيڻ هڪ حقيقت هئي. رستو ڪوبه نه هو جو بيقراريءَ کي قرار اچي. هريا ڦٽ سُڪن. سلوچنا وقت مدد ڪئي. آئون پنهنجي روزاني نيم تي موٽي ويس، هڪ ميڊيڪل آفيسر جي مصروفيت طرف- ته به دل ۾ محبت جو تير ڪتل ئي رهيو.

سلوچنا ڪاڏيءَ تي هٿ رکي، هن جو داستان دل ٻڌندي رهي. درد ڇڻ زرينه جي آواز سان مليل هن جي رت ۾ ڊوڙڻ لڳو ۽ هوءَ گهٽوا پاٽڪي تي پئي.

7 سيپٽمبر 2001ع جي ٽپهريءَ جو دل جي هٿان مجبور ٿي ڇهن مهينن جي جدائيءَ کان پوءِ من جي چوڻ تي آئون نٽي هلي آيس، شام ٿي رهي هئي پوپاڙيءَ جا پاڇا ڊگها ٿيندا ويا. دل ۾ ڪو ارمان هو. ڪٽي اميد جا ترورا جهلملائي رهيا هئا.

سلوچنا جيئن William Shakespeare جو ڊراما Hamlet هن سِٽ سان شروع ٿئي ٿو. .To be or not to be, that is the question_ ها_ يا نه؟ ڪجهه سنو ٿيڻ جي اميد هئي، ٽٽل سلسلو جُڙڻ جي آس هئي. ماٺهو ئي ماٺهو جي اميد ٿئي ٿو. وڏي غم ۽ اندوهه کان پوءِ دل ڇو سوچي رهي هئي ته ڇهن سالن جي رفاقت جي اڳيان ڇهن مهينن جي جُدائيءَ جي ڪهڙي اهميت آهي. سوال هئا ۽ محبت ۾ يقين جو آئون نٽي جو سفر ڪري رهي هئس. انهن ڇهن مهينن ۾ مون صرف پاڻ کي روڪيو پر خط لکيا جن ڪوبه جواب نه مليو. فون ڪيا پر صرف هڪ فون اٽينڊ ٿيو.

"حبيب هي تون ڇا ڪري رهيو آهين نہ خط نہ پٽ نہ فون نہ ملاقات."

"آئون تنهنجي جذبي کي سمجهان ٿو پر مون وٽ تنهنجي سوالن جو جواب ڪونهي."

"اهو ڇا هو حبيب اڄ کان ڇهہ سال ڇهہ مهينا اڳ تنهنجو منهنجو هٿ پڪڙڻ ۽ هٿ جهلي توکي ياد آهي تو ڇا چيو هو؟"

"ها۔ مون کي ياد آهي."

"پوءِ هي ڇا آهي ايترو وقت تو ڇو مون کي فريب ۾ رکيو؟"

"فريب وڏو لفظ آهي۔ مون کي پوري ڇڏيندو."

"توکي سڀ وِسري ويو حبيب پيار ۽ زندگيءَ ۾ اڳتي انت تائين هليو هلڻ جا واعدا، محبت ڇا هر ڪنهن سان ائين ڪندي آهي؟ وقت ۽ نصيب جي شطرنج ۾ تون بہ هارائي رهيو آهين ۽ مان بہ جڏهن تہ اسين بازي کٽي بہ سگهياسين ٿي، پر تون راند اڌ ۾ ڇڏي هليو وئين، اهو تہ راند جي اصولن جي بہ خلاف آهي ۽ محبت ۾ اڪيلو ڇڏڻ اها تہ سراسر بي واجبي آهي."

"زرينہ تنهنجي محبت منهنجي دل ۾ جيئري رهندي پر مون کي پنهنجي انتخاب جو حق ڏي، آئون زندگيءَ ۾ ڪجهہ ڪرڻ چاهيان ٿو.. وڏو نالو ۽ گهڻا پئسا ڪمائڻ ٿو چاهيان."

"محبت۔ شهرت ۽ ملڪيت جي وچ ۾ ڇا رڪاوٽ آهي؟"

"تنهنجي محبت زرينہ منهنجي شخصي اوچائين ڏانهن اُڏام کي ڪمزور ڪري رهي آهي. آئون محبت کان ڪمزور ٿي وڃڻ کان خوف ۾ آهيان." اهو چئي هن فون بند ڪري ڇڏيو. مون چاهيو سلوچنا تہ آئون وکري وڃان يا مري پوان. مون کي اهو سوال پريشان ڪندو رهيو تہ آئون ڇو هن جي ڪمزوريءَ جو سبب هئس، مون ڪڏهن هن جا پر ڪتريا هئا، ڪمزور تہ هن مون کي ڪيو هو. آئون پنهنجو پاڻ ۾ ٽُٽي رهي هئس، فطرت وٽ، دنيا وٽ، انصاف ڪٿي آهي، ثابت ٿيو تہ محبت جي دنيا ۾ تہ اهو بلڪل ڪونهي."

"آئون ڏک جو شڪار روح تائين زخمي عورت هئس. اسپتال ۾ ڪوارٽر ۾ ڪڏهن ڳوٺ وڃي امان سان پيءُ سان ملي اچڻ کان سواءِ زندگيءَ ۾ ڪا چرپر ڪونہ هئي."

"ائين زندگي گذري رهي هئي، سلوچنا، درد ۽ ڏک کان وڌيڪ مون کي ذلت جو احساس ماري رهيو هو. مون ڇو پنهنجو هٿ هن جي هٿ ۾ رهڻ ڏنو جيڪو آخرڪار هو ڇڏائي هليو ويو."

"7 سيپٽمبر 2001ع. تنهن ڏينهن آئون دل جي هٿان مجبور ٿي نٿي هلي آيس. اسپتال جي گاڏي ۾ ڊرائيور ساڻ ڪٽي هڪ سوال- ها- يا نہ ۾ ڪجهہ التجائون مون سان گڏ هيون. انسان جي هيءَ جيڪا ڪجهہ ٿي پئي واري خواهش آهي. انهيءَ خواهش کي مقابل ڪري، حبيب کي هڪ دفعو سامهون ڏسڻ جي چاهت ۾ سندس ڪيترائي فوٽو ڇڪڻ جي خواهش، هڪ سوال- ها- يا نہ؟ انهيءَ جو جواب معلوم ڪرڻ جو جتن ڪٽي جڏهن مڪليءَ تي جُنرَيل اسپتال ۾ حبيب جي گهر جي دروازي تي آيس تہ ڪلف لڳل هو. سوچيم شايد اسپتال ڊيوٽي تي هوندو اوڏي مهل مڪلي اسپتال جو ڊريسر ملڪ انور جيڪو هن سان گڏ رهندو هو. انهيءَ اچي سلام ڪيو. مون ابهرو ٿي پُڇيومانس، "حبيب ڪٿي آهي؟"

"ڊاڪٽر حبيب صاحب" هن ورائيو "ڪئنيڊا هليو ويو. هت ڊاڪٽر افروز هوندي هئي نہ- تہ اهي ٻيئي شايد هتي سيٽل ٿي ويا آهن."

"ڪڏهن؟"

"ٻہ مهينا ٿيندا."

"ملڪ انور جي انهن لفظن کي ٻڌڻ کان پوءِ مون کي لڳو تہ حبيب مون کي لوڙهي تي اڇلايو ڇڏيو هجي. پنهنجي خسيس هجڻ جو احساس دل و دماغ تي ڇانئجي هليو. مون کي لڳو تہ منهنجو وجود روح تائين رهڙجي ويو آهي. منهنجون اکيون سڙڻ لڳيون آهن."

"ٿوري ئي دير گذري هوندي، مڪلي سول اسپتال جي انهيءَ گهر جي سامهون پر مون کي لڳو تہ گهڻو وقت گذري ويو آهي. منهنجي تہ ڄڻ زندگي گذري وئي- هتي بيٺي بيٺي."

"سلوچنا محبت جي واعدن تي اسين عورتون ايترو ڪمزور ڇو ٿي وڃو ٿيون. ڪوئي اکين سان اٽيل لفظن جو ڄار اڇلي، اسين ان ۾ ڦاسي ٿيون پئون. مرد جي خوبصورتي، انهي ۾ ڇا آهي؟ جيڪا عورت کي ڪمزور ڪريو ڇڏي، شروع جوانيءَ ۾ پاڻ بنهيءَ جي بچاءُ انهيءَ ڪري بہ ٿي سگهيو

جو توکي ۽ مون کي جسماني اظهار جو گس هو نہ تہ پنهنجي حساسيت ۽ عشق بازي پاڻ کي الائي ڪٿي ڇڏي ها."

۽ انهيءَ شام جڏهن آئون پيار جي بازي هارائي چُڪي هئس. ڪوٽڙيءَ ورڻ کان اڳ ڪينجهر جي ڪنڌيءَ تي اچي ويٺس، سج لهڻ وارو هو. هلڪي هوا لڳي رهي هئي نيڻ نهار تائين ڪينجهر جو پاڻي لهرون لهرون ٿي ويو هو. شام جي سرمئي انڌيرو ٿيڻ کان اڳ سج جون رتل راسون ڳاڙهاڻ مائل سونهري ٿي رهيون هيون. ٿوري دير ۾ رات ايندي ۽ انهيءَ کان پوءِ ڪئين راتيون اينديون، مون کي لڳو تہ صبح جو اچڻ منهنجي زندگيءَ ۾ تمام ٿيو. هاڻ هڪ ڏکهي ڪاري رات جو ٿهر سڄي حياتي برپا رهندو. هڪ ڏڪاريل عورت ۽ بي پناهہ رات جي شروعات ٿي چڪي هئي. ڪينجهر جون ڪنڌيون هاڻ سير ڪرڻ وارن کان خالي ۽ خاموش ٿي رهيون هيون. گُهمڻ، ڦرڻ، کائڻ، پيئڻ، کِلڻ ۽ ڳالهائڻ جي هڪ ڏينهن جي پُڄاڻي ٿي رهي هئي. هڪ درد جو آغاز منهنجي روح ۾ هاڻ شروع ٿيو هو تنهن جو خاتمو ڪٿي ٿيندو خبر نہ هئي. آئون موٽيس هڪ ڪمزور ۽ هارايل عورت. سج پنهنجي رنگ ۾ رتول ٿي هاڻ اُفق ۾ ٽہي هٽڻ وارو هو. آئون گاڏيءَ ۾ اچي ويٺس. ڊرائيور گاڏي استارٽ ڪري هلائڻ شروع ئي ڪئي هئي تہ سانجهي ۽ رات، روشني ۽ اوندهہ جي وچ ۾ هڪ ڪتو هلندو آيو ۽ گاڏيءَ جي سامهون اچي بيهي رهيو. پوري رنگ ۽ وچولي جسامت جي انهيءَ ڪتي جون اکيون مون کي لڳو تہ انڌيون آهن."

"مون جهٽ هٽي گاڏيءَ جي پوئين سيٽ تي پيل ڪئميرا کڻي- ڪتي کي فوڪس ڪيو. فليش جو چمڪاٽ ٿيو ۽ هڪ فوٽو گراف ڪئميرا ۾ محفوظ ٿيو. گهڻن فوٽو ڇڪڻ جي خواهش جي برعڪس، هڪ ئي تصوير ڇڪيم. هڪ ڪتي جي تصوير، جنهن جون اکيون انڌيون هيون."

"رات چوڏاري ڇانئجي رهي هئي، گاڏي ڪوٽڙي طرف هلي رهي هئي. مون مان تاڻ نڪري ويو. مون پنهنجو پاڻ کي سنڀاليو ۽ يڪايڪ پُرسڪون ٿي وئي هئس. جڏهن تہ درد هو پر پنهنجي معنيٰ وڃائي رهيو هو."

سلوچنا ڳل تي هٿ رکي هن خوبصورت عورت کي ڏسي رهي هئي.

"پوءِ سلوچنا انهيءَ رات کان پوءِ آئون پُرسڪون ۽ خود اعتماد ٿيندي ويس. منهنجي دل جي دنيا بدلجي چڪي هئي. هڪ ڪتي جو فوٽو گراف جنهن جون اکيون انڌيون هيون. انلارج ڪرائي مون گهر جي ورانڊي جي ٻاهرين در مٿان ديوار تي فريم ڪري ٽنگي ڇڏيو هو. گهر مان ٻاهر نڪرندي منهنجي نظر انهيءَ تصوير تي ضرور پوندي هئي. منهنجي اندر ۾ حبيب جي تصوير مدّم ٿي ميسارجي رهي هئي ۽ ديوار تي لڳل فوٽو وڌيڪ اجرو ٿي رهيو هو."

"منهنجي ذهن ۾ هڪ ڪتي جي تصوير جنهن جون اکيون انڌيون هيون جي کهڙي معنيٰ هئي تون شايد ئي سمجهي سگهين! خبر ناهي ڇو اهو فوٽو گراف منهنجي دل جي ويرانيءَ کي تيزيءَ سان گهٽائي رهيو هو."

"مڪلي نٽي ۾ گذاريل انهيءَ ڏينهن جڏهن دل جي دنيا ويرانين جي ور چڙهي هئي. انهيءَ وچ ۾ ٽي ڏينهن گذريا ته يارهين سيپٽمبر 2001ع تي نيويارڪ آمريڪا ۾ ورلڊ ٽريڊ سينٽر تي حملو ٿيو. 9/11 تي دنيا جي دل ويران ٿي وئي ۽ 9/7 تي منهنجي دل ٻه ڏک ڪاڏو هو. 9/11 کان پوءِ جيئن دنيا تبديل ٿي پئي هئي. اڳتي هلي انهيءَ جي نقشي تي جنگين ۽ امن جو نئون سلسلو شروع ٿيڻ وارو هو. ائين منهنجي حيات ٻه تبديل ٿي پئي. مون پاڻ ۾ پنهنجي اندر ۾ محبت جي وڻ کي سڪندي ٽُٽندي ڏٺو هو. هتي هڪ ٻيو وڻ انهيءَ جي جڙن مان ڦٽو. خاموشي، سادگي ۽ سنياس جو وڻ. دنيا جو درد ۽ پنهنجو درد هاڻ ملي هڪ ٿي ويا. مون پنهنجو پاڻ کي اسپتال، فري ميڊيڪل ڪئمپس، ڪوٺڙي جي غريب وستين ۾ وڃي مفت علاج ڪرڻ جي نيڪي ۾ گُم ڪري ڇڏيو. دنيا جو نرواڻ ڪيئن ٿئي پر مون پنهنجو نرواڻ ڳولي ورتو هو طب جي پيشي ۾. دنيا پنهنجو نرواڻ ڪٿي ڳوليندي- دنيا پاڻ ڄاڻي. آئون پُرسڪون ٿي رهي هئس. رات جو گهڻو ڪري منهنجو وقت ڪمپيوٽر آڏو انٽرنيٽ تي گذرندو هو آئون علم ۽ حسن کي ڳوليندي گهڻو خوش هئس."

"ائين آئون پُرسڪون ٿي رهي هئس پر اڪيلي هئس. اڄ رات جو ٻيو پهر هو جو تون ملئين. آئون جيڪا سڄو وقت سرد ٿي رهي هئس. هاڻ منهنجي رت ۾ جوش آهي ۽ اکين ۾ اُمنگ آهي. جيڪو سلوچنا توکي ڏسي

پيدا ٿيو آهي. اڄ منهنجي سنياس جو انت ٿيو آهي ۽ جسم جي پنر نرواڻ جو آرنڀ هاڻ ٿيندو.“

رات جو پوين پهر هو. سلوچنا چانهه کڻي آئي ۽ سگريٽ. انهن ٻنهي پنهنجا سگريٽ دُکايا. ڪمري ۾ تماڪ ۽ چانهه جي خوشبوءِ ڦهلجي وئي. سگريٽ ڇڪيندي، چانهه پيئندي اهي ٻيئي عورتون لاڳيتو ڳالهائي ڪِلي رهيون هيون. ماضي ڪٽي دفن ٿي ويو هو. حال حسب حال هو. سلوچنا اُٿي ڊرائينگ روم جو باغيچي جي طرف کلندڙ در کوليو. اهي ٻاهر در جي چائنٽ جي سيڙهين تي پير پساري ويهي رهيون. سامهون گلاب جي ٻارين تي ڪڙيل گلن تي ماڪ ڦڙا چمڪي رهيا هئا. انب ۽ املتاس جا وڻ خاموش بيٺا ٻن عورتن کي ڏسي رهيا هئا. آسمان ۾ پوئين پهر جا ستارا جرڪي رهيا هئا. هوريان هوريان رات کسڪي رهي هئي. فجر جي مدّم روشني، وڻن، گلن ۽ انهيءَ جي چهرن تي پکڙجي رهي هئي ۽ رات پنهنجا ڪارا ڪجل نيڻ آهستي آهستي ٻوٽي رهي هئي. سلوچنا باغيچي ۾ لهي گلاب جي ٻوٽن مان گل پٽيا ۽ ويجهو اچي هڪ زرينہ جي وارن ۾ ٽانڪيو ۽ باقي سندس جهوليءَ ۾ وجهي ڇڏيا.

زرينہ خوشيءَ مان چيو ”ڏاڍي دلڪش تنهن جي ادا آهي. تنهن جي جسم جا گلاب ڇڻ هاڻ ڪڙيا آهن. جن ۾ تازگي، خوشبوءِ ۽ نرماهٽ آهي.“

”۽ دلبر تون يونئري وانگي انهن جو واس وٺندي رهي آهين- زرينہ گهڻي زماني کان پوءِ پاڻ مليا آهيون- وقت تنهن جي مهرباني.“ هن کليو.

- اهي ٻئي اُٿيون ۽ خواب گاهہ ۾ هليو آيون. سلوچنا زرينہ کي چيو ”سُمهڻ کان اڳ تون لباس چينج ڪندئين؟“

”نہ آئون ائين ئي ٺيڪ آهيان.“

”چڱو آئون چينج ڪري ٿي اچان.“

زرينہ ڪجهہ کوئجي ويٺي رهي. جڏهن هن نيڻ مٿي کنيا تہ ڏٺو سلوچنا شب خوابي جي لباس ۾ هن جي سامهون بيٺي هئي.

”زارينا!“ سلوچنا چيو ”اڄ رات تون مون کي انقلاب کان اڳ کنهن روسي حڪمران زار جي زارينہ لڳي رهي آهين.“

”۽ تون هن شب خواني جي لباس ۾ راسپوٽين لڳي رهي آهين ۽ تنهنجو گهر مون کي سينٽ پيٽرزبرگ جي محل وانگي خوبصورت لڳي رهيو آهي۔ انهيءَ محل ۾ مون ساڻ هاڻ ڇا ٿيندو۔ هوءَ شوخيءَ سان کلي ۽ سوچيو ’سلوچنا هاڻ هينئر بہ اپسرا لڳي رهي آهي هوءَ سچي سونهن آهي. هن جو چهرو هٽ ڪرايون، آڱريون، هن جو سانورو جسم ۽ گولائيون سڀ جاذبِ نظر آهن.‘

سلوچنا ڦري هن جي پٺيان اچي بيٺي پنهنجون ٻانهون هن جي ڳچيءَ ۾ ويڙهي ڇڏيون. هوءَ ٻانهن جو گهيرو آهستگيءَ سان کولي اُٿي، هڪ شوخ نظر سلوچنا تي وڌي ۽ پنهنجو هٿ وڌائي هن جي ڪُلهي تي رکيو. سلوچنا ٽيوب لائيٽس کي اجهائي ڇڏيو ۽ زرينہ کي ٻانهن کان جهلي پنهنجي بيڊ ڏانهن ڇڪيو. اهي ٻئي عورتون جڏهن پلنگ تي ليٽيل هيون. زرينہ ٻانهون ۽ چپ هن تي ورائڻ کان اڳ موڊ لائيٽس آن ڪري ڇڏيون.

۽ خواب گاهہ جي ٻاهر سج جا پهريان ڪِرڻا انب ۽ املتاس جي وڻن مان ٿيندا هيٺ لهي ورهائجي ڪجهہ گلابن جي ڇهري تي ڪجهہ خواب گاهہ جي درَ تي جرڪي رهيا هئا.

۔ ۽ خواب گاهہ جي اندر ٻن مرتعش ۽ متحرڪ جسمن کي پنهنجي روشني، حرارت ۽ خوشبو هئي. اهو صبح پنهنجن پهرين ڪِرڻن سان ڇاتو هو ۽ گلن پنهنجي خوشبوءَ سان سُجاتو هو. تڏهن روشني جي ڪِرڻن کي اڄ روز کان وڌيڪ روشني هئي ۽ گلابن کي وڌيڪ مهڪ هئي. اوچتو هوا جو هڪ جهوٽو انب ۽ املتاس جي ٽارين تان لهندو، گلاب جي شاخن ۾ صبح جي پهرين ڪِرڻن کي هلڪو مرتعش ڪندو، روشني ۽ مهڪ کڻي، خواب گاهہ جي در تي جرڪندڙ سنهري ڪِرڻن سان مِلي، انهيءَ خواب گاهہ جي در تي لهي جمهر هنئي. جت بہ گل بدن عورتون هڪ ٻئي جي ٻانهن ۾ هيون. انهن جي محبت ۽ آسودگي جو آڌر ڪندي هوا جو جهوٽو سج جي ڪِرڻن ۽ گلابن جي مهڪ سان گڏ ڪجهہ ساعتون رقص ۾ رهڻ کان پوءِ گيت ڳائيندو واپس وريو. انب ۽ املتاس جي چوٽين کي ڇُهندو هليو ويو۔ پر پويان روشنيءَ ۽ خوشبوءَ جو سنگم ڏينهن چڙهئي تائين گهر جي باغيچي ۾ رقص ۾ هو.

—

## اُڏام

اهي ٻئي نوجوان يونيورسٽي ڪيمپس مان نڪري ڪائنات ۾ انهيءَ جي نيم تي ڳالهائيندا. ماڻهن کي اچرج ۾ وجهندا، پنهنجي ارمانن جي آستان تي هلي آيا.

اهو ڪمرو گهڻن ماڻهن کان لڪل، بلڪل اڪيلو هو. هتي سڀ ڪجهه هو. انهن مان هڪ جنهن کي سڀ ڄاڻو سُڄاڻو راجا ڪوٺيندا هئا، ٽيپ رڪارڊر تي آڱر رکي، ڪشور جو آواز بند ڪمري ۾ گونجيو: یہ شام مستانی مدہوش کیئے جائے - مجھے ڈور کوئی کھینچے تیری اور لیئے جائے.. بند درجي اندر ساز ۾ آواز جا لهر لهر سلسلا هئا:

انهن چرس ٽپائي وزن ٺاهيو. جانيءَ ڦل سُر ڪيو. دونهن وات مان نڪ مان تيزيءَ سان گهوماتجي ٻاهر نڪتو ساهن جي سگهه تي شمپا اُٿندا رهيا. دُونهن ڪڪر جي صورت، ٻاجهارو ڏنڌ جي هڪ حسن ۾ رنگ سان انهن جي مٿان ٽاڻيل رهيو.

هنن جا ذهن هاڻ ڳؤرا ٿيندا ويا ۾ اندر مان اُيرڻ جي سچ سان لهرن جيان ڪجهه هو جو اُٿندو رهيو. چرس چپ چاپ پنهنجي مضبوط پڪڙ ۾ وٺي پويان گهلي ويو. گنديون ور وڪڙ گهٽيون جيان ڦهليل ماضيءَ ۾. هڪ گذري ويل طوفان جيان ماضي، هڪ طوفان کان پوءِ ۾ هڪ طوفان کان اڳ جي خاموشي ڪٿي حال هڪ سوال آندو: سياڻي وجود جي نوڪا جو ڪو سڙهه سلامت هوندو..؟ راجا هاڻ گوڏا اُيا ڪري ٻيئي پير ڪرسيءَ تي رکي ڪنهن ساڌوءَ جيان ڌيڪائي تي ڏنو- هڪ سرور ۾ رنج جي ڪيفيتن ۾ حيران.

- موسيقي هڪ تسلسل سان برابر گونجندي رهي.

ٻُڌندي راجا هڪ نظر ڪٽي پٽ تي لڳل اداڪاره بنديا گواسواميءَ جي تصوير ڏانهن ڏٺو. ٻُڌڻ ۾ ڏسڻ جي وچو وچ هڪ خنجر الائي ڪٿان آيو. هن

کي محسوس ٿيو تہ اهو اک مان لهي دل ۾ ڪٿي ڪپي بيهي رهيو. بي پناهہ رنج مان هن اکيون کوليون گوشت جي ڪپيل ڳاڙهن ٽڪرن جهڙيون اکيون کولي پنهنجي پارٽنر کي ڏٺو جيڪو اندر جي جنت جهنم ۾ ڪٿي گُم هو. انهيءَ لمحي راجا جي اندر جو ماٺهو مستقل رنج جي دٻاءَ هيٺ ڪمري مان ٻاهر نڪتو. اُڏامندو، پروين جي ٻانهن کي وورڙيندو يونيورسٽي ڪالوني جي بنگلوز جي چوڌاري ڀٽڪندو رهيو.

سدا جيان اڄ وڻن ۽ گلن ۾ پروين جي خوشبوءِ جو احساس نہ ٿيو. گُم ٿي وئي هئي ڪٿي هن جي آواز جي آهٽ ۽ جسم جي خوشبوءِ. هو پاڻ انڌو ٿي ويو هو يا ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي وچو وچ هڪ خنجر هو.

اُڏامندو رهيو هو هيٺ مٿي چوڌاري هوءَ جا ڪٿي نہ هئي. هاڻ هن ڏٺو تہ موتئي جي ٻاريءَ سان گل مهر جي وڻ هيٺ هُوءَ بيٺي هئي. ٻوٽن ۾ اڇا ۽ وڻ ۾ ٻاهہ جهڙا دهڪندڙ ڳاڙها ڦول ڪڙيا هئا. اهو سڀ هوندي بہ پروين جي سيني خوشبوئن جو انت ٿي چڪو. هن جي اکين جا گل مهر ۽ آواز جا هڙئي رنگ فنا هئا. يا عرفان جي اها ڪيفيت جڏهن سڀ ڪجهہ فطرت جي ساري سُونهن جي تڪميل جو وقت اچي پهچي ٿو ختم ٿي وئي هئي- تپسيائون سڀ بيڪار ٿيون... پروين لڳي ٿو تہ مارجي وئي هئي. اهو خنجر جو اک مان لٿو هو. هن ئي اڇلايو هو شايد. سڀ رنگ ۽ خوشبوئون قتل ڪري اهو واپس هن جي اکين ۾ لهي آيو- نظر جو هڪ خنجر.

پنهنجي پاڻ کي آڇيل وقتي سک جي انهن ٿڙڪندڙ لمحن ۾ هن پاڻ ۾ ٿوري ئي سهي هڪ سگهہ ايندي محسوس ڪئي. پروين کي فنا پائي سُک جي اها ڪوڙي سگهہ پنهنجو پاڻ مٿي اپري من جي سمونڊ کي ماٺو ڪندي وئي جنهن ۾ ٿورو اڳ خوابن جي آڪبوٽن کي ٻاهہ لڳي هئي.

- هاڻ رنج ۽ سُک جي گڏيل ڪيفيت منجهان هن ڏٺو: راتو رات هڪ طوفان هلي ويو.

هڪ گذري ويل تصوير راجا جي اکين ۾ لهرائي. تصويرون جي پنهنجي مزاج ۾ مختلف ڪيٽريون ئي آهن. پر اها هڪ تصوير جا انت آهي، اکين ۾ نقش آهي. بہ ڏينهن اڳ جو هڪ ڏينهن. ڪنهن مورل پينٽنگ جيان آهي: وڻن سان گهريل سڙڪ ڪان بازار، سئنيما ۽ واپس وڻ ۽ سڙڪ.

سڀ ڪجهه هن پاڻ ختم ڪيو. خوابن جا سڀ آگبوٽ ٻاهه جي پيٽ ٿيا. اسان سڀ ختم ٿي رهيا آهيون. ڪجهه ٻاهه ۾ ڪجهه پاڻيءَ ۾ انت ٿي رهيو آهي اسان جو پنهنجي ئي هٿان. چوڏاري سيني اکين ۾ بارود آهي ۽ تيزاب. حيا ڪٿي آهي اکين ۾ـ ڪٿي آهي حيا؟

پڇاڙڪا لمحا: جڏهن پروين گڏ هئي وڻن سان گهيريل سڙڪ تي هن جو وجود ان ٿاريءَ جيان، جا هوائن جي رُخ ۾ اڪيلي آهي، لرزيو ٿي. ٻنهي جي هٿان پنهنجو پاڻ ڦهلائي بيٺل پپل جي وڻ ۾ اوڏي مهل هوا لٿي. هڪ شور ڪٽي پپل جا پن ۽ هڪ سانت ڪٽي پروين جي شاخ جهومي.

ـ هوا جيئن پوءِ تيئن تِکي ٿيندي وئي. راجا جا وار اُڏاڻا ۽ پروين جو آنچل لهرايو.

بسنت ۽ پن ڇڻ جو ملڻ ڇڻ هاڻ هن ويل ٿيو پئي. ٻنهي جي اکين مان لُڙڪ ڪِريا ۽ پپل مان پن. من ۾ جو طوفان هو سو هاڻ جهڪو ٿيندو ويو. وڻ ۾ هڪ طوفان هو جو هاڻ شروع ٿيو هو. ٻن طوفانن جي وچ مان پروين اوچتو ڪُڙيون متي ڪري، ٻانهون هُن جي ڳچيءَ ويڙهيون تپندڙ هستيريڪل هڪ چُمي ساگر مان لهر جيان اُپري ۽ وجودن تي لهرائي.

ـ هڪ جي انت کان پوءِ ٻئي طوفان جو آرنڀ ٿيو. پپل مان وري پن ڇڻي هنن جي هٿان ڪِريا.

هوا وڻ ۾ ۽ هنن جي اندر ۾ جهڪي ٿيندي وئي. جدائي ۽ ملڻ جي انهن پاڳل لمحن ۾ راجا پنهنجو هٿ کوليو. چانديءَ جو ڇلو ترِيءَ تي جڳمڳ جرڪيو ٿي. پروين جو هٿ جنهن ۾ خاتمي جهڙي ٻيچارينڌڙ ٿڌ هئي، راجا پنهنجي هٿ ۾ ورتي، ڏڪندڙ آڱر ۾ ڇلو پاتو. اکيون ٻوتي چپ پيڙي هُوءَ بيٺي رهي. ڳاٺيتي کان ٻاهر طوفان انهن ڪجهه گهڙين ۾ هنن جي هٿان گذرندا رهيا.

پروين جا چپ جي پيڙيل هٿا، اندر جي هڪ تيز لهي جي اُپار هيٺ ڦڙڪي، ڪجهه چوڻ لاءِ تڙپيا. تڏهن راجا ڳالهايو: "پري! هاڻ جڏهن اسان هڪ ٻئي کان پري ٿي وڃڻ لاءِ راضي آهيون. پٿر رکي ڇڏيو آهي اسان. دير سوير تون ڪنهن ٻئي جي ٿي ويندينءَ. انهيءَ ڪي نشاني سمجهه ان پيار جي جو هاڻ اسان جي هٿان انت تي رهيو آهي. پروين! صبح کان وٺي جيڪي

لمحا وڇوڙي جي سچ جي سائي ۾ گذريا آهن- وڇائجي وڃڻ جي خوف
هيٺ دٻيل ٽڙڪندڙ لمحا. انهن ئي لمحن ۾ ٽورو پوءِ هڪ سفر جو انت
ٿيندو. سفر جو بهارن جيان رنگين ۽ ماٺهوءَ جيان ابدي ٿي سگهيو ٿي.

توکي ياد رهندو نه اڇوکو ڏينهن. سڀ ڪجهه جو اسان اڄ هڪ ٻئي
کي ڏئي سگهياسين ۽ وٺي سگهياسين. هجومن جي وچ ۾ اڪيلائي، آئيس
ڪون جي وٽندڙ ٿڌ ۽ اُمنگ جاڳائيندڙ تنهنجي هٿن جي گرمي. صوفيه
لارين جي فلم Sun Flower. سورج مکي جنهن وٽ سونهن ۽ ابدي ساٿ جي
سچائي آهي. سدائين اهو هڪ شان سان سچ ڏانهن جهڪي ٿو. اسان جي
ارادن جي سورج مُکين جا رُخ بدلجي ويا."

راجا جو مُک اظهار جي انهن لمحن ۾ جيئن پوءِ تيئن ڳاڙهو ٿيندو ويو.
ٽني وِکري وڃڻ جي انهيءَ ويل هن ٻانهون پکيڙي پروين کي ڇاتيءَ سان
پچائي ڇڏيو. تڙپيندڙ هسٽيريڪل هڪ چُمي ۽ ان بعد انيڪ چُميون اکين
تي، چپن تي، ڳچي ۽ ڪنڌ تي. ٿڙنس هئي جنهن هر چُميءَ کان پوءِ ٻي
چُميءَ جي صورت ورتي. هڪ ٻئي جي ٻانهن ۾ ائين ويڙهجي راجا
چيو "هڪ خوبصورتي منهنجي هٿن مان هلي ويندي، انهيءَ جو مون کي
ڏُک آهي. هي سڀ ڪجهه جو تون پاڻ سان کڻي هلي ويندينءَ" هن پروين
جي گلن سان جهنجهيل ٽاريءَ جيان بدن کي ڏنو "دل چاهي ٿي تنهنجا ٻه
حصا ڪري ڇڏيان. تنهنجو ڪو هڪ انگ چورائي پاڻ وٽ رکي ڇڏيان.
اها منهنجي اک ئي آهي جو مون کي تنهنجي هرهڪ انگ ۾ سڀ ڪجهه
پسجي ٿو. تنهنجي هر انگ ۽ ادا ۾ تنهنجو مک آهي. اکين ۾، چپن ۾، هٿن
ٻانهن پيرن ٽنگن ۾، ڳچيءَ ۽ ڇاتيءَ ۾ هرهنڌ اهو چمڪي ٿو ائين جيئن
چنڊ اک ۾ لهي چمڪي..."

راجا کي اهڙيون ڳالهيون ڪندي پروين جي اندر ۾ زخمي ڪرڻ وارو
درد جاڳيو. هوءَ سڏڪي. رات جي گهرائيءَ ۾ شور پپل جي پنن ۾ گونجيو ٿي،
انهيءَ کان ڀاري گونج پروين جي ٽُٽل آواز ۾ هئي. راجا جو اظهار هاڻ ٻي
زبان ٿيو. آواز ۽ انهيءَ جي گونج ٽورو اڳ هڪ ظالم لمحي ۾ تمام ٿي.

- جو نظر ۾ آهي، جو نظر ۾ نه آهي پر محسوس ٿئي ٿو. جت ڪٿ
هڪ بي پناهه سانت آهي. لُڙڪ اکين مان ۽ پن وڻن مان ڇڻن ٿا.

پروين پنهنجي ڏڪندڙ هٿ سان آخري سلام ڪيو ۽ چيو:
"موڪلائي، راجا! موڪلائي!"
سڀ رستا جي ماڻهوءَ ۾ آهن ۽ ماڻهوءَ جي چوڏاري آهن ويران ٿيا. انت ۾ هڪ گهري انڌي ڪاهي آهي. ڪجهه به نه آهي اڳيان پنيان. دونهن جو اڪين ۾ آهي، ڦڦڙن ۽ شريانن ۾ آهي: پل پل ڦهلجي رهيو آهي پوري قُوت سان وجود کي ڍاهي رهيو آهي.
"راجا ـ او راجا!" ڪمري ۾ پارٽنر جو آواز گونجيو. سڀ ڇڏي هو موٽي آيو. ڳاڙهيون اکيون کٽي ڏٺائين سامهون ڦُل هو. راجا تيلي ڏيکاري
"راجا" پارٽنر ڳالهايو "مون رات عجيب خواب ڏٺو." جواب ۾ هڪ خاموش نهار: جنهن ۾ نه ئي ڪو سوال هو ۽ نه ڪنهن وضاحت جي طلب "رات مون راجا، سلاٽر هائوس جي آٽوميٽڪ پلانٽ تي تنهنجو ڪنڌ ڪپي ڇڏيو!"
راجا ڦاٿل اکين سان هن ڏانهن ڏٺو ۽ هڪ اُداس مُرڪ هن جي چپن تي هلي آئي. "اسان جي خوابن ۾ به يار ڪاسائيءَ جو ڪات ٿو چمڪي."
ـ اوچتو هن وڌيڪ تيزيءَ سان ڪات کي اکين اڳيان اُڀو ٿيندو پنهنجي ڇاتي ڪپيندو محسوس ڪيو. پر اهڙو انهيءَ گذري ويل لمحي ۾ ٿيو. هاڻ آخري ڦُوڪ هٽڻ جي لمحي هن پاڻ کي آجو محسوس ڪيو ـ ڪنهن زنجيرون ڀڳهاري آيل ماڻهوءَ جيان.
ٿوري دير اڳ هن کي سڀ ڪجهه جو وٺيو نٿي، هاڻ وٽڻ شروع ٿيو. سڀ ڏُک سُور ڪٽي پوئتي رهجي ويا. هو ڪنهن مُڪت پنڇيءَ جيان اُڏاڻو ڪمري جي دُنهن ۽ گُهٽ کان ٻاهر. سيني پنهنجي پراون کان پري هليو ويو هُو مٿي چوٽين تي اُڏامندڙ ان ڪبوتر جيان جو سرخ وسعتن تان نيرن پورن آسمانن منجهان جبلن ماٿرين، دريائن سمونڊن کي پسندو هڪ پاڳل اُڏام اُڏرندو اڻ ڪٽ پولارن ۾ گُم ٿيندو ويندو آهي.

—

# نصيب

7 ڊسمبر 1968 جي ان ڇنڇر واري ڏينهن منجهند جا ٻہ ٿي رهيا هئا. ڊاڪٽر مشتاق تعلقي اسپتال جي سندس آفيس ۾ آخري مريض جي تپاس مڪمل ڪئي ۽ دوائن جو نسخو لکيو. واچ ۾ وقت ڏٺو ميز تي پيل ڊائري تي نظر وڌي ۽ سوچيو تہ هي سال بہ پڇاڙيءَ طرف وڃي رهيو هو. وقت ڪيئن نہ پنهنجي متعين رفتار سان گذري هليو وڃي ٿو.

هن ڪمپائونڊر ۽ ڊريسر کي هدايت ڪئي، "سڀاڻي موڪل آهي. توهين آچر جي شام جو ئي مڪسچر ۽ دوائون وغيره تيار ڪري ڇڏجو تہ جيئن سومر تي اسپتال جي ڪم ڪار تي ڪو اثر نہ پوي. آئون سومر جي رات ئي هتي پهچي سگهندس جو سومر جي صبح جو حيدرآباد ۾ ميٽنگ آهي."

ڊاڪٽر جيڪو نوجوان ۽ پرجوش آهي، تنهن لاءِ شهر ۽ پرپاسي جي ڳوٺن ۾ هڪ سٺي ڊاڪٽر جو تاثر ۽ مقبوليت آهي. شهر جي گهڻن گهرن جو فيملي ڊاڪٽر پڻ آهي. ٻن سالن کان ڪجهہ وڌيڪ وقت کان پاڻ هن اسپتال جو اڪيلو ڊاڪٽر آهي، جڏهن تہ اها سندس ڪيريئر جي پهرين تعيناتي آهي.

ڪمپائونڊر هن ذهين ۽ ذميوار ڊاڪٽر ڏانهن ڏٺو ۽ چيو "سَر! اوهان ڪو فڪر نہ ڪريو."

پاڻ اسپتال جي پٽيوالي جاويد مسيح کي ساڻ وٺي، جيڪو سندس وزيٽنگ بيگ هٿ ۾ کنيو بيٺو هو اسپتال سان لڳو لڳ پنهنجي سرڪاري رهائش گاهہ جنهن جو در پنئين رستي تي هو روانو ٿيڻ کان اڳ ٻاهر نڪري اسپتال جي عمارت جي ٻاهرئين پٽ وٽ بيهي رهيو۽ اسپتال ۽ گهر جي 1914 ۾ تعمير واري يادگاري پٿر کي ڏسڻ لڳو. 1914 جي اڌ کان دنيا هڪ جنگ کي ڀوڳي رهي هئي. تڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي شروع ٿي هئي

جو تانا شاهہ حڪمرانن امن جي بدران جنگ کي ترجيح ڏني. نتيجي طور شهرن ۽ ڳوٺن مٿان بمبارين تي رهيون هيون. هٿيار گهر ۽ وستيون ويران ڪري رهيا هئا. تنهن سال حيدرآباد ضلعي جي هن تعلقي ۾ انهيءَ اسپتال ۽ گهر کي تعمير ڪيو ويو.

جيئن انهيءَ يادگاري پٿر تي لکيل هو تہ "هيءَ اسپتال ۽ گهر سنہ 1914 ۾ ٺهي راس ٿيا. ان جي تعمير تي ڪُل خرچ 62 هزار رپيا آيو جنهن مان 55 هزار روپيا تعلقي جي زميندارن، واپارين ۽ نيڪ مردن عطيئي طور ڏنا ۽ باقي 7 هزار رپيا تڏهوڪي ڊپٽي ڪليڪٽر 'سر لارنس جوزف' سرڪاري فنڊ مان جاري ڪيا. ڊاڪٽر جي نظر روز انهيءَ يادگاري پٿر تي پوندي ۽ هن جي انسانيت ۾ اعتبار کي پختو ڪندي آهي. اسپتال جي عمارت هُن جي انهيءَ يقين کي مستحڪم ڪندي هئي تہ بيمار کي دراصل توجہ همدرديءَ ۽ طبي مدد جي گهرج هجي ٿي. ڊاڪٽر اسپتال جي انهيءَ پراڻي عمارت کي هميشہ احترام سان ڏسندو آهي.

اڄڪلهہ جيتوڻيڪ عمارتن جو طرزِ تعمير بدليو آهي. پڪيون عمارتون ٺهڻ لڳيون آهن پر قديم طرزِ تعمير جي هڪ الڳ خوبصورتي آهي، جتي وقت جڻ تہ بيهي رهيو هجي. اسپتال ۽ رهائش گاهہ جي ورانڊي وارين ٻاهرين پٿين جي جاءِ تي هيٺ کان مٿي تائين انهن کي ڪاٺ جي جافرين سان ڍڪيو ويو هو. دَرَ بہ جافرين جا هئا. ڪاٺ جون پٽيون ڊيگهہ ۽ ويڪر ۾ هڪ ٻئي کي ائين ڪٽي رهيون هيون جو جافرين ۾ چورس ۽ ٽڪنڊا، ڳُڙڪ ٺهي پيا هئا، جن مان روشني، هوا ۽ نظر جي گذر جي پنهنجي معنيٰ ۽ خوبصورتي هئي. جافرين تي نيرو رنگ ڪيل هو جيڪي اکين کي ڀليون ٿي لڳيون. هن کي خيال ايندو هو تہ هن طرزِ تعمير کي جن ڪاريگرن، رازن ۽ واڍن ٺاهي راس ڪيو-اڄ اُهي ڪٿي هوندا؟

اسپتال جي ٻاهرئين در تي چوڪيدار ملوڪ هُن کي سلام ڪيو. هو گهر ڏانهن ويندڙ گهٽيءَ ڏانهن مُڙي ويو.

نومبر کان موسم بدلجي دلپذير ٿي وئي هئي. گرمي ۽ لُڪَ جي ساڙيندڙ مهينن کان پوءِ هاڻ من ڀاوڻ مهينا هئا. آسمان تي اڇ ڪڪرن جي ڇانءِ هُئي، جنهن ڏينهن کي وڌيڪ ٿڌو ڪري ڇڏيو هئو. سندس شاديءَ کي

اج نوي ڏينهن ٿيا هئا ۽ اهو سندن پهريون سيارو آهي. پنهنجي جيون ساٿي زيبا، جيڪا هڪ قدآور، خوبصورت ۽ نفيس عورت آهي، جو خيال ايندي هُن جي چپن تي مُرڪ تري آئي.

ڊاڪٽر جي بيگ رکي، جاويد مسيح موڪلايو. هن وسيع ڪمري ۾ جنڊيءَ جي کٽ تي هنڌ وڇايل هو. چار ڪرسيون ۽ هڪ ميز پيل هئي. ڊاڪٽر ڪمري تي نظر وڌي، جنهن جون پٽيون موڪريون ۽ مٿي ڏانهن ڪجهه وڏيڪ ڊگهيون هيون. انهن جون پاڙون پڪين سِرن سان ٺهيل هيون. باقي مٿي تائين ديوارون ڪچين سِرن سان ٺهيل ۽ راڳيل هيون. ڇتين جا ڪُڏ پڪا وجهي گاري سان لنبيل هئا. ڇت تي پيل پکن جي ڪانن جو جڙاءَ ڪمري جي اندران ڏسڻ وٽان هو. پکن جي هيٺان ڇت کي ڪاٺ جون پٽيون ڏنل هيون، جن کي ڪاٺ جي ئي ٽن داسن (ڪامُن) جي ٻه ٽيڪ هئي. ائين ٺهيل اسپتال ۽ گهر جي ڇتين کي وڌيڪ سهاري لاءِ ورانڊن ۾ ٻه ڪاٺ جا ٻه ٻه مضبوط ٿنڀ ڏنل هئا. ٻن سالن کان هتي رهندي ڪيس انهن پکن ۽ پٽن سان گهٽي انسيت ٿي ويئي هئي.

زيبا رڌڻي ۾ ٻپهرن جي ماني ٺاهي رهي هئي، پر هُن جي خوشبو ڪمري ۾ رهجي وئي هئي. ڊاڪٽر هڪ وڏو ساهه کڻي، اکيون پوري ڇڏيون.

زيبا ڪمري ۾ داخل ٿي. هڪ قدآور ۽ خوبصورت عورت جنهن لاءِ، جيءَ جان سان قربان ٿي سگهجيو ٿي.

"ڊاڪٽر مانجهاندو ڪريون؟" هُن نازنين ڳالهايو ته هُن جي آواز ۾ هميشه جيان نغمگي هئي، ڄڻ آبشارن جو آواز سدائين هُن سان گڏ هجي!

ڊاڪٽر اکين سان ها ڪئي ۽ ورانڊي ۾، جتي ٻه چار ڪرسيون ۽ ميز رکيل هئي، انهن ماني کاڌي. جافرين مان نظر ايندڙ اگڻ ۾ بيٺل پپر جي وڻ ۾ هوائن جو ڪڙڪو هو. آسمان ۾ سڄ ڪڪرن هيٺان لڪي ويو هو.

سندن شاديءَ کي اج ٽي مهينا پورا ٿيا آهن پر اج ٻه انهن جي اکين ۾ ڪيئي اشارا آهن. آواز جي موسيقي ۽ جسم جو جادو، چپن ۾ لرزشون، هٿن، ڪراين ۽ آڱرين ۾ رقص آهي.

اهو روز جو معمول آهي تہ ماني کائي، ڪلاڪ ڪن آرام ڪرڻ کان پوءِ ڊاڪٽر، سول جج ايشور لال سان هُن جي گهر، لان تي ٽينس کيڏندو آهي. ٻئي گهر گڏ آهن؛ عدالت جي عمارت اسپتال سان لڳو لڳ آهي.

هُن، ان ڏينهن جي اخبار ڏني، جنهن ۾ هڪ مضمون مارٽن لوٿر ڪنگ جونيئر متعلق هو. جيڪو آمريڪا ۾ شهري حقن جي عدم مطابقت خلاف تحريڪ جو اڳواڻ هو. 14 آڪٽوبر 1964ع تي کيس امن جو نوبل انعام ڏنو ويو هو. وري هن ئي سال 4 اپريل 1968 واري ڏينهن هُن کي قتل ڪيو ويو. ڊاڪٽر هن جي شخصيت کان تمام گهڻو متاثر هو ۽ سندس جڳ مشهور تقرير 'I have a dream' جو ڪجھ حصو کيس برزبان ياد هو.

هتي پنهنجي وطن ۾ بہ هڪ حڪومت مخالف تحريڪ پئي هلي. هُن کي اڄ شهر جو شور ياد آيو. گهٽين ۾ سياسي هلچل جو زور آهي. هن ننڍي شهر ۾ بہ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون، اسڪولن ۽ ڪاليج مان ڪلاسن جو بائيڪاٽ ڪري، اڄ بہ 'ون يونٽ توڙيو' ۽ شاعر شيخ اياز جي آزاديءَ جا نعرا هڻندي ويا.

سياسي حالتون ٺيڪ نہ آهن پر اسپتال ۾ توجہ، محنت ۽ دردمنديءَ جي ماحول مان هو مطمئن آهي ۽ سندس گهرو زندگيءَ ۾ بہ گهڻو سڪون آهي.

منجهند جو ڪلاڪ ڪن سمهڻ جو بہ پنهنجو مزو آهي. زيبا سندس پاسي ۾ اچي ليٽي پئي ۽ اهي معمول جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. هن خوش جمال عورت پنهنجي ٻانهن هُن جي سيني تي ورائي ڇڏي، ڊاڪٽر هن جو مُک چميو ۽ ڀاڪر ۾ ڀري ڇڏيو. اهو تازو شادي ڪيل جوڙو نوي ڏينهن کان محبت ۽ مباشرت جي درياهہ ۾ لهوارو لڙهي رهيو هو. بہ اجنبي شاديءَ جي بنڌڻ ۾ ٻڌجي جوانيءَ جون لذتون ماڻي رهيا هئا. محبت جي ماهيت کي سمجهي رهيا هئا. سڀ کان اهم تہ انهن جي جسماني جماليات کي هڪ موهہ ۽ نہ ٽڪجندڙ گرم جوشيءَ ميسر هئي. ٻيئي هڪٻئي ۾ تحليل ٿي هڪ وجود ٻڻجي ويا هئا.

ٻئي طرف وطن جي گهٽين ۾ هڪ سياسي طوفان جا اشارا هئا.

ڇئين وڳي ڌاري جڏهن شام لهڻ لڳي آهي، اهو نوجوان جوڙو پاسي واري گهر هلي آيو آهي. ٻيئي گهر پراڻا تہ هئا پر اڄان بهتر حالت ۾ آهن.

انهن جا مڪين پنهنجي زندگيءَ ۾ سڪون ۽ امن سان زندگي گذاري رهيا هئا. ٻنهي جو شاديون اتفاق سان هِن ئي سال ٿيون هيون. ٻنهي آفيسرن جي هڪٻئي سان گهاٽي ياري هئي ۽ انهن جون گهر واريون هڪٻئي جون رازدان ساهيڙيون.

روزانو شام جو ٻئي مرد ٽينس جا ٻه ٻه سيٽ کيڏندا آهن ۽ سندن گهر واريون سامهون نم جي وڻ هيٺان جيڪو ٿلهو ٺهيل آهي، اتي ڪرسين تي ويهي ڪچهري ڪنديون. ٽينس کان پوءِ اهي چار ئي گڏجي چانهه پيئندا ۽ سانجهيءَ کان پوءِ ڊاڪٽر ۽ ان جي گهر واري موڪلائي گهر ڏانهن اچي ويندا هئا.

گذريل ٽن مهينن کان ڊاڪٽر جي خواهش رهي آهي ته گهڻو اڪيلو وقت پنهنجي رفيقِ حيات سان گڏ گذاري. اهڙي خواهش زيبا جي پڻ آهي. جتي تعلق جو اهڙو حسن آهي جنهن ۾ جوان جسم جو جادو ۽ تِک ۽ تڙپ آهي، جنهن کان ڪنهن مهل پاڻ پلڻ مشڪل آهي. انهي جوڙي ۾ هڪ ٻئي لاءِ بي پناهه ڪشش آهي.

اڄ شام جو ٽينس جا ٻه سيٽ کيڏڻ کان پوءِ جڏهن سمورن چانهه تي پيتي ۽ هِتان هُتان جون ڳالهيون ٿي ڪيون ته ڊاڪٽر مشتاق، ايشور لال کي ٻڌايو 'سياڻي حيدرآباد جو پروگرام آهي. زيبا به هوندي، هوٽلنگ ڪبي، فلم ڏسبي، هلڪي ڦلڪي خريداري ڪبي. سومر جي صبح ڊپٽي ڪمشنر صاحب وٽ ميٽنگ آهي. سومر جي رات جو ئي هتي واپس پهچي سگهبو.'

"آچر تي آئون ۽ ڪلپنا ئي ڪٽي ٽينس کيڏنداسين ۽ ڪچهريون ڪنداسين. توهان خير سان موٽي اچو ته ورندي ڏينهن وري گڏ هونداسين. هونءَ به سياڻي اهو پروگرام اٿم ته سومر تي رکيل ڪيسن جو مطالعو ڪري وٺان." ايشور لال وراڻيو.

"توهان جو عدالتي ڪم ڪار سٺو پيو هلي، جيتري قدر منهنجي معلومات ۾ راءِ آهي." ڊاڪٽر چيو.

"يار، ڪوشش ڪريان پيو ته پنهنجن فيصلن ۾ انصاف ڪري سگهان. سول ڪورٽ جو دائرو محدود هجڻ جي باوجود ارادو اٿم ته عدالتي ڪار وهنوار ۾ انصاف لاءِ جيڪڏهن ڪي رڪاوٽون آهن ته انهن کي دور

ڪريان. ڊاڪٽر! پاڻ ٻيئي نوجوان آهيون. پنهنجي ڪيريئر کي اڃا ٻه سال مس ٿيا آهن. امڪانن جو هڪ وڏو جهان اسان جي سامهون موجود آهي. اسين اڃان اڳيان ويندا سين."

جج صاحب ٿوري دير لاءِ سوچ ۾ پئجي ويو ڄڻ بهتر امڪانن جي جهان جي اميد ۾ ڪٿي ڪا رڪاوٽ پيدا ٿي وئي هجي... ۽ پوءِ وري ڳالهائڻ شروع ڪيائين.

"وطن جي حالتن ۾ تبديليءَ جا اهڃاڻ نظر اچي رهيا آهن. بنيادي جمهوريت (B.D) جي نظام ٻه ڪو ٻوتو نه ٻاريو. ون يونٽ ۽ حڪومت مخالف تحريڪ ۾ تيزي اچي رهي آهي ۽ لڳي ٿو ته اها ڪنهن منطقي انجام طرف وڃي رهي آهي. حيدرآباد جو هڪ وڪيل اڄ سول ڪورٽ ۾ پيش ٿيو. انهيءَ احوال ڏنو ته ڪالهه پوليس رياست خلاف بغاوت جا ڪجهه ڪيس ضلعي عدالتن ۾ دائر ڪيا آهن. جنهن جو نظير ملڪي عدالتي تاريخ ۾ هن کان اڳ ڪونه ٿو سُجهي. ڪالهه ضلعي ڪورٽ ۾ اڳيئي گرفتار شاگردن کي پيش ڪيو اٿن. جن ۾ چار ڇوڪرا ۽ هڪ ڇوڪري آهي انهن تي وڏو جو الزام آهي ۽ اهو ٻه ته هنن ماڻهن کي بغاوت ڏانهن مائل ڪيو آهي. ملڪ جي جنرل آرڊر کي چئلينج ڪيو آهي. اهي نراجيت پسند انارڪسٽ (Anarchist) آهن. جڏهن ته انهن جو ڏوهه صرف ايترو آهي جو اُهي جلسن ۽ جلوسن ۾ 'ون يونٽ ٽوڙيو'، 'حقيقي جمهوريت بحال ڪيو' ۽ 'شيخ اياز کي آزاد ڪريو' جا مطالبا ڪري رهيا آهن."

"جي ها. ملڪ جي منظرنامي ۾ اها نئين ڳالهه آهي." ڊاڪٽر چيو.

"شاعر شيخ اياز ساهيوال جيل ۾ قيد آهي. هن جي شاعريءَ جي آڳ، موجوده حالتن سان نفرت جي اظهار ماڻهن ۽ نوجوان شاگردن جي دلين کي گرمايو آهي."

"چار ڏينهن اڳ شهر جي ٽائون هال ۾ حڪومت مخالف شام ملهائي وئي. آئون ٻه اُتي موجود هئس. تقريرون ٿيون ۽ شاعرن، شعر پڙهيا. هڪ شاعر جي قطعي جون هي ٻه سٽون مون کي ياد ٿي ويون:

ڪير تو چئي ڳالهه نئين آ،
پوئر پري آڪاس تي بندش ![1]

"شيخ اياز جي ڪتابن تي ڪجهه سال اڳ بندش وڌي ائن، تڏهن به هن جي شاعري عام ۽ خاص جي دلين ۾ گهر ڪري ويئي آهي. اڄڪلهه نوجوانن، خاص طور شاگردن ۾ 'عوام جو آواز شيخ اياز' جو نعرو هڪ تحريڪ ۾ بدلجي ويو آهي. هن جا گيت گلي گليءَ گونجي رهيا آهن، جڏهن ته هن جي ڪتابن تي بندش آهي.

تائون هال واري پروگرام ۾ سياسي تحريڪ سان لاڳاپيل هڪ عورت گلوڪارا جڏهن ان شاعر جو ڪلام ڳايو جيڪو پاڻ ته جيل ۾ بند آهي ته هڪ ڳنڀير خاموشي ڇانئجي وئي:

بي خبر ناهه پر مرڻ کان پوءِ،
توسان گڏجڻ جون حسرتون رهنديون.

-

زندگي تلخ آ، هجي، ته هُجي،
روح ۾ سؤ ملاحتون رهنديون.

هڪ مقرر تقرير ڪندي هڪ عجب جهڙو جملو چيو "شيخ اياز جي شاعري اسان بي نصيبن جو نصيب بنجي وئي آهي!"

"شاعر پنهنجي پيغام ۾ ڏاڍو چٽو ۽ انهيءَ سان وفادار پڻ آهي جو جيل هن جي منزل آهي. هن جا رات ڏينهن ساهيوال جيل ۾ الائي ڪيئن گذرندا هوندا!" جج صاحب پڙڪيو.

..... اوچتو ئي آسمان تي ڪڪر گهاٽا ٿي ويا. اهي وسڻ جا ويس ڪري آيا هئا. تڏي هوا گهُلڻ شروع ٿي وئي هئي.

"سڄي ملڪ ۾". ڊاڪٽر وري ڳالهائڻ شروع ڪيو. "اولهه ۽ اوير پاڪستان ۾ سياسي احتجاج پيو ٿئي. ڪجهه سياستدان به گرفتار ٿيا آهن.

---

[1] پروانو پيٽي.

سياسي ۽ سماجي حالتن ۾ تيزيءَ سان بدلاءُ اچي رهيو آهي. انهن ۾ جوش بہ آهي تہ رياستي بندوبست ۽ ون يونٽ خلاف ڪاوڙپڻ آهي."

جج صاحب چيو "آئنده سال ٻن ۾ موجوده سياسي نظام ڊهي پوندو. هن هلچل جي نتيجي ۾ پوءِ ڇا ٿيندو؟ ڪهڙا امڪان سامهون ايندا. ان جو اندازو هينئر نہ ٿو لڳائي سگهجي. وطن جو خير ٿئي ۽ عام عوام لاءِ ڪا بهتري اچي سگهي. انهيءَ لاءِ دعاگو آهيون."

جج صاحب ڳالهہ ڪندي هڪ نماڻي نظر ڊاڪٽر تي وڌي. نظر جو اهو تير ڪائي، ڊاڪٽر سوچيو تہ ايشور لال، موجود سياسي حالتن جي نتيجن کان مطمئن ڪونهي. تڏهن هن ڳالهائڻ شروع ڪيو:

"سائين، سماجي ارتقا جو علم اسان کي آگاهہ ٿو ڪري تہ سماج جو سفر اڳيان ويندو. رڪاوٽن کي ٽوڙي ڪري بہ! لازمي آهي تہ اهو بهتريءَ طرف ويندو."

"اميد ڪري سگهجي ٿي." ايشور لال وراڻيو.

"ڊاڪٽر تون جيئن چوين ٿو تنهنجو جيڪو علم آهي، پر اڄڪلهہ جيڪو سياسي انتشار آهي، گهٽين ۾ جيڪي آواز آهن، نعرا ۽ مطالبا آهن. اهو سمورو عمل هڪ بهتر انجام ڏي وجي، انهيءَ جي اميد ٿي ڪري سگهون ٿا."

ڊاڪٽر کي لڳو تہ جج صاحب، ڪنهن قطعي نتيجي تي وقت کان اڳ پهچڻ نہ ٿو چاهي.

انهن نظر کڻي آسمان کي ڏٺو. هيٺ اوندهہ گهري ٿي وئي هئي ۽ سنهيون بوندون وسڻ شروع ٿي ويون هيون.

ڊاڪٽر ۽ زيبا، ايشور لال ۽ ڪلپنا کان موڪلايو.

مختصر رستي کي طئي ڪندي، مينهن ۾ ڀڄندي، گهر ڏانهن ايندي، مشتاق زيبا کي چيو:

"ٻنهي زال مڙس جو ڪهڙو نہ سهڻو جوڙو آهي! جج صاحب هڪ عاليشان ماڻهو آهي."

"ڪلپنا نرم مزاج واري هڪ دلڪش عورت آهي. منهنجي تہ پڪي ساهيڙي ٿي وئي آهي." زيبا وراڻيو.

"سياڻي واري خريداريءَ ۾ بامبي بيڪريءَ جا ڪيڪ وٺڻ ڪونہ وساريا. پنهنجي لاءِ بہ ۽ جج صاحب جي سوڪڙيءَ لاءِ بہ." زيبا مُرڪي اکين سان ها ڪئي.

برسات تيز ٿي وئي هئي. گهر جي وسيع اڱڻ مان هيئي تڪڙا هلندا، اندر پهچي ويا. رات هڪ گهري اونداهي ۾ ويڙهجي وئي هئي. چوڌاري پکڙيل اوندھ کي ڪنهن ڪنهن مهل کنوڻ روشن ٿي ڪري ڇڏيو.

ورانڊي ۾ ڪاٺ جي جافرين سان ٺهيل در ۽ درين ۾ جيڪي ڳڙکيون هيون، انهن مان زيبا اڱڻ ڏانهن ڏٺو. بارش جي ڦڙن جي تيز آواز پاڻيءَ جي وهڻ جي شور کان سواءِ چوڌاري هڪ پنل سانت هئي. برسات ۽ ٿڌ هن جي اندر ۾ هڪ خوشي ۽ اطمينان کي پري ڇڏيو.

ڊاڪٽر، وسندڙ برسات ۾ تڪڙو وڃي، ٻاهريون در بند ڪيو ۽ معمول مطابق هنن ورانڊي ۾ رات جي ماني کاڌي.

ٻاهر برسات مسلسل وسي رهي هئي. اهي سمهڻ جي ڪمري ۾ هليا آيا.

"سيءَ پيو پوي" زيبا چيو ۽ سوڙ ڪٺي هنڌ تي ليٽيل ڊاڪٽر جي سيني تائين ويڙهي ڇڏي. ٿوري دير انهن ريڊيو تي موسيقي ٻڌي. ڪجهہ دير بعد زيبا ريڊيو بند ڪري، هڪ شوخ نظر هن تي وڌي. پاسي واري ٽپائيءَ تي TIME رسالو ڪجهہ سنڌي ادب ۽ ميڊيڪل جا ڪتاب پيل هئا. جيئن ئي ڊاڪٽر ٽپائيءَ ڏانهن هٿ وڌايو تہ زيبا پاسو ورائي هُن ڏانهن منهن ڪيو ۽ سندس هٿ پنهنجي هٿ ۾ وٺي دٻايو ۽ چپ هن جي اکين تي رکي ڇڏيا. زيبا محسوس ڪيو تہ هن شهزادي ڊاڪٽر سان ڪيس بي پناھ محبت ٿيندي پئي وڃي. هُن سوڙ جو پنهنجي طرف وارو حصو پاڻ تي بہ ويڙهي ڇڏيو.

سَوَڙ ۾ ويڙهجي ٻيئي ڪچهري ڪندا رهيا. هلڪا آواز بي پرواھ کِل، سرگوشيون، ٻانهن جا گهيرا، جسمن جا ڇهاءُ، مشتاق هن جي ڳچي چُمي ۽ ڪيس پنهنجين ٻانهن ۾ ويڙهي ڇڏيو.

ٻاهر برسات هاڻ جهڪي ٿي وئي هئي. رات جي پئي پهر ۾ سيءَ وڌي رهيو هو ۽ اوندھ گهري ٿي وئي هئي پر اندر ڪمري ۾ محبت جي گرمي ۽ روشني هئي. انهن جا جسم هڪ حرارت ۽ روشني ڪٺي جرڪي پيا هئا.

زيبا هن جي پرسڪون چهري کي ڏٺو جو ننڊ ۾ مُرڪندڙ ٿي لڳو. هي شخص ۽ اها مرڪ جڏهن سندس زندگيءَ ۾ نہ هئا تہ جڻ هوانهن جي انتظار ۾ هئي. شاديءَ کان پوءِ سندس محبت ۽ جسم جي تقاضا جي تڪميل ٿي وئي هئي. مشتاق هاڻ هن لاءِ دنيا جو سڀ کان قيمتي شخص هو.

پنهنجي ٻانهن کي آهستگيءَ سان مشتاق کي ويڙهي ڇڏڻ جي خيال کان اڳ هن ڏٺو تہ ڇت جو وِچون داسو جنهن تي ڇت جو گهڻو بار هوندو آهي، ٽورو مُڙي هيٺ جهڪي آيو هو. شايد ڪڏ تي مينهن جو پاڻي بيهي رهيو آهي. هڪ لحظي لاءِ هن کي فڪر ٿيو پر ٻئي لحظي جوانيءَ جي موج ۾ هن مشتاق کي پنهنجي ٻانهن ۾ ويڙهيو ۽ هُن جي سيني تي مٿو رکي سمهي رهي.

..... رات جي پوئين پهر مينهن بيهي رهيو هو.

آچر جي اجوڪي صبح کي پنهنجو الڳ رنگ هو. سج نڪري آيو هو. ٻاهر اڱڻ تي اجا مينهن جو پاڻي بيٺل هو. زيبا وهنجي سهنجي ضروري سينگار کان پوءِ حيدرآباد هلڻ لاءِ تيار هئي. ڏينهن، جيڪو سرد ٿي ويو هو. خوشيءَ جي هڪ ناقابلِ بيان احساس کي پيدا ڪري رهيو هو. محبت جي نرمي ۽ گرميءَ جي مهرباني، جنهن گذريل رات کي رنگين ۽ ريشمي بنائي ڇڏيو هو. راتوڪين بي حجاب جسماني قربتن کي ياد ڪري هُوءَ لڄاري ٿي وئي. حيا جي سرخيءَ جا رنگ هن جي چهري تي پکڙجي ويا. هُن نيري رنگ جي شال جي پلاند کي هڪ ادا سان ڪُلهي تي اڇليو ۽ ورانڊي ۾ ڪرسيءَ تي ويهي رهي.

برسات کان پوءِ صبح ۾ هڪ نئون نکار آهي.... هڪ نئين تازگي آهي. نڪري تہ هوءَ بہ پئي آهي. هن جو چهرو گلاب جي گُل جيان تازو ۽ شگفتہ ٿي پيو آهي. زيبا کي خيال آيو 'هيءُ مشتاق جيڪو ڊاڪٽر آهي، انهيءَ کان اڳ هو سندس محبوب آهي. سندس وجود هُن لاءِ ڇانءَ بہ آهي تہ حرارت بہ آهي. هن جا چپ مٺا ۽ محبت لذيذ آهي.'

اها عورت اُٿي هڪ وقار سان هلندي گهر جي اندرئين ڪمري ۾ داخل ٿي. ڪاري پينٽ ۽ اڇي شرٽ ۾ مشتاق بيحد سمارٽ لڳي رهيو هو.

"آئون تيار آهيان" مشتاق چيو "نيرن ڪري حيدرآباد نڪرون."

"ٺيڪ آهي." زيبا وراڻيو ۽ پنهنجون ٻانهون هُن جي ڳچيءَ ۾ ويڙهي، پنهنجا چپ هن جي چپن تي رکي ڇڏيا.

..... ٻاهر برسات ۾ پنل پر روشن ڏينهن وڏيڪ چٽو ٿيندو ويو.

زيبا هڪ نهار هن تي وڌي ۽ نيرن ڪٽڻ هلي وئي. ڊاڪٽر ويندي هُن جي هلڻ جي رقص کي ڏٺو. هيءَ عورت هر رُخ کان تمام گهڻي حسين آهي پر اڄ هن جي مُک تي هڪ عجب دلڪشي آهي.

ڊاڪٽر گهر جي ورانڊي ۾ اچي ويٺو ۽ اسپتال جي 1914 ۾ ٺهيل عمارت جي پوئين ديوار کي ڏٺو. گهر ۽ اسپتال جي وچ واري ايراضيءَ ۾ پوکيل گلن جي ڦلواڙيءَ ۽ پپر جي پراڻي وڻ کي ڏٺو. جيڪو هن گهر ۾ گذريو انهيءَ کي محسوس ڪيو. گذري ويل ٻن ڪان متي ورهين کي ياد ڪيو. زمانو ڪيئن نہ بدلبو رهي ٿو. هن کان اڳ بہ ڪيئي ڊاڪٽر هن اسپتال ۽ گهر ۾ آيا هئا, جن جا نالا ۽ تقرريءَ جا عرصا اسپتال جي incumbency بورڊ تي لکيا پيا آهن. 1914 ۾ آيل پهريون ڊاڪٽر هاڻ ڪٿي هوندو؟ زمانو ڪيئن نہ نشان متائڻ جي طاقت رکي ٿو.... هُن کي حيرت ٿي تہ هُو اڄ زماني جو غم ڇو محسوس ڪري رهيو آهي!

زيبا نيرن هن جي سامهون رکي ميز جي ٻئي طرف ويهي رهي. نيرن ڪندي هو هڪٻئي کي ڏسندا رهيا ۽ کلي ڳالهيون ڪندا رهيا. نيرن ڪري هن جافرين جي ڳڙکن مان گلن ۽ وڻن کي ٻيهر ڏٺو پوءِ زيبا کي ڏٺو. دراز قدر ۽ جميل جسم جي هُڳاءَ کي پنهنجي ساهن ۾ پريو.

سندن شاديءَ کي ڪلهہ ئي تي مهينا پورا ٿيا هئا. پر اڃا تائين شاديءَ جي شروعاتي ڏينهن جو نشو مستيون ۽ شوخيون قائم آهن. هن وري هڪ نظر زيبا تي وڌي، ويجهو ٿي چيلهہ ۾ ٻانهن ورائي هن جي چهري کي قريب آندو ۽ هن جو مُک چمي ورتو. زيبا جو چهرو حياءَ ۾ ڳاڙهو ٿي گل جيان ٽِڙي پيو هو.

هُن کي خيال آيو تہ اڄ حيدرآباد وڃڻ واري پروگرام کي ملتوي ڪري ڇڏي ڳولا ۽ ڳالهيون ۽ جسماني قربتون موڪل جي ڏينهن کي تهوار بنائي ڇڏينديون پر ڊاڪٽر انهيءَ خيال کي روڪيو. اُهي هاڻ گهر جي شين کي سنڀاريندا, در ۽ دريون بند ڪرڻ جي عمل مان گذريا. بہ ڏينهن ۽ هڪ رات

هي گهر خالي پيو هوندو. کين انهيءَ جو الڪو بہ هو. نيٺ هو حيدرآباد وڃڻ لاءِ گهران نڪري پيا.

هاڻ اُهي ٻيئي سرن سان پڪي ٽيل شهر جي مکيہ رستي تي هلي رهيا هئا. گهمڻ جو شوق تہ هو پر زيبا کي لڳندو هو تہ مشتاق سان گڏ هلڻ چڻ هڪ خوبصورتيءَ سان گڏ هلڻ مثل آهي. اهو ساٿ ان ڪري بہ اهم آهي جو هن شخص کان سواءِ سندس جيون بي معنيٰ آهي.

اوچتو طوفاني هوا هلڻ لڳي جنهن ۾ راتوڪي مينهن جي آلاڻ ۽ گهٽي ٿڌ هئي. ڊاڪٽر ڪجهہ دير تہ هن ويندڙ سرديءَ کي برداشت ڪيو. ڊاڪٽر سوئيٽر بہ ڪونہ پائي آيو هو. شايد اهو سيءُ جيڪو صبح جو هو سو قابل برداشت هو پر هاڻ سرد، طوفاني هوا ۾ سيءُ هن جي براشت کان ٻاهر ٿيندو ويو.

ڊاڪٽر زيبا کي چيو "آئون گهران سوئيٽر پائي ٿو اچان ۽ گهرجي سنڀال لاءِ چوڪيدار ملوڪ کي چوندو ٿو اچان. توهان آهستي آهستي بس اسٽاپ ڏانهن هلندا رهو. آئون بہ اچي ٿو پهچان."

شهر جي پهرئين چوڪ ڏانهن ويندي زيبا جي دل ۾ خيال آيو تہ مشتاق کي روڪي وٺي ۽ پنهنجي شال هن کي ويڙهي ڇڏي.

ڊاڪٽر تڪڙو تڪڙو گهر هلي آيو. زيبا اڳيان چوڪ تي هڪ ڪنڊ ۾ بيهي رهي. بس اسٽاپ اڃان پري هو. سيءَ کان بچڻ لاءِ هُن شال کي ڇڪي بدن تي ويڙهي ڇڏيو.

...... ٿڌي تيز هوا جڻ ڪروڌ ۾ اچي، وڻن، چوڻڪن ۽ گهٽين ۾ چوڌاري هر هنڌ سرڙاٽ ڪري هلي رهي هئي.

جج صاحب پنهنجي گهر جي اڱڻ ۾ جيڪا اخبار پڙهي رهيو هو تيز هوا ان کي اڏائي رهي هئي. هُن اخبار کي ويڙهي ڇڏيو. هوا جيڪا ٽِڪ ۾ هئي، هُن انهيءَ جي رخ کي ڏٺو. هوا جي سرڙاٽ ڏانهن ڌيان ڏنو. هن کي واضح طور لڳو تہ اڄ 8 ڊسمبر 1968ع جي آچر جي صبح، راتوڪي برسات

کان پوءِ هلندڙ سرد طوفاني هوا جي آواز ۾ عجيب دانهون ۽ ڪُوڪون هيون، چڻ يم[1] جا ڪتا روئي رهيا هجن.

اسپتال ۾ بيٺل جاويد مسيح ڊاڪٽر کي حيرت مان ڏٺو. مشتاق گهر ۾ داخل ٿيو. گهر جي اڱڻ مان هُن هوا جي طوفان کي ڏٺو. هوا تيز ۽ پُرشور هئي.

در کولي جڏهن ڊاڪٽر مشتاق گهر جي سمهڻ واري مکيہ ڪمري ۾ داخل ٿيو تہ هن تڙڪاٽ جا آواز ٻڌا. تڏهن هن مٿي ڇت ڏانهن ڏٺو. ڇت ۾ لڳل ڪاٺ جو مکيہ داسو وچ مان ٻن واضح حصن ۾ ٽٽي رهيو هو. انهيءَ آواز ۽ منظر مشتاق کي ڊيڄاري ڇڏيو. هُن ڊپ مان ڪمري جي سامان تي نظر وڌي، سوئيٽر سامهون پٽ ۾ لڳل ٽنگڻيءَ تي ٽنگيو پيو هو.

سوئيٽر کڻڻ لاءِ هو تيزيءَ سان سامهون پٽ ڏانهن وڌيو تہ سڄي ڇت هن جي مٿان ڪرڻ شروع ڪيو. چاهيندي بہ هو اتان جيئرو نڪري نہ سگهيو.

..... ۽ هڪ شخص تي ڪري پيل گهر مان ڏوڙ اڏامي هوا ۾ پکڙجي رهي هئي!

—

[1] يم: هندو ڏند ڪٿا ۾ موت جو ديوتا.

# گذري ويل ڪجهہ منظر

انتظار جهڙي ڪيفيت مان بيزار ٿي هوءَ گهر ۾ هتي هُتي هلندي رهي. هن رڌڻي ۾ ملازمہ کي ڏينهن جي ڪرت ۾ رڌل ڏٺو. ٻاهر اڱڻ ۾ وڻ پنهنجو پاڻ ۾ ٻڏگها ٿي انت ڏانهن وڃي رهيا هئا. جيڪو ڪجهہ آهي سياويڪ آهي. سج جڏهن لهندو، تڏهن سندس وَر جو چهرو گهر جي درَ مان پورنماسيءَ جي چنڊ جيان اُڀرندو. انهيءَ سڄي ۾ آسپاويڪ جيڪو آهي سو اهو آهي تہ اڄ هن کي پنهنجي ورَ لاءِ وڏو انتظار آهي، هڪ فيصلو ٿي وڃڻو آهي هن جي اڳيان هر گهڙيءَ جي دير هن جي مَن ۾ تذبذب جو سبب بڻبي پئي وڃي.

صبح کان هن کي ائين محسوس ٿي رهيو آهي ڄڻ پنهنجي اندر ۾ ڀڃي ٽُٽي وِکرندي پئي وڃي، جڏهن تہ هن کان اڳ سدائين هن کي محسوس ٿيندو هو تہ سندس شيشو مضبوط آهي ڪنهن Unbreakable glass جيان. ائين هوندي بہ اڄ انهيءَ ۾ ڪتان ڪتان سِيرون پئجي ويون. صبح ڪجهہ پٿر، جيڪي ڪنهن پُراڻيءَ پيتيءَ ۾ اڄ جي انهيءَ لمحي جا منتظر پيا هئا، هڪ هڪ ٿي سندس ڇاتيءَ تي لڳا، بلڪل ائين جو هڪ بيڪران خاموشيءَ ۾ پٿر ڪنهن بيٺل پاڻيءَ ۾ ڪِرن، سطح جيڪا آئينو هجي آئينو نہ رهي.

هوءَ واپس اندر آئي. ٽن بيڊ رومز واريءَ انهيءَ سينگاريل گهر جي ڪمري ۾ سندس سورهن سالن جو پُٽ علي سمهيو پيو هو. پيار ۽ شفقت جيڪا صبح کان وٺي سندس اکين مان گُم ٿي ويئي هئي هاڻ واپس سندس نيڻن ۾ لهي آئي.

هوءَ انهيءَ گهر ۾ پنهنجي پُٽ جي ماندان ڏکاري بيٺي رهي، جنهن ۾ پندرهن سالن کان هوءَ رهندي آئي هئي. اڄ هن کي پنهنجو پاڻ، گهر جي ديوارن تي ۽ انهيءَ کان وڌيڪ پنهنجي ور تي، جيڪو سندس لاءِ هڪ گهاتي وڻ جيان هو بي پناهہ غصو ۽ ڏُک هو تہ پنهنجي ور جي سمونڊ جي

انت ۾ پاڻ ڪڏهن بہ نہ لهي سگهي آهي. پنهنجي انهيءَ دعويٰ ۾ آءٌ پاڻ ڪيتري نہ غلط هئس تہ مون سندس تھ تائين سڀ ڪجهہ ڏٺو آهي. انهيءَ جي انت تائين پڳي آهيان ۽ مون سندس هيو ڪنارو بہ ڏٺو آهي.

جڏهن تہ هاڻ ائين بہ آهي تہ سمونڊ ۾ پهاڙ بہ آهن ۽ وڏيون ڇپون بہ. انهن ۾ ڪيترا ڪوڏ سپيون ۽ موتي لڪل آهن ۽ هوءَ نٿي ڄاڻي.

گهر جي دائري ۾ ڦرندي هوءَ واپس اسٽور روم ڏانهن هلي آئي، جتي ردي ۽ ضايع ٿي ويل شيون گڏ ٿيل آهن. ڪُرسيون، ميزون، اخبارون، ڪتاب، فائيل، پيتيون ۽ پُراڻا بسترا سڀ ڏوڙ ۾ ڍڪيا پيا هئا. اسٽور ڪونہ هو ڄڻ گذري ويل زندگي هئي. ايامن جو آئينو هو.

هتي انهيءَ ڇوڪريءَ جون ڪجهہ تصويرون بہ هيون. انهيءَ ننڍي قد واري ڇوڪريءَ جي بنفشئي اکين ۾ سپنن جون روشنيون هيون. ڇوڪري بلاشڪ خوبصورت هئي ۽ هر تصوير ۾ هوءَ زير لب مُرڪي رهي هئي. ڪجهہ تصويرون ڪراچيءَ جي تفريحي هنڌن تي ڇڪيل هيون ۽ ڪجهہ هڪ بيڊ روم ۾، جيڪو گهر کان وڏيڪ هڪ هوٽل جو روم ٿي لڳو. Bedroom tone ۾ جيڪي تصويرون هيون، انهن ۾ اها مرڪ تار تار ٿي ٽُٽي ويل ٿي لڳي، ڄڻ خواهش جو خنجر مسلسل هڪ يڪسانيت سان انهيءَ کي وڍيندو هجي. اهي تصويرون جن کي ڪيترين ئي معنائون ممڪن آهن. انهن جو هن گهر سان ۽ سندس ورَ سان ڪهڙو تعلق آهي ۽ مَن عجيب خواهشون ڪندو هيو تہ جيڪو لِڪل آهي زنجير جي اندر آهي، تالي ۾ بند آهي، ڏسجي تہ ڇا آهي. وڏو وقت هوءَ اسٽور ۾ ويٺي رهي. پنهنجو پاڻ کي ڇڪيندي تنگ ڪندي رهي. هن جو مُک، جيڪو هڪ گرهستي، هڪ ماءُ جو مک هو صبح کان تاڻيل هو پل پل سخت ٿيندو ويو. ذهن ۾ طوفان ٿي هليو ۽ اکين ۾ لُڙڪ هئا ۽ زهر ٿي ڇُلڪيو.

هوءَ باهر نڪتي. ملازمہ چانهہ ٿي ٺاهي تنهن مان هن سمجهيو تہ شگفتہ آئي هوندي۔ هڪ ذهين ۽ سلجهيل ڇوڪري جيڪا سندس پُٽ جي ٽيوٽر آهي. هوءَ اسٽڊيءَ ۾ داخل ٿي. سندس پُٽ ڇرڪي ميز تي پيل ڪتابن کي هيٺ مٿي ڪيو ۽ شگفتہ هن جي سامهون ويٺي هن کي Words worth جي ڪوتا جون معنائون سمجهائي رهي هئي. هن کي ايندو ڏسي،

پنهنجو ڳالهائڻ بند ڪري ڪِلي چيائين "ويهو اسين اڄ پوئٽري پيا پڙهيون، اسان جي مدد ڪريو." ملازمہ چانهہ جي ٽري پٽ سان لڳل هڪ وڏي ميز تي رکي ۽ هن عليءَ جي ڪتابن مان اهو ڪجهہ ڳولي ڪڍيو جنهن کي هن کيس ايندو ڏسي لِڪائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، جڏهن تہ ماءُ کان پُٽ ڇا ٿو لِڪائي سگهي. اها هڪ پروگريوس رپورٽ هئي جيڪا اسڪول هر مهيني ترتيب ڏيندو آهي. جيتوڻيڪ اها رپورٽ خراب ڪونہ هئي- پر هڪ ماءُ جي نظر ۾ اها بهترين ڪونہ هئي. الائي من ۾ ذهن مان ڪيترين ڪاوڙون سميٽجي هن اکين ۾ لهي آيون.

"هيءَ رپورٽ آهي تنهنجي؟ تنهنجا افعال پڙهڻ لِکڻ وارن ڇوڪرن جهڙا تہ نہ آهن."

"نہ ماما."

"خاموش- آءٌ ڪجهہ بہ نہ ٻڌندس، تون پوين ڇئن مهينن کان منهنجي شفقت جو ناجائز فائدو وٺندو رهيو آهين، تو چيو هو نہ: 'ڊيئر ماما آئيندي ائين نہ ڪندس'، هاڻ بہ اهو چوندين نہ پر آءٌ چوان ٿي جيڪڏهن تنهنجي اها حالت رهي تہ اسين توکي هاسٽل ڇڏي ايندا سين. پوءِ تنهنجي مرضي پڙهہ نہ پڙهہ." شگفتہ ڳالهائڻ جي وچ ۾ چانهہ ٺاهي ۽ انهن کي ڏني ۾ پنهنجو ڪپ کڻي عليءَ جي سامهون ويٺي ۽ چيائين:

"موجوده رپورٽ گذريل مهيني کان سٺي آهي."

"پر ايتري سٺي ڪونهي، علي، تون پاڻ کي انگلش جو ڏاڍو سمجهندو آهين نہ! گهٽيون مارڪون ڪنيون اٿئي." ٻاونجاهہ! بس نہ!؟ اها آهي تنهنجي پروگريس؟ توکي پنهنجو پاڻ کي سُڌارڻ کپي." ڪجهہ رُڪجي هن چيو "شگفتہ! هن کي سمجهائي هيءُ اسان جو اڪيلو اولاد آهي، هن جو نہ سڌرڻ اسان کي ڪيترين تڪليفون پهچائيندو مون کي اها اميد آهي تہ تون اهو سڀ سمجهائي سگهندينءَ."

ٻاهر نڪري هن کي محسوس ٿيو تہ هن بي تحاشا ڳالهايو. ٽيوٽر ڇوڪريءَ کيس ڪڏهن ايترو طيش ۾ ايندو نہ ڏٺو هوندو. هن کي ڇا خبر تہ منهنجي ڪاوڙ جو رڳو هڪ سبب ڪونہ هو. هن کي اها ڄاڻ تہ ڪونہ هوندي تہ هڪ ٻيو ماري وجهندڙ سبب بہ هو جيڪو صبح کان اندر ۾ تيزيءَ سان

وڏندو هن کي گهيري ويو هو هاڻي انهيءَ مان ڪافي ڪجهه هو جو هن انهن ماندان اوڳاڇي ڇڏيو. جنهن کي هن اڄوڪو سارو ڏينهن ڪروڙ مان گڏ ڪيو هو ته تصويرن جو ڪهڙو تعلق آهي، هن گهر سان ۽ سندس ور سان. تصويرن جو انداز ۽ منظر جيڪي گذريل ڪافي سال اڳ واري عرصي کان ظاهر ڪن ٿا. اهو عرصو سندس شاديءَ کان اڳ جو هو يا پوءِ جو سوال اهو ڪونهي. پر اهو آهي ته اها خوبصورت ڇوڪري خاموشيءَ سان هڪ ڪمري ۾ مختلف هنڌن Move ڪندي رهي ۽ هُن کي ڪجهه پتو نه پيو. ڪجهه خبر نه پئجي سگهي هن کي؟! ٻاهر ئي ٻاهر هن جو ور هڪ ٻيو گهر وسائي ويٺو هو.

مسئلو اهو به ڪونهي اهو آهي ته مون کان لِڪائي ويو هو سڀ ڪجهه. اسان مان هرهڪ ڇا پنهنجا گناهه ثواب پنهنجي ذات ۾ مخفي رکڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. جيتوڻيڪ ڪوڙ ڪٿي نه به ڳالهائجي، سچ ڳالهائڻ جي همت به ڪونه ٿو ڪري؟

يڪايڪ سورهن سال اڳ جون ڪجهه يادون ذهن جي اڱڻ تي لهي آيون. هن چاهيو هوءَ انهيءَ وحشي وقت کان، جيڪو گذري ويو پڇي... پر، يادون ڳالهيون گناهه ثواب جيئن اسان جو پيڇو نٿا ڇڏين. تيئن ڪجهه گنهگار منظر هن جي اکين اڳيان لهرائيندا ڳائيندا رهيا ته ڪير آهي جو مٿي آهي غلطين کان، قدم جنهن جا مضبوط رهن ٿا سدائين. ڪٿي به اهي ٽڙن ڪونه ٿا۔ اهڙو ڪوئي انسان آهي؟

هجن به ڪٿي پنهنجي طرز عمل ۾ اهڙا فرشتا صفت ماڻهو۔ پر پاڻ ته نه آهي! هن گهر ۾ گرهستي بنجڻ کان اڳ هوءَ پاڻ به محبت جي رستي تي هڪ شخص جي ٻانهن جي گهيري لاءِ ڊوڙندي رهي هُئي. جڏهن اهو شخص پاڻ پري ٿي ويو تڏهن اها ڊوڙ به ختم ٿي. شاديءَ کان پوءِ جيڪڏهن اهو شخص وري هن کي اِشارو ڪري ها ته ڇا هوءَ ضبط ڪري سگهي ها. ڊوڙي هن جي پٺيان نه پوي ها!

هن پنهنجي ور ۽ گهر کان اهو سڀڪجهه لِڪائي رکيو هو. سچ ڳالهائڻ جي همت جيڪڏهن سندس ور ۾ ڪونهي ته هن ۾ به ڪٿي آهي. "شايد هڪ ٻئي کان جام ڳالهيون اڃا به اسان لِڪائي رکنداسين۔ شايد انهيءَ ۾ ئي اسان ٻنهي جو ڀلو آهي."

هڪ فيصلو ڪري هوءَ اسٽور ۾ گهڙي، سموريون تصويرون pack ڪري ساڳيءَ جاءِ تي رکيائين ۽ سوچيو: هوءَ پنهنجي ورَ کان ڪڏهن به ڪو هڪ سوال انهن تصويرن بابت نه ڪندي، جو اهو سڀ ڪجهه لِکل ئي ٺيڪ آهي."

"ڪجهه هُن وٽ ڪجهه مون وٽ."

... جيتوڻيڪ اسين اڃا به هڪ ٻئي جي سمونڊن ۾ لهي ڪوڏ سپون ۽ موتي ڳوليندا رهنداسون، جڏهن ته هاڻ اهو ڄاتو اٿم ته اسان جي سمونڊن ۾ ٻوٽا به آهن ته جبل ۽ ڇپون به، انهن هيٺ ڪيترو ڪجهه لِکل آهي سا ڄاڻ اسان کي نه پوندي."

اهو سوچي هوءَ پُرسڪون ٿيندي وئي ته اسان مان ڪو به هڪ ڪنهن ٻئي لاءِ لازمي ناهي ته سڀ ڪجهه ڄاڻي!

–

# هڪ وڻ جي ڳولا

حسين ڳوٺ ۾ اندر لهڻ بدران ٽورو اڳيان لهي پيو! ويگن ۾ ويٺل سيني انهيءَ بي پرواهہ شخص کي لهندي ڏٺو جنهن جي هٿ ۾ هڪ بريف ڪيس هو ۽ هوائون هن جي وارن کي اُڏائي ٽي ويون.

هو چڱو پنڌ ڪري بچاءُ بند ڏانهن هلي آيو. پاٽي بند جي پٿرن کان هيٺ، ٻېر جي جهنڊن سان لڳي وهي رهيو هو. وچ سير ۾ هڪ ڪاٺ لڙهندو ويو ۽ ٻہ ٻيڙيون اچا سڙهہ تاڻي تيز وهڪري سان مقابل هيون. ٽورو مٿي پاٽيءَ مٿان پکي ٽي اُڏاڻا ۽ انهن کان مٿي آسمان تي گهٽائون گهنگهور هيون. دريا جي هن پار آسمان پهاڙين جي جنهن سلسلي سان ملي ويو هو تن مٿان ڪڪرن جو ڌنڌ متحرڪ هو ۽ اهي نيريون ڏيکائي ٽي ڏنيون. ڇڻ ڪڪرن انهن کي آسمان کان ٽورو نير چورائي ڏنو هجي.

مينهن ڦڙو ڦڙو وسڻ شروع ٿيو. هو مينهن کان بچڻ لاءِ هيٺ دريا ڪناري ٻېر جي جهنڊ جي پناهہ ۾ ويهي رهيو. هاڻ وسندڙ مينهن جي ڌنڌ ۾ سڄو ماحول ويڙهجي، ڪنهن خواب جي اک ۾ لهي آيو. پهاڙين جي نيراڻ ڌنڌ ۾ ڳري وئي. ٻيڙيون دريا جي ٻي ڪپ سان وڃي لڳيون. ملاحن سڙهہ ويڙهي ڇڏيا. هن وچ سير ۾ اڻ لکي ڪا شڪل ڏٺي. وسندڙ مينهن ۾ ڇلندڙ ڇولين ۾ اڪيلو تن تنها اهو ڇا آهي...؟ هن ڏٺو ڪوئي آهي جو تنبي تي ترندو اچي.

تنبي تي ترندڙ اهو نوجوان ڪپ تي پهچي ليٽي پيو. هن ڏڳها ساهہ ٽي کنيا. قد ڏگهو ۽ جسم موڪرو هئس. بند اکين وارو سانورو مک هينئر مٿي هاڻو هو. مينهن هاڻ جهڪو ٿي ويو هو. ٻېرن جي جهنڊ مان هلندي هو نوجوان جي ويجهو آيو جيڪو ٻوڙن ۾ لِڪل پنهنجا ڪپڙا ڪڍي پهري رهيو هو.

هو چُپ چاپ هن جي اڳيان اچي ويٺو. سانوري نوجوان ڪنڌ ڦيرائي هن ڏانهن ڏٺو. هن کي ڏسڻ سان هو يارهن سال پويان هليو ويو. يارهن سال اڳ هن ڳوٺ ۾ جت ڪتي اهو حسين سان گڏ هو. اسڪول ۾ راند جي ميدان تي، ڪجين جي جهنڊن ۾ مورن جا پک چونڊيندي، مڪ پٽيندي اهو هن سان گڏ هو۔ ميرو!

"يار تنهنجو نالو ڇا آهي؟"

سانوري نوجوان وڏي عجب مان هن خوش لباس شخص کي ڏٺو ۽ سوچيو: هن کي منهنجي نالي سان ڪهڙو مطلب آهي...

"تنهنجو نالو ميرو ته نه آهي."

هن عجب مان حسين کي ڏٺو. جنهن کي پاڻ نه ٿو سُڃاڻي سو سندس نالي کان واقف آهي. هن ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي۔ يارهن سال اڳ۔ يارهن سال اڳ.

يڪايڪ ميرو هن کي ياڪر ۾ پري پنهنجي موڪري ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏيو.

"يڪو وِساري ويٺين؟"

حسين ڪجھ به سمجهي نه ٿي سگهيو ته ڪهڙو جواب ڏي ته هو ڪتي گُم هو.

اُهي بند تي مٿي چڙهي آيا. بيلدار لانديءَ ۾ ڳمين سان گڏ ويٺو هو. اهي اڳيان هلندي رهيا. سامهون پاڻي ڪاتي جون پڪيون عمارتون ڏنڊليون نظر اچي رهيون هيون بند جي ٻاهران ڪجين جا وڻ هٽ ۾ ڪنڌ اوچا ڪري بيٺا هئا. انهن جا مور پک ڏوپجي ويا هئا. ڪجين جا هيڊا ڳاڙها ڇڳا چمڪيا ٿي ۽ پنل طوطن انهن کي تڪيو ٿي.

بند تان هيٺ لهي اهي ڪجين جي وچ مان ٿهيل پيچري تي هلڻ لڳا. ڪجيءَ جي جهنڊن ۾ هڪ گهري ماٺ ۽ سرمئي انڌارو ڦهليل هو. هنن جي هلڻ ۽ ساھ کڻڻ کان سواءِ ٻيا سڀ آواز فنا هئا. اوچتو انهيءَ بي پناھ سڪون ۾ ڪانياٺيءَ جو نڪاءُ اُڀريو. ٻه طوطا پنهنجا پنل پرَ ڦڙڪائي اڏاڻا. ڪجين جي مور پکن ۾ هلڪي چرپر ٿي ۽ پاڻيءَ جا ڦڙا ٽمي حسين جي نرڙ تي ڪِريا.

توري پريان هڪ مور تهو ڪيو.

"مور اجا بہ هتي آهن؟"

"ها ـ آئون ڪڏهن ڪڏهن انهن جا پر چونڊي ايندو آهيان. مون اهي سپ سنڀالي رکيا آهن. ننڍي هوندي اهي توکي وڻندا هئا نہ؟"

"انهن جي رنگن ۾ بناوت ۾ وڏو حسن آهي. مون کي اڄ بہ اهي وڻندا آهن."

حسين کي لڳو تہ هو هينئر پنهنجي ننڍپڻ ڏانهن موٽي ويو آهي. اهو ٻار بنجي ويو آهي، جو مورن جا پر ڳوليندي، ڪڇيءَ جي جهنڊن ۾ بي پرواهہ گهمندو هو.

سندن ماندان هڪ مور پرَ ڦهلائي نچيو پئي.

هن جي اندر جو ٻار تيستائين اکيون کولي ناچ ڏسندو رهيو جيستائين اهو نچي روئي اُڏامي نہ ويو.

ڪچين جي وچ مان وهندڙ شاخ تي هڪ شخص ڏنگ تي ڏوتا ۾ پاسي ۾ لانڍيءَ جي اڳيان ڪچين جا چڱا ستيا پيا هئا ۾ هڪ وڏو ڪانٽو اُيو هو. ڪجهہ پورهيتن ڪچين جون سَرون ڪپي ٻوريون تي پريون ۾ ڪن اهي توري منهن سبي ٻيل گاڏين تي بار تي ڪيون. منشي وهي کاتي جي رجسٽر تي جهڪيو پيو هو. بي انتها خاموشيءَ ۾ انهن جا آواز تري ڪنن ۾ ٻريا ٿي.

ڪچين جا جهنڊ اُڪري هو ٻيئي هاڻ کيتن جي ٻنن تي هلي رهيا هئا. نيڻ نهار تائين سارين ۾ ڪمند جا کيت پکڙيل هئا. ٻن ڪولهي عورتن کوهہ تان پاڻي پئي پريو. سندن چوڙيون ڇٽڪيون ۾ چيرون چمڪيون ٿي.

هلندي ميرو محسوس ڪيو تہ حسين ٻنهہ ماٺ آهي. "هيترا سارا سال ڪٿي هئين." ميروءَ خوامخواه ڳالهائڻ تي چاهيو.

"تو ڇا تي ڪيو ٻهرين تون ٻڌاءِ"

"مون مئٽرڪ پاس ڪئي. بابو پڙهڻ ئي نہ پيو ڏي. هاڻ ماستر آهيان. انهيءَ اسڪول ۾، جنهن ۾ اسان گڏ پڙهيا آهيون."

"ڏاڍو سُٺو."

ميرو مُرڪيو. حسين کي لڳو تہ وقت گذري ويو پر اها مُرڪ نہ بدلي ٻارن ۾ گلن جي مڌم مڌم مرڪ. "ٻئي پر ڇا ڪرڻ ويو هئين؟"

"دريا پار؟"

"ها."

ميرو مسڪرايو. يڪايڪ هن جي اکين ۾ ڪا چمڪ اچي ويئي.

"حسين ٻئي پر.... هوءَ رهندي آهي."

"ميرو تون هن لاءِ سدائين دريا اڪري پار ويندو آهين؟"

"هائو."

"ميرو اسين سڀ سهڻي جيان آهيون ۽ ڪچي گهڙي تي پار ٿا وڃون."

"حسين تون هيترو وقت ڪٿي هئين؟"

حسين ڪجهه دير لفظن جو زهر پيتو ۽ پوءِ اوڳاڇيو "ميرو آءٌ ڊاڪٽر ٿي ويو آهيان."

ڪيت ختم ٿيا تہ ڳوٺ جون ڪچيون جايون لوڙها ۽ لنگهہ ظاهر ٿيا. وڏا پِنل ميدان نيڻ نهار تائين ڦهلجي هليا. مينهن سبب مٽي جمي وئي ۽ ڪچيون پٽيون آليون هيون. هنن پٽين ۾ گهٽين سان هو ڪيڏو نہ هريل هو.

يونين ڪائونسل پاران مقرر ماڻهوءَ شمعدان ٻاريو. "حسين! يارهن سال پنهنجي هن ڳوٺ تي ڪي وڏيون تبديليون ڪونہ ڪٿي آيا آهن. مڊل اسڪول جي نئين عمارت ۽ ننڍڙي اسپتال ٺهي آهي، ۽ بجليءَ لاءِ هو ٻيو شاعر رڙي پيو."

"ڪير عثمان 'غريب' اڃا جيئرو آهي؟"

"ها اوتري همت سان جيترو يارهن سال اڳ. انهن ننڍين تبديلين ۾ هن جو وڏو هٿ آهي."

حسين جو تصور يارهن سالن پويان هليو ويو. هن ٻڍي شاعر جي اڳواڻيءَ ۾ هر آچر تي ٻاراڻيون ادبي گڏجاڻيون ۽ اها هڪ تقرير جنهن تي ڪيس آڪاڻين جا پنج ڪتاب انعام ۾ مليا. اهو اڃي سونهاري وارو بزرگ جنهن جي نِرڙ تہ، نمازون پنهنجا نشان ڇڏي ويون هيون، ٻانهون ڦهلائي ٻن جي اڳيان اچي بيٺو: "هو هو بابا تون حسين اهئين نہ!"

هڪ شخص ڍڳن جي جوڙي سان تيز ڊوڙندو آيو ميرو انهيءَ کي روڪيو ۽ چيو "ڏس ڪير آيو آهي." حسين پاڻ کي عارب جي ويڪري ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏيو. جنهن منجهه مٽيءَ جي خوشبوءِ هئي ۽ پورهئي جي قوت هئي. ڍڳا پنهنجي مالڪ لاءِ رنڀيا تہ عارب اوڏانهين وڌيو.

"ميرو عارب جي ٻيرين ۾ ڪيڏا نہ مٺا ٻير هوندا هئا." حسين پڇڪيو ٻيرن جي رت ايندي تہ اهي سڀ عارب جي اڳواڻي قبول ڪندا ۽ آچر جي ڏينهن هو انهن جي اڳيان هڪ شان سان هلندو ٻيرن جي باغ ۾ وٺي ايندو. ٻيريون ڏوڻي جهول ڀري اهي موتي ايندا هئا.

"حسين اهي ٻيريون سُڪي ويون. پاڻي ڪاتي وارن ٻوڙ جي ڊپ سبب پاڻي بند ڪري ڇڏيو. شاخ مان پاڻيءَ جو اهڙو ڪو سلسلو ڪونهي جو پاڻي هتي پهچي."

"اهي سڀ وڻ سُڪي ويا؟"

"ٻيريون ۽ سارين جا کيت. هاڻ غير آباد زمين تي ڇورن جون پاٿاريون آهن."

گهٽيءَ جي ڪنڊ تي چاچي جمعي جي گهر وٽ هڪ جهور ماڻهو ويٺو هو. "جمون چاچا اٿئي." ميروءَ چيو.

حسين ڏٺو هي شخص ايترو ٻڍو ٿي ويو آهي ۽ ٻيل گاڏيءَ تي ياچيون بار آهن. هاڻ هيءُ شخص هِتان نڪرندو. سانوڻ جي روئندڙ انڌي آسمان هيٺ سڄي رات سفر ڪندو. صبح جو شهر جي منڊيءَ ۾ ڪنهن دلال جي سهاري ياچيون وِڪڻي موٽي ايندو ۽ هڪ ڏينهن هن جاءِ تي، هن گاڏيءَ تي ڪوئي ٻيو هوندو. هر سياڻي پاڻ سان ڪيڏا نہ رنج ۽ وهم ڪٺي ٿي اچي.

ٿورو اڳيان گهٽيءَ ۾ ميروءَ جي گهر وٽ، نئين ماڻهوءَ کي ڏسي ڪتي پڻنڪي رومڙ ڪئي. ميروءَ جي اِشاري تي اهو ٻيهي رهيو ۽ ويجهو اچي سڪون سان پُڇ لوڏڻ لڳو.

"حسين! تون گهر هل. امڙ توکي ڏاڍو ياد ڪندي آهي."

حسين کي افسوس ٿيو تہ شهر ۾ وڃڻ کان پوءِ هن سڀني محسنن کي وِساري ڇڏيو هو. ميروءَ جي ماءُ کي وِساري ڇڏيو. جنهن وٽ سياري جي راتين جو ڪچي صفي جي اندر آڳيڻي جي مچ جي چوڌير ميرو عائشہ عارب ۽ هو رات جو دير تائين آکاڻيون ٻڌندا هئا. ڪيڏي نہ ڳهير هئي ميروءَ جي ماءُ. الائي ڇو هن چاهيو تہ هو هن وقت صفي ۾ وڃايل تڏن تي پلٿي ماري وڃي ويهي ۽ هرويرو ضد ڪري تہ: امڙ سڀ ڪم ڇڏي مون کي چانهہ

پيار ۽ شهزادي گلبانوءَ جي ڳالهه ٻڌائي، جيڪا جادوگر جي ڪوٽ ۾ پٿر ٿي وئي هئي.

ٻيئي ڄڻا گهر ۾ گهڙيا. ساڳيو گهر هو مٿي لپيل، صاف، ست گلي جي ول ڇت تي چڙهي وئي هئي. موتئي جي ٻوٽن ۾ اڇا ڦول ڪڙيا هئا. هن ٻڍي عورت. نستائي سبب جنهن جا هٿ ڏڪيا ٿي، حسين جو مک پنهنجي لرزندڙ آڱرين ۾ پڪڙيو "ڪوهه ايڏو ڪُلال ٿي وئين؟"

ڳالهائيل لفظن ڪان پوءِ ايندڙ ٻئي بيوفا لمحي ۾ حسين کي ائين محسوس ٿيو تہ هاڻ جيڪڏهن هڪ پل بہ بيهندو تہ ڪنهن ننڍي ٻار جيان روئي پوندو. هي سڀ هن کي رانديڪا ڏئي نہ سگهندا. يڪايڪ هو ميڪانيڪي انداز ۾ ٻاهر وڃڻ لاءِ مُڙيو.

"ابا!" ٻڍي ماءُ بي اختيار پُڪاريو.

"حسين!" ميرو رڙيو.

هو تڪڙو تڪڙو پنهنجي چاچي جي گهر جي انهي در تي اچي بيهي رهيو جنهن در تي ٻارنهن سال اڳ هن لکيو هو: "هيءُ حسين ۽ عائشہ جو گهر آهي." اهو در تہ نہ بدليو پر اهي سڀ رنگ اُڏامي ويا هئا.

گهر جي چائنٺ اُڪريو تہ هن جا قدم ڄمي ويا. پنيري هوءَ ويٺي هئي. مينهن ڏوهندي هن جهونگاريو ٿي. 'ڏئي ڏينهن ٿيا. ڪوهہ چاٺان ڪهڙا پرين...' کير جي سيڙهہ چئونري ۾ ڪنهن مٺي سنگيت جيان وڄندي رهي. ڪافي پل هو هن کي گلابي هٿن سان، ٽٽن کي ڪاريگريءَ سان زور ڏئي کير جون ڌارائون ڪيندي ڏسندو رهيو. کير ڏوهي هن پاڏي جي ڳچيءَ مان رسي ڇڏائي. پاڏو ٻل ڏئي ماءُ جي ٿڻن سان چهٽي ويو. کير جي چئونري کڻي، مُڙي هن حسين کي ڏٺو. مک تي ڪئين رنگ آيا ۽ ويا. چئونري هٿن مان ڇڏائي وئي. مينهن آهوري مان منهن ڪيڍي هنن ڏانهن ڏٺو. عائشہ بيخود هئي: "هي شخص ڄڻ خوابن مان نڪري سندس اڱڻ تي اچي بيٺو هو. هن کي ڪهڙي خبر آهي تہ پوين ٻارهن سالن جو هر پل سندس سار ۾ گذريو آهي. سندس من مان وجود کي ڌوڏي ڇڏيندڙ پُڪار اُٿي: 'حسين او حسين.'

يڪايڪ هن ڪنهن چرڪيل هرڻيءَ جيان ٿاهه ڪاڏو تڪڙو ان ڪوٺيءَ ۾ وئي، جت هن جو پيءُ ڏکهي بيماريءَ ڪَنڻ ڪان پوءِ ڪمزور ٿي کٽ تي پيو هو.

"بابا! هو آيو آهي."

"ڪير؟"

"هو سچي حياتيءَ ۾ پهريون پيرو حسين بابت ڳالهائيندي هن کي حيا پئي آيو."

"هو ڪير؟" ٻڍي پيءُ چڙ مان پُڇيو.

"آءُ! چاچا آءُ حسين" سامهون در تي حسين بيٺو هو.

ٻڍي پيءُ آهستي آهستي کٽ تان اُٿڻ جي ڪوشش ڪئي پر حسين هن کي ائين ڪرڻ نہ ڏنو. ويجهو اچي سندس پير ڇُهيا ۽ چيو "چاچا!"

"... ..."

"توهان جي طبيعت هاڻي ڪيئن آهي؟"

"شڪر آهي."

"وڏي وقت گذرڻ ڪان پوءِ آئون آيو آهيان." حسين جڻ پنهنجي ڏوهن جي سبب لاءِ لفظ گهڙيا. رنل ڪاوڙيل لفظ

"توکي هِتان وئي گهڻا سال ٿيا؟"

"يارهن سال چاچا!" ٻڌائيندي هن کي شرم آيو.

"... اهي ٿورا ڏُکيائي سهي گذري ويا. ماستريءَ جو مدو پورو ٿيو. آءُ پينشن تي لٿس. عائشہ جي ماءُ خدا ڏانهن هلي وئي. آءُ کٽ جي حوالي ٿيس. بيماريءَ کي بہ خرچ کپي، ٿوري بچت هئي. جي. پي فنڊ جا پئسا، ڪجهہ اسان خرچ کي گهٽايو..."

عائشہ چانهہ کڻي آئي. هن چانهہ حسين کي ڏني ۽ پيءُ کي. پنهنجو ڪوپ کڻي هوءَ کٽ جي پيرانديءَ کان ويهي رهي. هن کي حسين (جو سامهون ڪرسيءَ تي ويٺو هو) جي اڳيان چانهہ پيئندي عجيب پئي لڳو تہ: تي ماٺهو وڏي آرام سان چانهہ سرڪين پيا. هاڻ چانهہ ۾ ڪنڊ بدران محبت ڳري وئي آهي. اها چانهہ نڙيءَ مان لهي اندر وڃي هڪ وڻ جيان وڌندي ۽ انهيءَ جون شاخون وجود جي هر حصي ۾ ڦهلجي وينديون.

ڪافي دير عجيب سُڪون بخش ماٺ انهيءَ جي چوڌاري ڇانيل رهي. حسين ڳالهائڻ تي چاهيو پر هن کي ائين لڳو ته هن جيڪڏهن ڳالهايو ته اها ماٺ وڏي ڌماڪي سان ڦاٽي پوندي، جنهن جي اثر ۾ اڄي اهي سڀ هڪ طمانيت جي احساس مان ڇانهه سرڪي رهيا آهن.

"عائشه" ٻڍي پيءَ هڪ وڏي وقفي کان پوءِ ڳالهايو.

"حسين جو هنڌ اُتي ئي ٺاهجي جتي يارهن سال اڳ هو رهندو هو."

حسين کي لڳو ته اهي لفظ جي تورو اڳ ڳالهايا ويا. وڏي سگهه هئي انهن ۾. اهي پنهنجن اکين ۾ يادن جا ڪيئين سلسلا کٽي آيا هئا. هن ڏٺو ته هو ڪيئن عائشه کي آڪاٽين جي راڪاسن کان ڊيڄاريندو هو ۽ هوءَ اونداهي ڪمري ۾ لرزندي هئي "مون کي ڊپ ٿو ٿئي حسين."

"مون کي ته نه ٿو ٿئي."

"آءٌ امان وٽ وڃي ٿي سُمهان."

تڏهن حسين هن جي ٻانهن پڪڙي چوندو "ڏس آءٌ ڪونه وينو آهيان، راڪاس اڄي به ڏسي. ست ئي سسيون هڪ ڏک ۾ پار."

هن جي سيني ۾ ماري وڄهندڙ ڏک جو احساس جاڳيو. وقت ۽ حالتن جو راڪاس ڇاتي ٺوڪي عائشه جي چوڌاري فنا جا ٻاڻ کٽي گهمندو رهيو. تڏهن هو ڪٿي هو؟ ڪنڌ کٽي هن ڏٺو عائشه هتي ڪونه هئي ۽ ڇاچو ڇُپ چاپ ليٽيو پيو هو. حسين ٻاهر نڪري ڏٺو. اڱڻ جي پرئين حصي ۾ ڪجيءَ جي قدآور وڻ هيٺ هوءَ بيٺي هئي. هو هن جي اڳيان اچي بيٺو ته سهي پر ڪجهه سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته شروع ڪيئن ڪجي. ڪهڙي ڳالهه ڪجي. ڪجهه به نه آڙيو تڏهن هن چيو:

"وڏي پيڻ تو لاءِ ڪجهه اُماٽيو آهي."

"ڇا؟" آواز ٿڙيءَ جا سڀ تڙ اوُتڙ اڪري سهڪندو حسين تائين پهتو. آواز جي سهڪڻ کي ساڻ ڪري هو بريف ڪيس مان هڪ وڏو لفافو ڪڍي آيو. ڏيندي چيائين "آءٌ هٿ مُنهن ڌوئندس."

"پاڻي وهنجڻ جاءِ ۾ رکي ڇڏيو اٿم." عائشه چيو ۽ آهستگيءَ سان اڳيان هلي وئي. ڪافي دير حسين چپ بيٺو هن ڇوڪريءَ کي محسوس ڪندو رهيو. پوين يارهن سالن هن کي ڪيترو نه تبديل ڪري ڇڏيو هو.

الائي چو هو عائشہ جي پويان هليو آيو. دريءَ مان هن ڏٺو تہ کٽ تي ويهي هن لفافو کولي ڇڏيو هو. جنهن ۾ ڪتاب، خوشبوءِ جي شيشي، چوڙيون ۽ بہ بريزيئر هئا.

عائشہ ڪنڌ موڙي هن کي ڏٺو ۽ لڄائي خالي لفافو ائين اُڇليو جو بئي برزيئر انهيءَ هيٺ ڍڪجي ويا. پنهنجي خيال ۾ سڀ ڪجهہ لِڪائي، هن ڪنڌ ورائي کلي چيو:

"ڇا ٿا ڏسو بہ ڪتاب آهن. خوشبوءِ جي شيشي ۽ چوڙيون آهن."

"۽"

"ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي."

"ٻيو بہ ڪجهہ آهي."

"مون چيو نہ بہ ڪتاب آهن، خوشبوءِ جي هڪ شيشي آهي ۽ چوڙيون آهن." (دل ۾ هن چيو ۽ تون آهين تہ خوشبوئون آهن. لفظن کي معنيٰ چوڙين کي جهنڪار آهي ۽ سيني ۾ ڌڙڪڻ آهي- هاڻ ڇا آهي جو ناهي.)

ائين ڪافي دير هوءَ مُرڪندي رهي. هو بيٺو ڏسندو رهيو.

وهنجڻ جاءِ ۾ هن ڏٺو تہ هتي اڄو پرٽ پريل پهراڻ ۽ شلوار ٽنگيل هئي. وهنجي ٻاهر نڪتو تہ عائشہ بيٺي هئي. "پهراڻ تي پرٽ تو پريو آهي."

عائشہ ڪنڌ لوڏي ها ڪئي.

"ڇا منهنجي لاءِ؟" حسين پُڇي تہ وِيٺو پر لفظن ۾ جي چريون هيون سي سندس ئي سينو زخمي ڪري ويون. عائشہ جي مک تي بيوسيءَ جو هڪ احساس لهرايو هي شخص ڪيترو نہ پٿر دل آهي. اهڙو تہ ٻيو ڪير بہ نہ آهي، جنهن لاءِ هو اهو سڀ ڪجهہ ڪري. هو سدائين هن جو تصور ڪندي رهي. هن لاءِ انبلٽ جي رنگن مان لباس ٺاهيندي رهي. پر هو اهو سڀ ڪجهہ نہ ٿو سمجهي.

"حسين!" ٻڌو پيءُ رڙيو.

هو اڳڻ ۾ پيل کٽ تي چاچي جي سامهون اچي ويٺو ماني کائيندي، هُو هلڪن آوازن ۾ ڳالهائيندا رهيا. گذري ويل بيوفا لمحن جو درد لِڪائي مُرڪندا رهيا. حسين سوچيو: لڳي ٿو تہ پوين ڏکوئيندڙ يارهن سالن کي انهن بلڪل وِساري ڇڏيو. يارهن سالن جا لکين ڪروڙين لمحا ملڻ جي

هڪ لمحي ۾ گُم ٿي ويا. ماڻهو پنهنجي پر ۾ ڏاڍو قناعت پسند آهي. هن کي ٿورو ئي سهي سڪون گهرجي ۽ امن. شانتيءَ جا ٻه لمحا زندگيءَ جي اثبات ۾ ماڻهوءَ جي يقين کي ڪيئن نه پختو ڪري ٿا ڇڏين. يارهن سال درد جو طوفان هليو ۽ وجود جي وڻن ۾ سڪ جي شاخن کي ڪمزور ڪندو رهيو. پر ٿورو اڳ جو لمحو ۽ جو اڪ مان لهي من ۾ لٿو هو...؟

هن ماني ڪائي هٿ پٽي ڌوتا ته ميرو آيو ۽ ڇيائين "چاچا حسين کي چڪر ڏياري ٿو اچان."

هاڻ رات گهري ٿي هلي هئي. ٿڌي هوا ۾ وارن کي وڪرائي ڇڏڻ وارو زور هو. اهي ٻيئي ڇڻ هوائن ۾ ترندا هليا. ميرو ننڍپڻ جي آئيني ۾ ڳوٺ جا عڪس ڏيکاريندو هليو. سڀ ماڻهو محبت مان پاڪر پائي ملندا رهيا. جهيڻن آواز ۾ ڳالهائيندي سندس متعلق پڇندا رهيا. هو ڏاڍي نماڻائيءَ مان هنن کي جواب ڏيندو رهيو. اهي عثمان "غريب" وٽ اچي ويٺا. جتي هاڻ سيڪڙات شاعرن جو ميڙ هو. انهن سادن پورهيت ماڻهن جو ڪلام ٻڌو. جنهن ۾ حسن عشق جي ڳالهه هئي ڌرتيءَ ۽ انهيءَ تي وسندڙ ماڻهن سان محبتن جو اظهار هو.

رات اڌ کان وڌيڪ گذري ته اهي موٽيا. ڳوٺ جي خاموشين ۾ هوائون وڻن سان گلي ملي ڪليون ٿي. انهن جي اکين ۾ ڪيپ هئا. سڄو ماحول هڪ الوهي حسن ۾ ويڙهجي من ۾ هڪ وڏي سُک کي جنم ڏيئي ويو. حسين چاهيو ته هو زور سان ڪلي. چوڌاري سانت ۽ سُک آهي. اوچتو هن محسوس ڪيو سڪ ۽ سانت جي عميق ۾ ڏک آهي! چُپ چاپ, اُداسي ٿڪائي ڇڏڻ واري, جا ڪجهه ڪلاڪ اڳ هئي ۽ پوءِ اُپ تي چانيل ڪڪرن جيان ٽُٽي وئي هئي وري چانئجڻ لڳي. هن جي اکين وسڻ جا ويس ڪيا, اندروني اندر هو سڏڪيو. پنهنجي درد هيٺ دٻجي هن ميرو کان پُڇيو "ميروا پنهنجي پرينءَ کان جُدائي کي تو ڪڏهن محسوس ڪيو آهي؟"

"نه جدائي جي هڪ گهڙي به اسان وٽ نه آئي آهي. مون کي لڳندو آهي ته اسين هڪ ٻئي لاءِ جُڙيا آهيون..."

"ها چپ چو ٿي وئين؟"

”جلد اسان شادي ڪري ڇڏينداسين. هن جا مائٽ راضي ڪونهن پر اسان کي پنهنجي پيار تي يقين آهي... پر تون مون کان تہ سڀ سچيون ڪرائي وٺين. پر پاڻ بابت سڀ سوال لنوايو ڇڏين. ٻڌاءِ پويان يارهن سال تون ڇا ڪندو رهين؟“

”آءٌ جتي بہ هئس هن کي ياد ڪندو رهيس!“

”ڪير - ڇا عائشہ؟“

”شايد هوءَ عائشہ هئي پر هن کي ڪنهن ٻئي جي تلاش هئي. آءٌ هن کي ڳوليندو رهيس ۽ هوءَ ٻئي ڪنهن کي حياتيءَ جي برپٽ ۾ ڳولائن کان جو سفر... مون کي هڪ وڻ جي ڳولا هئي. مون تہ اهو سوچيو بہ ڪونہ تہ منهنجي نخلستان ۾ هڪ گهاٽو ڇانءِ ڏيندڙ پناهہ ۾ وڻندڙ وڻ بيٺو هو. ۽ آءٌ صحرا صحرا رلندو رهيس. مون کي وڻ جي ڇانءَ ڪپندي هئي پاڻيءَ جو هڪ ڍڪ ڪپندو هو.“

”۽ هوءَ پنهنجي وجود ۾ شاخون، پن، ٻور ۽ ڦل ڪٽي پيتڪندي رهي. آءٌ موٽي آيو آهيان هتي، جتان مون سفر شروع ڪيو هو. وقت جون ظالم هوائون ٽورو ٿي سهي منهنجي شاخن کي ساڙي ويون آهن، ٽڙ کي ڪمزور ڪري ويون آهن.“

”هوءَ هئي ڪير؟“ ميرو بي سبب پُڇيو.

”ميرو! هن جو ڪو هڪ نانءُ هڪ روپ نہ هو. هن جا بيشمار نانءَ ۽ روپ هئا. هن سان مون محبت ڪئي هئي. محبت جا ٽي وجي تہ وجود جي ذري ذري ۾ لهي ٿي وڃي ۽ ڪڏهن بہ ڏار نہ ٿي ٿئي. ماٺهو ڳولهيندو ٿو رهي، اکين ۾ خواب پري. پوءِ ملڻ ۽ نہ ملڻ جا غم پنهنجي اهميت وڃائي ٿا ويهن. انهن جي ضرورت نٿي رهي. اهو جو اسان کان پري آهي، دُور هليو ويو آهي، اهو سمجهي تہ اسان کي هن جي ضرورت ناهي. شايد اهو نہ ڄاڻي تہ پاڻ ايترو پري نہ آهي. اسان جي وجود ذري ذري ۾ هن جي گونج آهي. هن جو هڪ تصور آهي، خواب آهي، هڪ منظر آهي جو اسان پنهنجي ادراڪ ۾ ٿاهيو آهي. تنهائين ۾ هڪ مڪمل وجود بنجي اسان جي اڳيان لهرائي ٿو. ساهن جا گلاب ڪڙن ٿا. هن جي آواز جو سنگيت ٻري ٿو. ٻانهن جون چوڙيون ڇڻڪن ٿيون پيرن جي ڇير وڄي ٿي. اسان جي تصور جي باغن ۾ هن جي

ساروٽين جا مور نچن ٿا. وڻ پن ٽاريون برسات ۾ هوائون سنگيت ٿيون ڇيڙين.“

”وڇائڻ جي غم ۾ ايترو درد ڇريو سُک آهي حسين. مون نٿي ڄاتو. جدائين کان آءُ ڊڄل هئس- تہ هن کان سواءِ ماڻهو جي ڪيئن سگهندو؟“

”تو ڏٺو ماڻهو جيئي ٿوا ۽ ان لاءِ آڏا اُبتا دليل بہ ڏيئي ٿو.“ حسين روئڻ هارڪو ٿي ڪِليو.

هلندا هلندا هو گهر جي در جي سامهون مسجد جي دريءَ سان لڳي بيهي رهيا. اندر مولودين جي ٽولي رات جي سانت ۾ پرينءَ جي ثنا ۾ مست هئي. انهن جي آواز ۾ عجيب من جي تارن کي ڇيڙي وجهندڙ لوچ هو: ’ڪرمي مليو مون کي ڪانڌ ڪريمر- سدائين وٽي، سهڻوا و يار يار‘ اهي ڇڻ ڪنهن منڊ ۾ منڊ جي بينا پُڏندا رهيا.

ميروءَ کي رات گذري وڃڻ جو احساس ٿيو تہ هن چيو: ”صبح جو اسڪول اچج. ان اسڪول ۾ جنهن ۾ اسان گڏ پڙهيا آهيون. تون آءُ ۽ عارب.“ (۽ عائشہ) حسين دل ۾ چيو.

هو ٻاهريون در بند ڪري پير پير ۾ ڏيندو ان ڪوٺيءَ ۾ هليو آيو جتي هن کي رات ڪٽڻي هئي، اندر اچي هن لالٽين جي وَٽ مٿي ڪئي ۽ هنڌَ تي پيل ڪتابن کي اُٿلائي پٿلائي ڏٺو ڪتاب سڀ تازا ڇپيل هئا، هن جي لکيل ناول سميت! تنهن مان هن سمجهيو تہ عائشہ ڪتابن سان سنگ نہ ڇنو آهي. پيرن جي ڪڙڪي تي هن ڪنڌ کڻي ڏٺو. عائشہ آئي هئي کير جو گلاس کڻي. هن هڪ گهري ڇيندڙ نهار هن جي وجود تي اڇلائي عائشہ کي لڳو جتان جتان اها نهار گذري ڪنهن تيز ڇريءَ جيان هن جو جسم ڪپيندي وئي. ڪيترائي سال اڪين جي انهيءَ نهار لاءِ هوءَ واجهون وجهندي رهي. هن پنهنجون سڀ ڳڙڪيون کولي رکيون هيون. هاڻ انهن لکين ڪروڙين ڳڙکين ۾ هن جي نهار سوجهرو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ هوءَ سڀ ڳڙڪيون بند ڪري ڇڏيندي- هاڻ ڇا رهيو آهي جو مليو ڪونهي.

”کير تہ هاري ڇڏيو هيئي.“ حسين ڳالهايو.

”... ... ...“

”هر شيءِ سنڀالي ڪٽجي.“

"هاڻ ڏيان ڪندس. مون پنهنجو پاڻ سنڀالي ورتو آهي."

"بلي! ڪير جو سير سنڀالي نہ سگهئين، پنهنجو بہ مڻ وزن ڪيئن سنڀاليندئين؟"

"آءُ... آءُ ٻن مڻن جي آهيان؟"

"ها."

"تون هوندين."

"ٻن مڻن جو؟"

"نہ چئن مڻن جو؟"

"چئن مڻن جو؟"

"پيو نہ تہ ڇا." هوءَ کِلي.

کِل جي انهيءَ سلسلي ۾ حسين پڇي ورتو "عائشہ تہ مون کي ياد ڪيو؟"

"تو ڪيو؟"

"نہ."

"مون بہ نہ ڪيو."

"تو ڪيو هو."

"نہ."

"ڇا هڪ دفعو بہ نہ."

"نہ هڪ دفعو بہ نہ."

"ڪُوڙ."

"آءُ، آءُ ڪوڙ ٿي ڳالهايان." هن جو لهجو ائين بيوس هو ڄڻ هوءَ ايندڙ ڪنهن بہ لمحي روئي پوندي.

"حسين اُٿي هن جي اڳيان آيو ۽ چيو "آءُ ايترو ڄاڻان ٿو عائشہ تون مون کي ڪڏهن وِساري نہ سگهي هوندئين."

... ... ۽ گذرندڙ رات جي ڪافي حصي ۾ اهي هڪ ٻئي جي اکين جي ڪُنڊڪين ۾ واجهون وِجهندا رهيا. مڌم لهجي ۾ سرگوشيون ڪندا رهيا، مُرڪندا رهيا. الائي ڪيتان ناتمام آرزوئن جي ٻڙڇي سڪ جي سپني ۾ ڪپي ٿي. تڏهن اندر ئي اندر اهي سڏڪيا ٿي. رات جي پوئين پهر ۾ هوائون اوچتو تيز ٿي ڪجهيءَ جي ڇڙن ۾ ائين ٽڪرائيندڙيون رهيون، جي سمجهو تہ کِلن

پيون، جي، سمجھو تہ روئن پيون. جڻ اهي هوائون نہ هيون ڪجهيءَ جو وڻ نہ هو۔ عائشہ هئي ۽ حسين هو. جي سمجھو تہ کلن پيا، جي سمجھو تہ روئن پيا.

مسيت مان بانگ جو آواز ڳوٺ جي هوائن سان ملي پکڙيو تہ عائشہ اُٿي. هڪ ٻيو ڏينهن اچي ويو هو. روزاني معمول جي ڪمن جي شروعات جو وقت ٿي ويو هو. آهستي آهستي الائي ڪٿان، هوائن جي زور تي ننڊ حسين جي اکين ۾ هلي آئي. ننڊ بہ ڪنهن ڇنال ڇوريءَ جيان آهي. جي سڏيوس تہ مُنهن ڦيري ڇڏي، جي نہ سڏيوس تہ ڊوڙي اچي. ماٺهوءَ جي وجود سان محبت ٻنجي ڇهڻي پوي ۽ ڇاتيءَ سان لائي سُمهاري ڇڏي

صبح جي اُس پٽن تي ڦهلي. هڪ ٻيو صبح ڳوٺ جي زندگي پنهنجي رواجي سحر ۾ ونندو ويو. پر عائشہ جي اڱڻ ۾ ڦهليل سنهري صبح اهڙو راوجي نہ هو. هن ڏٺو ۽ محسوس ڪيو تہ اهو عائشہ لاءِ بنھ نئون هو. اهو سونهري روشنين جا لباس پهريل هڪ نوراني صبح هو.

گهر جو اڱڻ ساڳيو هو. ان ۾ بيٺل ڪجهيءَ جو وڻ ساڳيو ۽ انهيءَ تي ويٺل پکي بہ شايد ساڳيا هئا. پر هوءَ ساڳي نہ رهي هئي. راتورات بدلجي وئي هئي. هن محسوس ڪيو تہ سڄو عالم سونهري روشنيءَ ۾ ويڙهجي، اکيون کولي، کولي، هن کي ڏسي ٿو. گهر، گهر جو اڱڻ، ڪجهيءَ جا مور پکڻ، انهن تي لُڏندڙ پکي ۽ انهيءَ جي مٿان نيرو نيرو آسمان جڻ هڪ ٻئي کي چوندا هجن: 'عائشہ بدلجي وئي، عائشہ بدلجي وئي.'

ڪهڙو آهي هي صبح؟ جنهن ۾ سڀ ڪجھ ساڳيو پنهنجي نيم مطابق آهي. پر هيءَ دل بيمان اهو ڇو وسهڻ لاءِ تيار ڪونهي. اها ڇو ڌڙڪي ٿي. هڪ منو سرور ڇو رڳ رڳ ۾ ڊوڙي ٿو. اکيون ڇو ننڊاکيون آهن۔ چال ۾ ايڏو رقص ڇو آهي. جڏهن تہ هوءَ ساڳي آهي ساڻس گڏ سڀ ڪجھ ساڳيو آهي.

سڀ ڪجھ ساڳيو آهي پر هن ڪوٺيءَ ۾ جو گهري ننڊ ستو پيو آهي سو ساڳيو نہ آهي. صرف هڪ شخص جي ڪري هن صبح ۾ ايڏو دم آهي جو هن کي بيدم ڪري ويو آهي. حسين اهو سڀ تنهنجي ڪري آهي. هن هڪ دفعو ٻيهر ڪوٺي ۾ جهاتي پاتي، حسين هر ڳالھ کان بي خبر گهري ننڊ ستو پيو هو. هيترو حسين صبح گذري ويو پر هن نہ ڏٺو. اهو صبح جو عائشہ

ڏٺو ۽ محسوس ڪيو. ڪير عائشہ جي من ڪان پُڇي تہ ڇا ڇا نہ ڏسي ورتو هن ظالم زندگيءَ ڪان چورايل ڪجهہ سڪي لمحن ۾. جو هن سچي حياتي اهڙين بي شمار صبحن ۾ نہ ڏٺو. صرف حسين جي ڪري هن جي من ۾ هڪ اک کُلي پئي. اک جا خوب صورتيون ڏسي ٿي، محسوس ڪري ٿي. ماڻهوءَ جي نيم ڪي بدلائي ٿي ڇڏي. هر هنڌ حسن ۽ محبت جي ريشم مان ٺهيل پردو لهرائي ٿي ڇڏي.

عائشہ ڪنهن الهڙ ڇوڪري جيان هتي هتي هلندي رهي. سدائين جيان اڄ بہ مور پنهنجا ڏگها پَرَ ڦڙڪائيندو ڇت تي لهي آيو. انهيءَ ڇت تي جنهن هيٺ حسين ستو پيو هو. الائي ڪٿان هڪ ڍيل بہ هلي آئي. مور هڪ ادا سان پنهنجا پَرَ ڦهلائي نچندو رهيو. ڇت تي رنگ ۽ حسن جو ناچ هلندو رهيو. عائشہ چُپ چاپ پکين جي انهيءَ جوڙي ڏانهن تڪيندي رهي. خبر نہ آهي تہ ڇا تان ڪاوڙجي ڍيل اُڏامي ويئي. هاڻ مور رڙئي رهيو هو. درد مان ائين ڏانهن ڪري رهيو هو ڄڻ چوندو هجي: هن ائين ڇو ڪيو- ڇو ڪيو.

عائشہ جا صبح ڪان ڏاڍي خوش هئي، آهستي آهستي هڪ بي نامَ اُداسي هن کي گهيرڻ لڳي. ڪڪر جو هڪ ٽڪر سج جي اڳيان اچي ويو. زندگيءَ جي نور تي ڄڻ سايو پئجي ويو. خبر نہ آهي ڪٿان ٿو اچي اهو ڪڪر. سڀ نور ۽ نزاڪتون جنهن جي بي رحم سائي ۾ اچي ڏنڌليون ٿي وڃن ٿيون. ها پر اهي گُم نہ ٿيون ٿين. انهيءَ اميد تي ماڻهو جيئي ٿو. ڪڏهن نہ ڪڏهن اهو ڪڪر هٽندو. ڏُکارو مور اڃا تائين ڇت تي هو.

هن پنهنجا پَرَ ويڙهي ڇڏيا ۽ حيران هِتي هُتي نهاريندو رهيو ڄڻ چوندو هجي: ڪڏهن نہ ڪڏهن اهو ڪڪر هٽندو.

الائي ڪنهن مهل حسين هن جي پٺيان اچي بيهي رهيو. هن مُڙي حسين کي ڏٺو. ٺيڪ انهيءَ لمحي ڪڪر جو اهو ٽڪر جنهن سج تي سايو وجهي ڇڏيو هو هٽي ويو. هڪ پل عائشہ جي مک سميت سڀ ڪجهہ روشن ٿي ويو پر ٻئي پل مک تي ساڳي گرهڻ هئي ۽ اکين ۾ ڏنڌ هو.

"عائشہ هي تنهنجو مک ايترو ڦڪو ڦڪو؟"

"نہ تہ- آءُ ڇانهہ ٺاهي اچان!"

هوءَ رڌلي ڏانهن هلي وئي ۽ هو اڱڻ ۾ توائي توائي ڦرندو رهيو اُداسيءَ جو فنا ڪندڙ احساس هن جي مٿان لهي آيو. پنهنجن جي پناهه ۾ هوندي به هو دُکي هو. عائشه دُکي هئي. ڇت تي جيڪو مور هو سو به شايد دُکي هو. ڪٿان ٿو اچي اهو دُک؟ هن کي لڳو ته هميشه پنهنجي سوچ مطابق هو ٽوپ جي مُنهن سان ٻڌل هو. نڪا ٽوپ تي ڇٽي ۽ نه هو آجو ٿو ٿئي. پر عائشه ڇو دُکي آهي؟ هن کي ڇا آهي جو گهرجي. هن جي وجود جو وڻ ڪمزور سهي، ڇانءَ ڏيندڙ پناهه ۾ وٺندڙ ضرور آهي.

وڏو وقت هوءَ پتڪندي رهي. پتڪندي جڏهن هوءَ هڪ وڻ جي ويجهو پهتي آهي ته اها هيڪ ڪهڙي؟ هي شخص جو تو وٽ هليو آيو آهي عائشه هارايل ٿي سهي مار کاڌل ٿي سهي. اهو پنهنجي وجود ۾ قل ڦول بچائي آيو آهي. پر تون پري بيٺي آهين- انهيءَ ڪان جو اندر ٿي اندر ڪپيل آهي- هڪ محبت جو غم کائي آيو آهي.

هن کي پويان يارهن سال ياد آيا. پنجن سالن جي عمر ۾ ماٽتن هن کي شهر مان لوڌي ڳوٺ ۾ چاچي جي حوالي ڪيو. ۽ اٺ درجا پاس ڪري هو واپس گهر موٽيو. اهو ذهين ۽ حساس ڇوڪر جنهن کي ڪتابن ۽ ڪچهرين سان عشق هو. مائٽ جنهن کي پسند ته ڪندا هئا پر بيزاريءَ مان. انٽر سائنس پاس ڪري هو حيدرآباد- ڄامشوري هليو آيو. طب جو اهو شاگرد جو ٿورو گهڻو اديب به هو. ڪهاڻيون پڙهندي لِکندي هن کي هڪ ناليري ليڪڪ سان عشق ٿي ويو.

حسين کي هن ليڪڪا سان گذاريل آخري شام ياد آئي پنهنجي گهر جي اڱڻ ۾ هوءَ سندس سامهون ڪجهه پريشان ويٺي هئي. انهيءَ ڪان اڳ جو هو انهيءَ جو سبب پُڇي. هن ڳالهايو: "حسين! تون ڇا ٿو چاهين، آءٌ ڄاڻان ٿي. تو جهڙي هڪ دعويٰ مون کي به آهي. زندگي توکي ٻيا به گهڻا موقعا ڏيندي هن عمر ۾ تون ايترا روڳ ڇو ٿو پالين. هيءَ عورت جا عمر ۾ توکان ڏهه سال وڏي آهي. تنهنجو ساٿ ڏيندي ته سهي پر انهيءَ جو حق ادا نه ڪري سگهندي. ڄاڻان ٿي تون منهنجي پٺ ڪونه ڇڏيندين. آءٌ هي سڀ ڪجهه ڇڏي پئي وڃان. آءٌ هتي ڪونه هوندس. رهجي ويندا لفظ ۽ يادون.

جي تنهنجي ۽ انهن سيني جي ذهنن ۾ رهنديون جن سدائين مون کي پنهنجو سمجهيو.

"ڪيڏانهن وينديئين تون؟"

"جهنم ۾- هلنديئن؟"

"ها- تون سمجهين ٿو نه ٿي."

هوءَ جا درد جي ليکڪ هئي، پوءِ ڪيتري دير انتهائي بيوسيءَ جي حالت ۾ زندگي موت، درد ۽ سُک تي پنهنجي ڏنل ڪسوٽين کي ورجائيندي رهي- ٻئي ڏينهن ادبي حلقن جي اکين ۾ لُڙڪ ڏئي هن آپگهات ڪري ڇڏيو.

هڪ وڏي اديب هن جي تربت تي گل رکندي چيو "حسين هن جي ڪهاڻي پوءَ ساگر اڪرڻ جي ڪهاڻي هئي. هوءَ وڏي دلير عورت هئي. جيترو وقت جيئري رهي هن پنهنجا لڙڪ لِڪائي رکيا يا انهن کي پنهنجي ڪهاڻين ۾ پوئي ڇڏيو. ڪنهن کان ڪڏهن هن ڪجهه گهريو ڪونه. حسين هوءَ تنهنجي ويجهو هئي. هن کي ڇا محبت ماري وئي...؟"

"آءٌ نٿو ڄاڻان- هن مون سان محبت نه ڪئي هئي."

عائشه چانهه کڻي آئي. هن هڪ درد ڀڏل نگاهه کڻي هن کي ڏٺو. ايڏو درد سهي هو هتي آيو آهي. پنهنجن جي پناهه ۾. پوءِ به الائي ڇو ميار جو خنجر جو يارهن سال تکو ٿيندو رهيو. اکين مان ڇهري مان ڪٿان انهيءَ جي جهلڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿي وئي. هاڻ جڏهن آءٌ موٽي آيو آهيان ته پوءِ ميارون ڪهڙيون. هي گهڙيءَ جي خوشي گهڙيءَ جي بيزاري ڇو؟

عائشه تي ٿوري دير اڳ اُداسيءَ جو جيڪو احساس لهرايو هو. حسين جي مک جي دونهن کي ڏسندي وڌيڪ سخت ٿي ويو.

"عائشه" حسين ڳالهايو.

هوءَ ڏاڍي حيران ٿي، ڇڻ اهو آواز ٿورو اڳ ڪنهن کان ٻڌو هجي. ڪهڙو هو اهو آواز درد جي زور تي پڇي پري پيل هن کي ياد آيو ته اها مور جي پُڪار هئي ۽ حسين جو آواز هو.

"حسين! تنهنجي اندر ۾ درد جو ايترو زهر آهي مون نه ٿي ڄاتو."

"توکي ڄاڻڻ کپندو هو."

"مون وِچڙيل مور جي پڪار ٻڌيَ آهي. تنهنجو آواز ٻڌو اٿم. هاڻ سڀ ڪجهہ ايترو لِڪل نہ آهي. ايترو درد تون ڇا ڪندين. مون کي ڏئي ڇڏ. سڀ درد ۽ غم مون کي ڏئي ڇڏ."

"توکي!"

"ها مون کي."

"حسين." چاچي سڏ ڪيو.

"چاچا منهن ڌوئي ٿو اچان." حسين وراڻيو.

عائشہ نيرن کڻي آئي. انهن ٿنهي گڏجي نيرن ڪئي. هيئن گڏ ماني کائيندي هن جي من ۾ آيو تہ هو ايترين محبتن جي بدلي ڇا آهي جو ڏئي سگهي ٿو. ڪهڙي موٽ هو ڏئي. هي جي ايتري موهہ مان ڪيس پسند ڪن ٿا. جن ڪڏهن بہ ڪا شڪايت نہ ڪئي آهي. ڪٿان آيو آهي ايترو شڪر هنن وٽ. "آءُ هاڻ هتي ئي رهندس چاچا... هڪ ننڍي اسپتال... هڪ ننڍو گهر."

چاچي جي مک تي مُرڪ ترڻي ۽ عائشہ لجائي هتان هلي آئي. هن کي هاڻي ڪنهن سان بہ شڪايت ڪانہ هئي: هڪ ننڍي اسپتال هڪ ننڍو گهر ـ حسين تنهنجي مهرباني.

حسين ڏٺو تہ ٻڍي چاچي جو مک اندروني جوش سبب ڳاڙهو ٿي ويو ۽ اکيون چمڪيون ٿي، اکين جي اها چمڪ ۽ مک جي سرخي اهڙي هئي جا وڏي اطمينان کان پوءِ پيدا ٿيندي آهي، جڏهن خواهشون ختم ٿي وڃن ۽ سپنن کي ساڀيان جو سچ ڇهي امر ڪري ڇڏي. هن آرام سان اکيون ٻوٽي، ڏگهو ساهہ کڻي چيو "دل ٿي چوي ٻاهران وڙڪي اچان."

"هن حالت ۾..."

"آءُ ٺيڪ آهيان." هن پاڻ کي ڏٺو "آءُ بلڪل ٺيڪ آهيان."

ٻڍو بيمار چاچو لٺ کڻي ٻاهر وڃڻ لاءِ مڙيو. "آءُ بہ ٿو هلان." حسين چيو. ٻيئي ننڍيون ننڍيون وِکون کڻندا، ڳوٺ جي پنيان کيتن ۾، کيتن کان پري ڪجهيءَ جي جهنڊبن ڏانهن هليا آيا. ٻڍو چاچو ڪنهن ٻار جيان ٿي لڳو. ننڍين ننڍين ڳالهين ڏانهن اِشارا ڪري هو ڳالهائيندو رهيو. چاچي کي اُڃ لڳي تہ

اهي ڪوهہ ڏانهن موٽيا. حسين هن لاءِ پاڻي ڪڍيو. پاڻي پيئندي اهو اُٿيو.
منهن ڳاڙهو ٿي ويس ۽ ساهہ مُنجهي ويا. حسين هن جي پٺي مهٽيندو رهيو.
ڏينهن جيئن پوءِ تيئن تِکو ٿيندو ويو. سج هاڻ وچ آسمان تي چمڪيو
ٿي. "ٻپهر ٿي وئي- گهر هلون." اهي واپس وريا. ڏينهن تتل هو. چاچو وڻن
پٽين جي پاڇن جي ڇانءَ مان هلندو رهيو. حسين کي ياد آيو تہ ميروءَ
اسڪول اچڻ لاءِ چيو هو. در وٽ چاچي کي ڇڏي هو ڳوٺ جي گهٽين ۾
نڪري آيو. ماڻهن کي هٿ ٻڌندو. چانهہ پيئڻ جي صلاحن کي مهربانيءَ سان
لنوائيندو هو بازار اُڪري ويو. مڪان ۾ علم جي هيٺ ڪجهہ مست الست
ماڻهو ويٺا هئا. پاسي ۾ بزرگ جي مزار مان اگربتي ۽ لوبان جي خوشبوءِ
ڦهلجي ٿي وئي. هو بہ پل انهن سان ويٺو. ننڍي هوندي هو محرم جي ڏهن
ڏينهن جو گهڻو وقت انهيءَ علم جي سائي ۾ گذاريندو هو.
جڏهن هو اسڪول پهتو تہ موڪل جو گهنڊ وڳو. ٻار گوڙ ڪندا، ڪِلندا
ٻاهر پئي نڪتا. هن چوڏاري نهاريو پرائمري اسڪول جي عمارت ساڳي
هئي ۽ پُراڻي لڳي رهي هئي. پاسي ۾ مڊل اسڪول جي عمارت نئين هئي.
رستي جي ٻنهي پاسي شيشم جا قدآور وڻ ڇانوَ ڪري بيٺا هئا. ننڍي
هوندي سائين وڏي (هيڊ ماستر) جي اڳواٽيءَ ۾ انهن سيني اهي وڻ پوکيا هئا.
اڄ اهي ايترا جوان هئا جو ڪوبہ ماڻهو انهن کي ڏسي پوکڻ وارن کي ياد
ڪري سگهيو ٿي.
ميرو ۽ استاد ٻاهر نڪتا. حسين سيني نَون ۽ پُراڻن استادن سان مليو.
اهي هاڻ شيشم جي وڻن جي ڇانوَ ۾ هلي رهيا هئا. "ميرو! آءٌ شام جو واپس
ويندس. پر هفتي کن ۾ موٽي بہ ايندس."
"ڇا؟"
"مون هاڻ سدائين لاءِ هتي رهڻ جو اِرادو ڪيو آهي. ڪيڏو نہ امن ۽
سُڪون آهي هن ڳوٺ ۾."
اهي ٻيئي گهر آيا. منجهند جي ماني انهن گڏجي کاڌي عائشہ پُڇندي
رهي. "ڪائو- اڄا ڪپيوَ؟" حسين کي لڳو تہ سدائين هيءَ ڇوڪري گهر کي
گهر ڪري رکڻ واري آهي. ماني کائي ميرو هليو ويو ۽ هن ڪجهہ گهڙيون
آرام ڪيو.

هاڻ پاڇا پنهنجي قد ۾ ڊگها ٿيندا ويا. شام چُپ چاپ اڱڻ تي لهي آئي. عائشہ جا ڪجهہ وقت ستي هئي. هاڻ پريشان هئي. ننڊ ۾ هن برو سپنو ڏٺو هو. هوءَ بيابان ۾ قتيل پيرن سان ڊوڙندي رهي. پٺيان مڪروه چهرن جا هجوم پنهنجا هٿيار کڻي گهوڙا ڊوڙائيندا هن جي پٺيان هئا. الائي ڪٿان حسين نڪتو... ۽ هٿيارن جا مُنهن ٻنهي جي ڇاتين ۾ لهي ويا...

حسين اُٿيو تہ هن ڇانهہ ٺاهي. هن چاهيو تہ هوءَ پنهنجو پوائتو خواب هن کي ٻڌائي. پر اهو سوچي تہ هاڻ سڄي حياتي پئي آهي ٻُڌڻ ۽ ٻُڌائڻ لاءِ، هوءَ چُپ رهي.

حسين ڇاڇي کان موڪلايو ۽ چيو تہ هو هڪ هفتي جي اندر موٽي ايندو. عائشہ اڱڻ ۾ بيٺي هن کي ويندي ڏسندي رهي. هاڻ جڏهن هو ويو پئي تہ الائي ڇو پوين ڪجهہ سکي لمحن تان هن جو اعتبار ڏنڏلو ٿيڻ لڳو: تہ هي شخص واپس ورڻ ۾ ٻيا يارهن سال تہ نہ لڳائي ڇڏيندو.

حسين ڪنڌ جهڪائي تڪڙو هلندو رهيو. هو خوش هو ان مسافر جيان جو صحرا صحرا رلندو ڪنهن نخلستان ۾ هلي آيو هجي. هلندي هو حڪيم فضل دين جي دواخاني جي اڳيان بيهي رهيو. حڪيم فضل دين! الائي ڪيترو اڳ، ڪٿان ڪهي هن ڳوٺ ۾ آيو هو. اهو خدا ترس ماڻهو جنهن جو بت پريل، رنگ ڳورو، سفيد سونهاريءَ وارو مک سدائين مُرڪندو رهندو هو. جنهن کي مسجدن، کوهن، مسافرخانن سان عشق هو. اهو ڪڏهن دواخاني ۾ دوائون ڪرل ڪندو ڪڏهن ڪنهن اُجاڙ قبرستان ۾ رلندو ۽ ڪڏهن مسجد جي اندر ديوارن تي پاڪ آيتن جا رنگ ڀريندو نظر ايندو هو. اڄ بہ اهو دواخانو ڪليل هو پر حڪيم فضل دين؟ هن هڪ واٽهڙو کان پُڇيو "هتي حڪيم فضل دين رهندو آهي نہ؟"

"بہ ٽي سال ٿيندا اهو گذاري ويو."

يڪايڪ حسين کي لڳو تہ سڀ ڪجهہ هن جي نظر جي سامهون آهي. دواخانو کوهہ (جنهن مان هن وقت بہ هڪ عورت پاڻي ڪڍي رهي آهي) ۽ مسجد جي ديوارن تي پاڪ آيتن جا ست ئي رنگ لهرائي رهيا آهن، پر حڪيم فضل دين نہ آهي. هن جو نئڊيڻ هن جي هٿن مان ڇڏائجي انبرن جي وسعتن ۾ تحليل ٿي ويو. ايندڙ لمحا واجهہ وجهي ويٺا آهن خبر نہ آهي اهي اسان کان ڇا ڇا نہ کسي ويندا.

هن ڳوٺ ۾ کوهہ تہ ڪيترا آهن. هو هڪ ٻئي کوهہ جي اڳيان اچي بيٺو. هن کوهہ تي لڳل يادگار پٿر پڙهيو: هي کوهہ شري خوشحال داس جي شيوا ۾ سندس وڏوا رڪمڻي 1938ع ۾ تهرائي راس ڪيو.

پاسي ۾ پپل جي ٿڙ کي ٽيڪ ڏئي هڪ جهور ماڻهو ويٺو هو. هن جي ڪاري رنگ واري وڏي مُنهن تي پنبڻين جا وار بہ اڇا ٿي ويا هئا. مٿي تي اڇن وارن جو ڇڻ آڪيرو ٺهيل هو. حسين هن جي ويجهو اچي بيٺو. هن کي ياد آيو ننڍي هوندي جڏهن هو هتان پنهنجي شهر ويندو هو تہ هيءُ شخص جو هاڻ جهور ٿي ويو آهي لاري هلائيندو هو. سڀ ماڻهو کيس "واسينگ" ڪوٺيندا هئا. اهو سدائين حسين کي پنهنجي پاسي ۾ ويهاريندو ۽ ڪاڻ لاءِ ٽول بہ وٺي ڏيندو هو. حسين هن جي ماندان پنهنجي نندپڻ جي ڪجهہ منظرن تان پردو هٽايو ۽ پوءِ ڪيتري دير اهو ٻڍو ماڻهو پنهنجائپ جي موهہ مان ڳالهيون ڪندو رهيو. سانجهہ جي سرمئي اونداهين ۾ هن شخص جي گهر مان ميرن اپالن ٻارن جو ٽولو نڪتو. ڪاري رنگ جا اهي ٻار جن جي وارن جي گهنڊين ۾ چيڙهہ پئجي ويو هو الهندڙ شام جي سمي مٿيءَ ۾ ڪيڏڻ لڳا. هڪ ننڍڙي چوڪر ٻن ساون پنن کي ملائي هاڻ وات سان ائين ٽي ڦوڪيو جو اهي سيٽي جيان وڳا ٿي. پپل جي سائي ۾ اها سيٽي وڄندي رهي، هن جي من ۾ سک ۽ سانت جي احساس کي پختو ڪندي وتي.

هاڻ سج لهڻ تي هو. بازار جي منهن وٽ يڪايڪ هن ڏٺو تہ سڀ ماڻهو ڪنهن وڏي ويڌن ۾ هئا. اهي هڪ ٻئي جي پٺيان ڊوڙيا ٿي. ڄڻ اڳيان ڪو حادثو ٿيو هجي. باهہ لڳي هجي. ڪجهہ تہ آهي جو ماڻهو بدحواس آهن. ڳوٺ ۾ هن ڪڏهن بہ اهڙو لڪاءَ نہ ڏٺو هو. ڳوٺ جي زندگي سدائين هڪ رُخ ۾ وهندي هئي- امن ۽ سڪون جي طرف.

اڄ هن ڳوٺ کي ڇا ٿيو آهي؟ هن تڪڙو هلڻ شروع ڪيو. فطري تجسس جي جذبي ڪر کنيو. ڇا ٿو ٿي سگهي؟ ڇا بہ هجي پر انهيءَ جو امڪان بنهہ ڪونهي تہ اهو سِڌي طرح هن تي اثر وجهندو. هو ڪيڏا ڏُک کڻي آيو هو. ڪيڏا سک کڻي پئي ويو. ماڻهو وٽ اهو ڇا آهي جو جهولي پلٽيو پوي. تمام گهڻن ڏُکن کي هو پري جي ڳالهہ سمجهيو وِساريو ڇڏيو. پر

من ۾ ويٺل اهو حريص جذبو جو لِڪي ويٺو آهي- ڪنهن مياڻ ۾ ويڙهيل خنجر جيان. خبر نہ آهي ڪيئن ڪتان نہ ڪتان انهيءَ جي ڇهنب ٻاهر نڪريو اچي ۽ اندر ئي اندر زخم وجود ۾ ايندا رهن تہ اهو سڀ ڪجهہ جنهن جا اسان خواب ڏٺا. اسان وٽ نہ آهي. اهو جو ڪٿي نہ ڪٿي ٻئي ڪنهن وٽ موجود آهي. اسان اهل بہ هئاسين. انهن تعبيرن جا جي اسان جي خوابن کي نہ مليون. ماڻهو جو جتي آهي اتي پرپور ڇو نہ آهي. پورنتا؟ سک جي ساگر جو ڪِنارو اسان کان ايترو پري ڇو آهي. جو نظر تہ اچي ٿو پر ويجهو نہ ٿو اچي. جيڪڏهن اچي ٿو تہ تڪميل جي ٻن لمحن ۾ ڇو ٿي اچي. سڄي حياتي ماڻهوءَ وٽ ڇو نہ ٿو رهي.

حسين ٽاٽي جي اڳيان ڳاهٽ ماڻهن وٽ اچي بيهي رهيو. انهن سيني جا مک ائين لٽل هئا ڄڻ سيني سان ڪجهہ ٿي ويو هجي. ڪو وڏو ڏوڏي ڇڏيندڙ ڏک پوري سگهہ سان هنن تي وار ڪري ويو هجي. انهن سادن بي پهچ ماڻهن جي وچ ۾ حسين جنهن جي هٿ ۾ هڪ بريف ڪيس هو. بيٺو هو. سڀ ماڻهو هن جي چٺوڦير مڙي ويا ڄڻ پُڇندا هجن: هاڻ ڇا ٿيندو؟ هاڻ ڇا ٿيندو؟ ماڻهو ڪنهن آس جو يقين ڪٽي هن ۾ نهاري رهيا هئا. اهي اکيون ڄڻ هن کان ڪجهہ گهري رهيون هيون. ڄڻ اهي سڀ مري چڪا هئا ۽ هيتري هجوم ۾ هوئي هڪ هو جو دم عيسيٰ ڦوڪي سگهيو ٿي.

"ڇا ٿيو آهي؟"

اهي سڀ جي ڪجهہ گهڙين لاءِ مري ويا هئا. پنهنجا صليب ڇڏائي ڇريا پريا. ننڍين آواز ۾ موت کان زندگيءَ جي طرف آيا. الائي ڪتان عارب ماڻهن جي پيڙ کي چيريندو هن جي ويجهو آيو ۽ ڇيائين "حسين! ميرو مارجي ويو!"

سڄي ميڙ تي ساڳي سانت ڇانئجي هلي. جا ڪجهہ پل اڳ هئي. اهي سڀ موت جي سائي ۾ اچي ڇپ ٿي ويا. حسين کي لڳو تہ ڪن غير مرئي هٿن هن کي صليب تي چاڙهي ڇڏيو ۽ ترين ۾ ميخون ٺوڪي ڇڏيون.

"ميرو ۽ سندس "هوءَ" ٻئي مارجي ويا. ڪارو ڪاري جي ڏوهہ ۾!"

امالڪ عارب حسين جي ڇاتيءَ سان ڇهتي سڏڪڻ لڳو.

سانجهيءَ جي سرمئي اونداهيءَ ۾ حسين ڏٺو تہ چاچو لٺ ٽيڪيندو آيو ۽ انهيءَ جي اڳيان ميروءَ جي ماءُ چرين جيان رڙيون ڪندي ڊوڙندي ٽاٽي جي وڏي پڌر ۾ نم جي هيٺ پيل پنهنجي پٽ ۽ هن جي محبت جي ڳيا ڳيا لاشن تي ڪري پئي.

صليبن تي ٽنگيل ماڻهن جي وچ ۾ بيٺو هو حسين ۽ تورو پري رستي تان آخري ويگن تيزيءَ سان گذرندي وئي.

-

# ڏنڊ

هوءَ هٿ ۾ شاپنگ بيگ لوڏيندي، لڇپت روڊ تان ٿيندي، هوشو شيدي روڊ تي ٽريفڪ سگنل وٽ حيران بيهي رهي. ڪجهہ اڳيان سرڪيولر بلڊنگ واري پاسي وٽ هو بيٺو هو. هن کي ائين، ايترن سالن کان پوءِ ڏسي اندر ۾ ڪجهہ خاليپڻي جو احساس وڌي ويس. من زور سان پُڪاريندو رهيو: 'تون آءُ پرين تون آءُ پرين...' من جي پُڪار کي روڪي هن ٻيهر ڏٺو تہ هو اُتي نہ هو... هوءَ ٿڪل ناتوان، روڊ اُڪري ڪري ڪراچي هوٽل وٽان ٿيندي، پنهنجي گهر هلي آئي. هن بہ پيس لان جا خريد ڪيا هئا. پرفيوم ۽ لپ اسٽڪ، پنهنجي ڌيءَ لاءِ، جا ڪراچيءَ ۾ ميڊيڪل جي پهرين سال جي شاگرد هئي ۽ موڪلن ۾ وٽس اچي رهي هئي.

هن گهر پهچي پنهنجي ملازم کي منجهند جي ماني لاءِ منع ڪري ڇڏي. هوءَ ڏاڍي پريشان هئي. ويڪري بيڊ روم جي درين جا پردا برابر ڪري، هوءَ پلنگ تي ليٽي پئي. بند بيڊ روم ۾ اوندهہ گهري ۽ گهاٽي ٿي هن جي وجود تي لهي آئي. هينئر هن يڪايڪ پاڻ کي اڪيلو ۽ افسرده محسوس ڪيو. هن چُپ چاپ پنهنجي ماضيءَ جي مهربان نامهربان لمحن جو حساب ڪيو. ويهہ سال اڳ جا اُهي مهربان لمحا ۽ ڪجهہ وقت اڳ جو اهو لمحو جنهن ۾ هو نظر آيو. زندگيءَ جا ويهہ سال هن جو ڪجهہ بہ بگاڙي نہ سگهيا هئا. هڪ ٿي نهار ۾ هن ڏٺو تہ اُهو ايترو ئي شادان ۽ فرحان هو- جيترو ويهہ سال اڳ!

يڪايڪ انهن مهربان لمحن کي ماضيءَ کان الڳ ڪري، جنهن ۾ هوءَ هن سان گڏ هئي. انهن جو نوس وجود محسوس ڪيو. انهن مهربان لمحن کي پنهنجو چهرو هو. لاتعداد چپ، ٻانهون ۽ اڪيون هيون ۽ حرارت هئي. هن ڏاڍي پاٻوهہ مان پنهنجي لرزندڙ چپن سان انهن لمحن جا چپ چُميا، اکيون

ڇُميون ۾ ٻانهن جي امر جيڏي ٿَهلاءَ ۾ پاڻ کي ويڙهجندو محسوس ڪيو.
انهن مهربان لمحن جي سحر ۾ هن پاڻ کي ڏاڍو مطمئن محسوس ڪيو.

يڪايڪ اهي مهربان لمحا زندگيءَ جي باقي لمحن ۾ تحليل ٿي ويا. تڏهن هوءَ سحر مان نڪري آئي. هن پاڻ کي ڏاڍو غير مطمئن ۽ مضطرب محسوس ڪيو. هوءَ اُٿي ڊريسنگ ٽيبل جي اڳيان اچي بيٺي ۽ آرسيءَ ۾ پنهنجو عڪس ڏٺو. قميص جي زپ کولي، بريزر لاٿو. پنهنجا آڳا پيچا ۽ گولائيون ڏٺيون. جسم جي سختي ۽ حرارت محسوس ڪئي. زندگيءَ جا ويهه سال هن جو بہ ڪجهہ بگاڙي نہ سگهيا هئا. هوءَ اجا بہ جوان هئي، حسين هئي. هن پنهنجو پاڻ کي بچائي رکيو هو- الائي ڇا لاءِ؟

زندگيءَ ڪيئن نہ هڪ نامحسوس طريقي سان سڌي ليڪ ۾ گذرندي هلي هئي. اوچتو هي ڇا ٿيو جو ويهہ سال اڳ سندس زندگيءَ مان نڪري ويل شخص اوچتو من جي چانئٺ ٽپي آيو. جسم جي ندي لهر لهر ڇُلي پئي ۽ من ۾ گونجي اُٿيو ان جي شور جو سنگيت.

ويهہ سال اڳ جا اهي مهربان لمحا هن جي وجود تي لهي آيا. هُو سندس هڪ ڪلاس ميٽ جو ڀاءُ هو. پنهنجو ڪاليج اٽينڊ ڪري سندس ڀيڻ کي وٺڻ ايندو هو تہ ڪيس بہ گهر تائين پهچائي ويندو هو. ٿوهہ جوڀن جي وهيءَ ۾ جڏهن سوچ کي ڪو ٿاهہ نہ هوندو آهي. هن کي ڏسي ٻانهن جو امبر جيڏو ٿهلاءُ ۽ پهرين دفعي جي لرزندڙ طويل ڇپن جي ڇهاءُ جو احساس، ڇپن مٿان سُرنلسو مچندو ٿيندو هو. جسم جي تار تار ۾ الوهي سنگيت گونجندو هو. هن جا نيڻ بنفشي، ڇپ ڳاڙها مُرڪندڙ ۽ آواز ۾ هڪ عجيب نغمگي هئي، هن جي وجود جي ساري سُونهن، هن جي اندر ۾ گهرو گهاءُ ڪري ويندي هئي، دل ڌڙڪندي ۽ اکين ۾ ڇهري تي حيا جا گلاب ڪِڙندا هئا.

هو خوبصورت هو. خوش لباس هو هن جي چال ٺاهوڪي هئي. سڀ کان وڌيڪ اهو تہ هن جي ڪار شاندار هئي! دلڪش گهر. شاندار ڪار. انهيءَ کان وڌيڪ زندگيءَ ۾ ٻيو ڪهڙو چارم ٿي سگهي ٿو.

روايتي ڇوڪرين وانگي هن کي بہ هڪ خوشحال ور ۽ گهر جي خواهش هئي. هن اهو ڇڱيءَ طرح ڄاتو ٿي تہ ٻُک ۾ ساري سُونهن مري ٿي

وڃي، محبت مري تي وڃي. جوين جي ساري جوت ڏاڍي ٻڇڙي نموني ٻُڪ جي ڏنڊ ۾ تحليل تي وڃي تي.

۽ پوءِ انيڪ ملاقاتون، چؤواٽن تي، ريسٽورنٽ ۾، هن جي گهر ۾ ۽ ڪڏهن ڪنهن سئنيما ۾- پهريون پيرو لرزندڙ طويل چپن جو ڇهاءُ، ٻانهن جو امبر جيڏو ڦهلاءُ... ۽ بس.

۽ هڪ ڏينهن اها خبر جا ان وقت ڏاڍي دردناڪ لڳي- هن جو ايڪسيڊنٽ! اسپتال ۾ هو بيهوش، ٽنگن کي پٽيون ٻڌل. ڪجهه پل اهو منظر ڏسي هوءَ موٽي آئي. دل ۾ ڪٽي درد جي لهر جاڳي ته هن انهيءَ کي ٿپڪي ڏيئي سُمهاري ڇڏيو. اوچتو هن شخص جي ساري شخصي خوبصورتي ۽ چال هڪ گهري ڏنڊ ۾ تحليل تي ويا. هن کي لڳو ته سندس پهرين پيار جون ٽنگون ڀڄي پيون آهن. هاڻ هوءَ انهيءَ لنگڙي اپاهج پيار جو ڇا ڪري

اوچتو هُو هن کي انتهائي بدصورت لڳو. هن جي چال بدصورت لڳي، هن جي ڪار بدصورت لڳي. هن کي پنهنجو پهريون پيار بدصورت لڳو- بس پوءِ هوءَ نه ويئي، نه هو هن ڏانهن.

جڏهن سندس پهرين پيار جون ٽنگون ڀڄي پيون ته ماٽن سندس شادي انور سان ڪري ڇڏي- جيڪو انجنيئر هو. هن جون اکيون ڏاڍيون پياريون هيون، هن جي ڪپڙن جا رنگ شوخ هئا، هن جي ڪار وڏيڪ شاندار هئي. سڀ کان اهم اهو ته هن جون ٻئي ٽنگون سلامت هيون.

انور گهڻو شراب پيئڻ ۽ گهڻا پئسا ڪمائڻ وارو هڪ خوش مزاج ور هو. شاديءَ جو پهريون سال پاڻ سان وڏي هلچل ڪٺي آيو. هل اسٽيشن جو چڪر، فلمون، ٺهڪ، مستي ۽ اکين ۾ اوجاڳن جو خمار ڪٺي اهو سال خوشين سان ڀرپور سال هو. پوءِ جڏهن هن هڪ ڌيءَ کي جنم ڏنو ته هوءَ چُپ چاپ هڪ پيار ڪرڻ واري، ماءُ بنجي ويئي. آهستي آهستي هڪ عجيب ماٺ ڇانئجي وئي، سندس وجود تي ۽ ساري گهر تي. شادي ٻن ماڻهن جي گڏجي رهڻ جو هڪ ٻنڌڻ آهي. هرهنڌ هر عورت سان لڳ ڀڳ اهوئي ڪجهه ٿيندو آهي. هوءَ بلاشڪ انهن عورتن مان هئي، جي پنهنجي زندگيءَ جا سڀ حق ۽ واسطا پنهنجي ور ۽ گهر لاءِ وقف ڪري ڇڏينديون آهن.

۽ هڪ ڏينهن ’هو‘ هن کي سڙڪ تان ويندي نظر آيو. هڪ پل پهرين نهار ۾ هو هن کي ايترو ئي دلڪش لڳو جيترو اڳ. هو ٿورو مندڪائي هلي رهيو هو. پر هن جي مندڪائڻ کي بہ الڳ شان هو. تڏهن هن کي ائين محسوس ٿيو تہ هن جون پنهنجون ہئي ٽنگون پڃي پيون هجن.

پر ہئي پل هن کي تصور ۾ پنهنجي ور جو مهربان مک ۽ پنهنجي ککيءَ جو سندر چهرو نظر آيو تہ هوءَ مک ڦيرائي هلي آئي. هن جي زندگي هڪ مڪمل نظم ضبط سان سِڌي ليڪ ۾ گذرندي هلي رهي هئي. هن گذريل وقت جي ڪنهن بہ گهڙيءَ کي پنهنجي ذهن ۾ داخل ڪرڻ نٿي چاهيو. هن ايستائين ڇا وڃايو ڇا پاتو، انهيءَ جو حساب هن نٿي ڪرڻ چاهيو. جڏهن تہ هوءَ هڪ انجنيئر جي زال هئي.

پنج سال اڳ هن جو ور هليو ويو هن کي ڇڏي. زندگيءَ جون اهي گهڙيون ڪيڏيون نہ نامهربان هيون! جڏهن هن کي هارٽ اٽيڪ ٿيو. اها ڊسمبر جي هڪ سرد رات هئي. انهيءَ رات سندس ور دير تائين ڪيس جاڳايو ۽ ستايو. وار بار بار پريشان ڪيا ۽ سنواريا. ساري رات پيتو. تڏهن هن بہ بہ ٽي ڍڪ پيتا هئا. اکين ۾ گلابي ڏورا ۽ جسم ۾ گرمي- ڪيڏي نہ پياري گرم جوش رات هئي. اوچتو دل کي جهٽڪو ڊاڪٽر کي فون. ہئي لمحي سڀڪجهہ ختم. رهجي وئي هوءَ اڪيلي پنهنجي ڌيءَ سان گڏ.

پويان پنج سال هوءَ بلڪل اڪيلي رهي، اُداسي ۽ هڪ نامعلوم سانت هن جي وجود تي لهي آئي. اهڙو ڪونہ رهيو جو انهيءَ اڪيلائيءَ کي ورهائي. ڪيس ڇاتيءَ سان لائي زندگيءَ جو درد روئي. وقت هن کي اڪيلائيءَ جي ڏنڌ ۾ تنها ڇڏي ويو. هاڻ ڪير نہ آهي، نہ ڪو پنهنجو نہ ڪو پرايو.

اهو سڀڪجهہ ائين اوچتو چُپ چاپ ٿي ويو تہ هن اڪيلائين سان ناهہ ڪري ورتو. ڪار وڪڻي ڇڏي. ٽيليفون جو ڪنيڪشن ڪٽائي ڇڏيو. اهڙو تہ ڪو رهيو ئي ڪونہ جنهن جا نمبر ڊائل ڪجن. گهر جي ديوارن اندر هن پاڻ کي محدود ڪري ڇڏيو- هڪ ڏاهڻ جي سارين حسرتن سميت.

پر اڄ هن کي ڏسي اڪيلائيءَ جو احساس ذهني اضطراب ۾ بدلجي ويوَ لڳي ٿو تہ من جي ڪندرن ۾ احساس جون مورتيون وري جُڙي رهيون هجن ۽ من ۾ ويهہ سال اڳ جو پيار جهرڻن جو سنگيت پرينڊو هجي.

ڪجھ وچائجي وڃڻ جو اذيتناڪ احساس جاڳيس تہ ڪجھ هو جو
هٿن جي وٿين مان نڪري گھري ڏنڌ ۾ تحليل ٿي ويو. هاڻ اهو سمجھوتو جو
هن پنهنجي ور سان ڪيو هو ٽُٽندو محسوس ٿيو. زندگيءَ جو اهو ہنڌڻ
جنهن سان هن پوريءَ طرح نڀايو. هن کي انهيءَ مان ڪجھ بہ نہ مليو. سارا
مادي سُک ڇا روح جي روڳ جو علاج ٿي سگھن ٿا؟

هن سوچيو: ويهن سالن ۾ ڦهليل زندگي، جا ظاهري طرح ڏاڍي متوازن
۽ مطمئن هئي. پر اڄ هن کي ائين محسوس ٿيو تہ انهن ويهن سالن جي هر
پَل ۾ هو موجود هو ۽ ڪيس بي توازن ڪري رهيو هو. هڪ خاموش اضطراب
من جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڏاڍي آهستگيءَ سان، نامحسوس انداز سان چُپ
چاپ وڌندو رهيو. ۽ اڄ مسلسل اضطراب پوري طاقت سان ظاهر ٿي بيٺو هو-
هاڻ هوءَ ڇا ڪري؟ هن کي لڳو تہ پنهنجي پاڻ کي ڏنل ڏڍ جي ديوار ڪري
پئي- ۽ هوءَ ويھ سال پوئتي موٽي آئي. ملاقاتون ڇؤواٽن تي، ريسٽورينٽ ۾،
هن جي گھر ۾ ۽ ڪڏهن ڪنهن سئنيما ۾- پھريون پيرو طويل، لرزندڙ چپن
جو پرپور ڇھاءُ، ٻانهن جو امبر جيڏو ڦهلاءُ... ۽ بس.

سوچ جا سنگرام ڪٽي هوءَ بيڊروم مان ٻاهر نڪتي، شام گھري ٿي، گھر
جي اڱڻ ۾ لهي آئي هئي. هوءَ هلندي لان ۾ اچي بيٺي. مخملين ڊاڪا گراس
تي پيرين اُگھاڙو هلڻ هن کي ڏاڍو وڻندو هو- اڄ هن کي ائين پيرين اُگھاڙو
هلڻ بہ نہ وڻيو.

هن کي لڳو تہ اها پيڙا ۽ اضطراب، جنهن کي ڪيڏو نہ پرپور پس منظر
آهي- هن کي اڪيلو جيئڻ نہ ڏينديءَ هاڻ ڪو هجي جو سندس اڪيلائين
کي ورهائي. سارا ڇهرا وقت جي ڏنڌ ۾ تحليل ٿي هليا ويا. ڪونہ رهيو-
پنهنجو پرايو.

اوڏيءَ مهل ملازم شام جي چانهن سندس اڳيان رکي. چانھ پيئندي
هن کي لڳو تہ وقت جي ڏنڌ ۾ سارا ڇهرا جي تحليل ٿي ويا هئا، انهن مان
هڪ ڇهرو اُپريو گلن جھڙو شگفتہ ڇهرو. ويھ سال اڳ سندس زندگيءَ مان
نڪري ويل شخص، اهو ڇهرو آهستي چُپ چاپ ڏاڍو ڇِتو ٿي هن جي اڳيان
آيو. هن هن جي چپن جو ڇهاءُ ۽ حرارت پنهنجي مک تي محسوس ڪئي.

اوچتو هوءَ لرزي، چانهہ جو ڪپ هن جي هٿن مان ڪِري پيو ۽ آهستي سان هن اکيون پوري، ڏڪندڙ چپن کي پيڙي ڇڏيو. هن کي لڳو تہ چپن جو اهو ڇهاءُ ڇڻ ويهہ سال اڳ جي پهرين طويل هسٽاريڪل چُمي هئي.

اهو سوچي هن پاڻ کي ڏاڍو هلڪو محسوس ڪيو موتئي جي انهيءَ هلڪي ڪيف آور مهڪ جيان، جا آسپاس ساري ماحول ۾ تري رهي هئي. يڪايڪ مخملين ڇپر تي پهرين اُگهاڙو هلڻ هن کي ڏاڍو وڻيو. هن کي لڳو تہ سندس جسم هلڪو ٿي، هوائن ۾ ترندو ستارن کي ڇُهندو هجي ۽ ويهہ سال اڳ وارو چپن جو ڇهاءُ هن جي چپن ۽ ساري جسم تي سرندو هجي.

اوچتو هن ماضيءَ سان سارا ناتا ٽوڙي ڇڏيا. من ۾ ڪٿي هن شخص سان ٻيو دفعو چپن جي ڇهاءُ جو خيال آهستي آهستي چِٽو ٿي بيٺو. هوءَ هڪ وار ٻيهر لرزي- ويهن سالن جي ان الهڙ ڇوڪريءَ جيان- جنهن جا چپ ڪنهن پهريون ڀرو چُميا هجن!

هن سوچيو تہ: هو سڀ حد بنديون ٽوڙي هن شخص سان، پنهنجي پهرين پيار جي تجديد ڪري، يا ان ٻي چُمي، جا سندس زندگيءَ ۾ اچي سگهي ٿي، ان کان محروم ٿي ننڊ جون گوريون ڦڪي ڇڏي- فنش.

پر هوءَ ڇو مري؟ سارو ناهہ پنج سال اڳ ختم ٿي ويو. هاڻ هو نہ رهيو تہ ڪهڙو حساب ڪري انهيءَ بندڻ جو انهيءَ ناتي جو. اها ٻي چُمي جا ويهہ سال اڳ اچي ويڄڻ ڪپندي هئي، چاليهہ سالن جي وهيءَ ۾ ايندي اهو سوچي هن سان ملڻ جو خيال هن جي دل جي ڌڙڪڻ کي تيز ڪري ويو. ويهہ سال پُراڻي ناتي جي تجديد ڪيئن ڪجي. هن جو ذهن ويرانن ۾ ڀٽڪندو رهيو. ڪيئن ويندي هوءَ هن جي اڳيان هڪ ٻي چُميءَ جو سوال ڪٽي؟ پهرين هوءَ ٽيليفون تي ڳالهائيندي، هن سوچيو: ڪيس ياد آيو تہ هن شخص جي پيڻ جا سندس ساهيڙي هئي. هن سان ناتي ٽُٽڻ کان پوءِ اها دوستي بہ گم ٿي وئي. هوءَ جا چاليهہ سالن کن جي ٿي بہ ڪنواري رهي- ڪجهہ مهينا اڳ وٽس آئي هئي، انهيءَ لاءِ تہ هِن 'ناري جاڳرتا' نالي تنظيم ناهي هئي، عورتن جي مڪمل آزاديءَ ۽ سجاڳيءَ لاءِ ماٺهو پاڻ کي پرپائڻ لاءِ ڪيڏا نہ جتن ٿو ڪري، هن سوچيو هو تہ: چاليهن سالن جي ڪنواري عورت کي پنهنجي احساس محروميءَ کان جان ڇڏائڻ لاءِ ڪو محاذ تي گهرجي. هوءَ تعاون لاءِ آئي هئي، هڪ ويران اُجڙيل عورت. عورت

جي آزاديءَ جو پروگرام ڪٽي، تڏهن هن متئين دل سان ها ڪئي هئي تہ هوءَ کيس پنهنجون ٽيليفون نمبر ڏئي وئي هئي.

هاڻ کيس انهيءَ نمبر جي اهميت جي خبر پئي هئي. تڏهن هن چُپ چاپ اهو نمبر ڳولي ورتو. ڪپڙا بدلائي، هلڪو ميڪ اپ ڪيو. جسم تي خوشبوءِ ۽ چپن تي لپ اسٽڪ ڦيري، پنهنجي ملازمہ کان نظرون بچائيندي هوءَ گهر کان ٻاهر نڪري آئي. هن جي اکين ۾ هڪ عجيب والهانہ پن هو. اهڙي حيراني ۽ تجسس هو، جيڪو جوان ڪنواري ڇوڪريءَ جي اکين ۾ هوندو آهي، جا پهريون دفعو پنهنجي محبوب سان ملڻ نڪتي هجي.

هلندي هن سوچيو تہ: هوءَ سياٽي ئي ٽيليفون جي ڪنيڪشن لاءِ درخواست ڏيندي. هاڻ ٽيليفون هن لاءِ ڪيڏو نہ ضروري آهي. پر هينئر هوءَ ڇا ڪري، ڪنهن جي گهر مان رِنگ ڪري، نہ نہ... ائين سٺو نٿو لڳي. اوچتو هن کي ان جنرل اسٽور جو خيال آيو، جتان هوءَ سدائين عام استعمال جون شيون وٺندي آهي. تڙڪندڙ چال هلندي، جنرل اسٽور ۾ هلي آئي.

سيلزمين جو کيس ڪيترن ئي سالن کان سُڃاڻيندو هو اُٿي سندس اڳيان آيو. ڄڻ پُڇندو هجي: 'توهان کي ڇا گهرجي لپ اسٽڪ، پرفيوم، صابڻ، بريزر يا نيل ڪٽر؟'

"مون کي هڪ رنگ ڪرڻي آهي." هن اکيون ڇورائي، پنهنجو پاڻ کي گنڀير ڪندي چيو. تڏهن سيلزمين سوچيو: هيءَ عورت، جنهن ايترن سالن ۾ ڪڏهن فون نہ ڪيو آهي. هن کي اڄ ڪهڙي ضرورت پئي آهي. هيءَ عورت اڄ ڪيڏي نہ شاندار ٿي لڳي. هن جي چپن تي ڦريل لپ اسٽڪ جو رنگ ڪيڏو نہ شوخ آهي. هيءَ عورت ڇا پنهنجي جوانيءَ ڏانهن موٽي رهي آهي؟ ٻئي پل کيس رِنگ ڪرڻ جو اشارو ڪيو. تڏهن هن چپ چاپ اسٽور کان ٻاهر ڏٺو. سيلزمين جي مک تي اچاتري نهار وڌي، جسم جي لرزش ۽ دل جي ڌڙڪنن تي قابو پائي هن نمبر ڊائل ڪيا.

"هيلو." هن شخص جي آواز ۾ اڄ بہ اهائي شوخي ۽ نغمگي هئي جا ويهہ سال اڳ هئي. اهو آواز ٻڌي هوءَ لرزي، هن کي لڳو تہ اهو آواز چُپ چاپ هن جي جسمن جي تارن ۾ سنگيت بڻجي گونجي اُٿيو آهي. هن کي اهو محسوس

ڪري عجب لڳو تہ انهيءَ شخص جي آواز ڪان ڪيس حيا پئي آيو. هاڻ سندس مک پڪ گلابي ٿي ويو آهي- اهو بدليل رنگُ هي سيلزمين ڇا ڏسي رهيو آهي.

-"هيلو." ٻيهر هن شخص جو آواز سندس ڪنن ۾ گونجيو.

هن پنهنجي پاونائن تي قابو پائي سيلزمين ڏانهن ڏٺو ۽ اسٽور ڪان ٻاهر سڙڪ تي نهار وڌي. اوچتو رِسيور هن جي هٿن ۾ لرزيو. هن پنهنجي گرفت رسيور تي مضبوط ڪري سڙڪ طرف پٺي ڪري ڇڏي، جتان ڳوري بيگ جي بار سبب جهڪيل، سندس جوان ڌيءَ وڃي رهي هئي.

هن ناتمام آرزوئن جي لهر ٻوڙندي محسوس ڪئي. ساري وجود ۾ ۽ اکين ۾ لُڙڪ تري آيس. انهن لُڙڪن جي ڏنڌ ۾ سارا ڇاتل سجاتل مک تحليل ٿي ويا. هن شخص جي مُکَ سميتہ پر هڪ مُک جو سپ ڪان ڇتو ٿي بيٺو سو سندس جوان ڌيءَ جو هو. اوچتو اهو سارو سحر ۽ پيارا احساس فنا ٿي ويا. جن ڪجهہ پل اڳ سندس منَ ۾ جهرڻن جو سنگيت ٿي پريو. هڪ حقيقت، چُپ چاپ هن جي سامهون هلي آئي هئي ۽ هو ٻيهر ويهہ سال اڳيان موٽي آئي، چاليهن سالن جي هڪ شفيق ماءُ بنجي. هن جي من ۾ اوچتو عجيب خيال آيو تہ هوءَ سندس ڌيءَ کي سڏ ڪري، ڪائنس سندس پهرين پيار جا نمبر پُڇي، سلسلو ملائي، رِسيور هن جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏي

"هيلو." ساڳيو شوخ آواز هڪ هلڪي خفگي ۾ بدلجي ويو.

تڏهن هن چُپ چاپ ڪنبندڙ هٿ سان رِسيور ڪريڊل تي رکيو لُڙڪن کي اکين ۾ روڪي، سيلزمين کي ڏاڍي گنڀيرتا سان چيو "شايد انگيج آهي."

اهو چئي اها چاليهن سالن جي عورت، لرزندڙ چال سان چُپ چاپ پنهنجي جوان ڌيءَ جي پٺيان هلڻ لڳي.

\-

# فرار

انهيءَ صبح سليم جيئن ئي گهر جي گهٽيءَ کان ٽيندو شهر جي مکيہ رستي تي داخل ٿيڻ وارو هو. تڏهن هو پنهنجي خيالن ۾ غافل هو. هن کي لڳو تہ گهٽيءَ جي ڪُنڊ وٽان، هڪ نازنين ڇوڪري گذري رهي آهي. هن جي رنگين پيرهڻ ۽ جسم جي خوشبوءِ هن جي اکين ۾ رنگ پري ڇڏيا ۽ وجود خوشبوءَ ۾ ويڙهجي ويو. سامهون بيٺل انب جي وڻ جي ٻور جي گهاٽي خوشبو هن نڪ ۾ رڪجي، ساهن ۾ گذي رهي هئي. انهيءَ پل جڏهن هو پنهنجي خيال جي غفلت مان ٻاهر آيو تہ هتي ڪابہ ڇوڪري نہ هئي. پر هن پنهنجي سامهون هڪ گيڙو ويس ساڌو ۽ تياڳي کي ڏٺو. هن جي ڳچيءَ ۾ مڻڪن جون مالهائون، سڀ ڌاڳا پيل هئا. ٻانهن جي ڪرائيءَ ۾ پتل جو ڪڙو ۽ پيرن ۾ چاکڙيون پاتل هيون. تياڳي هن کي ڏسي مُرڪي رهيو هو. ۽ هن جي اکين ۾ ڪا پر فريب چمڪ هئي.

هن کيسي مان سيل فون ڪڍي وقت ڏٺو 7:30 ٿي رهيا هئا. هن کي 9:30 تي پنهنجي ڊيوٽي تي پهچڻو هو. ڏهہ مهينا ٿيا آهن، هو پنهنجي شهر جي نامور سياست باز سلطان جو سيڪريٽري ٿيو آهي. نوڪريون آهن ڪونہ، نوڪري گهرڻ ويو تہ سندس تر جو ووٽر سمجهي هن کيس پنهنجي سيڪريٽريءَ جي ڊيوٽي ڏئي ڇڏي. پگهار طئي ڪونہ هو پر سندس ۽ ٻيوه ماءُ جو گذر ٿي رهيو هو. پر دل جو اطمينان البت ڪونہ هو. هو هڪ بي چين ۽ بي آرام زندگي گذاري رهيو هو. پر اهو الڳ مسئلو هو.

ٻہ طرفي رستي، جنهن جي ڪناري کان هو پنهنجي آفيس وڃي رهيو هو. انهيءَ رستن جي وچ ۾ گلن جي نرسري پنهنجي بهار تي هئي. موسمي ۽ مدامي گل ۽ وڻ پنهنجي ساواڻ، رنگن ۽ خوشبوءَ ۾ مست هئا. ائين لڳو ڄڻ بهار جي رت هن جي اکين ۾ لهي آئي هجي. رستي جو اهو حصو ڄڻ هوليءَ

جي رنگولي ۾ رنگجي ويو هو. رستي جي ٻئي پار سامهون فليٽن جي اوچن قطارن ۾ هڪ فليٽ جي بالڪوني، جتي نم ۽ بيدمشڪ جي وشال وڻن جون چوٽيون ختم ٿيون ٿي. سدائين جيان هو ڇوڪري ببئي نرسري جي ٽڙيل گلن کي ڏسي رهي هئي. هن کي سدائين ائين لڳندو ڄڻ نرسري جا بي شمار گل انهي ڇوڪري کي تشڪيل ڏين ٿا. گلاب جا گل هن جو چهرو بنجي وڃن ٿا ۽ هن جون اکيون نرگس جي گلن ۾ تبديل ٿي وڃن ٿيون. هن هميشه جيان هڪ نگاهه بالڪوني ۾ بيٺل وڻن ۽ گلن ۾ گهيريل ڇوڪريءَ تي ۽ ٻي نگاهه نرسري جي ڦلواري تي وڌي. گلن ۽ ڇوڪري جي نرمل رنگن کي ڇڏي هو اڳئين چوڪ تان بس ۾ چڙهيو. بس جنهن ۾ مسافرن جي ساهن، سگريٽ جي دُونهن ۽ رستن تان اُڏامندڙ دز ڀريل هئي. پر سليم انهيءَ کان بي خبر گلن جي خوشبو بالڪوني تي بيٺل ڇوڪري ۽ گيڙو ويس ساڌو جي اکين جي ڪشش ۾ گُم هو.

هو شهر جي مهراڻ چوڪ تي لٿو ۽ پنڌ هلندو مقتدر سياست باز سلطان جي بنگلي تي پهتو. جيڪو ٻه هزار والن تي ڦهليل هو. بنگلي جي هڪ حصي ۾ اوطاق آفيس وغيره هيون ۽ ٻيو حصو رهائشي هو. جنهن جي اڳڻ ۾ لان هو ۽ وڏا وشال وڻ ڦهليل هئا. جن تي پکين لاتيون ٿي لنويون ۽ سامهون نهر وهي رهي هئي. نهر جي ٻنهي ڪنارن تي صبح جو آغاز ٿي چڪو هو. ڌوٻي پنهنجن ڦرهن تي ڪپڙا سٽي، ڌوئي رهيا هئا. عورتون پاڻي ڀري رهيون هيون. مرد وهنجي رهيا هئا. نهر ۽ صبح ۾ ڪيئن سانگ هئا. نهر جي ٻئي ڪناري تي ڪتين پنهنجون اجرڪون سُڪڻ لاءِ پکيڙي ڇڏيون هيون. رنگن کي ٻه پنهنجو تاثر هجي ٿو. انهن اجرڪ جي ڪاريگرن جي اکين ۾ ڳاڙها، نيرا رنگ تري رهيا هئا. سليم بنگلي جي اندر داخل ٿيو. سياست ۽ اقتدار جو کيل ٻه نرالو آهي. جڏهن ٻه پاور نه هوندو آهي ته اهڙا بنگلا خالي ۽ ويران هوندا آهن. ماڻهو رستو مٽي ويندا آهن. پر هاڻ اهو بنگلو داخلي در کان ٻاهر رستي ۽ اندر تائين ماڻهن سان ڀريل هو. پارڪنگ ۾ ۽ ديوار کان ٻاهر رستي تي گهڻيون ڪارون ۽ جيپون بيٺل هيون. غريب عورتون ۽ مرد انتظار ۾ ويٺل يا بيٺل هئا. تعليمي ادارن مان تازا فارغ ٿيل

ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ۽ انهن جا عزيز نوڪرين جا متلاشي. نوڪريون آهن ئي ڪونه اُميد آهي، ڏينهن جي خواب جهڙي.

هو بنگلي ۾ پنهنجي آفيس جي طرف هڪ شان سان داخل ٿيو. گارڊ کيس سلام ڪيو ته هن کي خوشيءَ جو احساس ٿيو ۽ اهو به ته پاڻ في الحال درخواست ڏيندڙ نه درخواست وٺندڙ هو.

هو آفيس ۾ اچي ويٺو هتي سڀ ڪجهه هو ڪمپيوٽر جو سسٽم، فون، فيڪس، انٽرڪام، هن ڪمپيوٽر جو سسٽم آن ڪيو. رجسٽر ۾ ڪلهوڪن ورتل نوٽس تي نظر وڌي ته ملازم هن لاءِ چانهه کڻي آيو. چانهه پي هو اُٿيو ۽ ڪمري ۾ نيڪ سندس پٺيان واري دريءَ جو پردو هٽائي شيشي جي... امهون ٿي بيٺو هن دريءَ جو تاڪ کوليو ته هوا سان گڏ انب جي ٻور جي تکيي خوشبو نڪ ۾ رڪجي ساهن ۾ شامل ٿي رهي هئي. سامهون سلطان صاحب جي گهر جو وڏو لان هو. انب پپر ۽ ٻڙ جا اوچا وڻ هئا ۽ ڇهڇ سائي مخملين ڇپر هئي ۽ گلن جون ٻاريون هيون. رنگ وري هن جي سامهون هولي کيڏي رهيا هئا. سلطان صاحب جي ڌيءَ شاهينه جيڪا يونيورسٽي جي شاگرديائي آهي لان ۾ ائين هلي رهي هئي جيئن صبح جو هير هلندي آهي. هن جهڪي جڏهن ڪنهن گل تي آڱريون ڦيرايون ٿي، هن جي گول، گلابي ڪراين تي صبح جي سج جي ڪِرڻن روشني پکيڙي ٿي ته اهي چمڪي پيون ٿي. هن نازڪ آڱرين سان جڏهن ڪنهن گُل کي ڇهيو ٿي، تڏهن ڄڻ انهن آڱرين کي پنهنجو طلسم هو. جو گل وڌيڪ شگفته ۽ انهيءَ جو رنگ ائين تيز ٿي ويو ٿي ڄڻ رنگ ۾ روشني پرجي وئي هجي. سلطان صاحب کي هڪ ڌيءَ ۽ پُٽ جو اولاد آهي. ٻئي تمام گهڻا مهذب ۽ ساده طبيعت آهن. شايد انهيءَ ڪري جو اڃا اهي ٻئي سياسي بازيگري کان گهڻو پري آهن. هن جي دل چاهيو ته گهٽ ۾ گهٽ هيءَ ڇوڪري جيڪا دلربا ۽ دلڪش گهڻي آهي. سدائين گلن جي وچ ۾ هلندي رهي ۽ جيون جي اگني پٿ کان پري رهي.

هن کي ياد آيو ته پندرهن ڏينهن اڳ سلطان صاحب هن کي حڪم ڏنو ته ٻارن سان گڏ شهر مان ٿي اچي. پاڻ کي ڪنهن آفيس ۾ ڪم هو ۽ شاهينه کي بيوٽي پارلر تان وار سيٽ ڪرائڻا هئا. سندس ڪم صرف ايترو هو جو

جيستائين صاحب جو پٽ آفيس جي ڪم کان واپس اچي، ڪيس بيوٽي پارلر وٽ ويٺو هو. جيئن وري ٽيئي گڏجي موٽي اچن.

انهيءَ مختصر سفر ۾ هن محسوس ڪيو ته ٻئي ڀاءُ ڀيڻ جيڪي 20-21 سالن جي عمر جا هئا. انهن ۾ هڪ تناءُ جي ڪيفيت هئي. جڏهن انهن ٻنهي جي وچ ۾ ڪنهن ڳالهه تي ناراضگي هجي اهو هن صرف محسوس ڪيو هو. اهڙي ڪا تلخ گفتگو به ڪونه ٿي هئي. جڏهن ته حقيقت اها هئي ته انهن ڪنهن به ڳالهه جو لفظي اظهار ڪونه ٿي ڪيو. لڳو ٿي انهن جا تعلقات رواجي ڪونه هئا.

هو ڪڏهن بيوٽي پارلر جي اندر ۽ ڪڏهن ٻاهر ويٺو رهيو. پارلر جون بيوٽيشن پاڻ به گهڻيون خوبصورت هيون. يا هن جي نوجواني ۽ اڪيلائيءَ هئي جو هر صنف نازڪ هن کي ڏنگ ٿي هنيو. بيوٽي پارلر ۾ انهيءَ ۾ موجود زندگيءَ کي هن پنهنجي عمر ۾ پهريون ڀيرو ويجهو کان ڏٺو هو. هتي هن هڪ چاليهه سالن جي انتهائي دلڪش عورت کي ڏٺو جيڪا پنهنجي واري جي انتظار ۾ ويٺي ڪنهن فئشن مئگزين کي ڏسي رهي هئي. هو مارلبرو سگريٽ کي پنهنجي آڱرين ۽ چپن جي وچ ۾ هڪ وقار سان گردش ڏئي رهي هئي. انهيءَ سڄي عمل دوران هن ڪنهن مهل هڪ نظر هن تي وڌي ٿي ۽ انهيءَ نظر جو گهاءُ هن کان برداشت نه ٿي ٿيو. هن اکيون هيٺ جُهڪائي ٿي ڇڏيون ۽ هن کي سڪڻ جي سڌ به ڪونه هئي.

انٽرڪام جي بيپ هن کي خيالن کان ٻاهر آندو سلطان صاحب لائين تي هو. هڪ رياڪار سياست باز جي ڳالهائڻ جي نرمي ۽ عياري هن جي ڳالهائڻ مان صاف ظاهر هئي. هن چيف انجنيئر کي فون ملائڻ لاءِ چيو. انهيءَ چيف انجنيئر جي بدلي ۽ مقرري صاحب جا سفارش تي ٿي هئي. سليم فون ملائي لائين اندر ڏيئي ڇڏي

اڌ ڪلاڪ ۾ انجنيئر صاحب اچي پهتو. هن جي هٿ ۾ بريف ڪيس هو. هن ڪيس ويهڻ لاءِ چيو ۽ ٿرماس مان پاڻيءَ جو گلاس ڀري ڏنو. چانهه جي صلاح هنئي. هن رڳو پاڻي پيتو هو ڪجهه پريشان هوءَ جلدي ۾ ٿي لڳو. انهيءَ کان اڳ جو هو ڪجهه چوي سليم انٽرڪام تي سلطان صاحب سان

ڳالهايو ۽ رِسيور انجنيئر صاحب کي ڏئي ڇڏيو هن سلام دُعا ڪئي ۽ پوءِ چيو "سر 50 لک ڪٺي آيو آهيان."

"......"

"سائين اها شروعات آهي."

"......"

"توهان جا ٿورا آهن."

"......"

"مون ٺيڪيدار کي توهان جي ڪراچي واري بنگلي جي مرمت ۽ آرائش لاءِ چئي ڇڏيو آهي."

"......"

"پنجاهه لک برابر ٿورا آهن. اوهين انهيءَ کي پهرين قسط سمجهي رکو."

"......"

"بريف ڪيس توهان جي سيڪريٽري وٽ آهي ۽ آءٌ اجازت وٺان ٿو."

چيف انجنيئر جي وجهڻ کان پوءِ سلطان صاحب جو مئنيجر آيو ۽ بريف ڪيس اندر کڻي ويو. اجا صبح هئي ۽ سجو ڏينهن پيو آهي. سليم سوچي مُرڪي پيو. هن جي مُرڪ ۾ ظاهر ظهور نفرت هئي.

صبح جيئن چڙهندو ٿي رهيو هو. تيئن ماڻهن جي رش ملاقاتي ڪمرن ۾ وڌندي وئي. پنجاهه کن سالن جي عمر جو اهو سياست باز مٽان هيٺ لٿو. هو ماڻهن سان ملندو، سلام جو جواب هڪ ادا سان ڏيندو هٿ جوڙيندو، حال احوال پُڇندو آفيس ۾ اچي ويٺو ڊگهو قد گورو رنگ، بوسڪي جي شلوار قميص ۾ هو هجوم هڪ نرالو شخص هو. هن جا ڪارا وار ۽ چاپئين ڏاڙهي جن تي ڪلر ڪيل هو. خوب تراشيل هئا. هن جي ڳاڙهن چپن تي مُرڪ هئي. هن ڪانئس خيريت دريافت ڪئي ۽ عيار مُرڪ مُرڪيو. پنهنجي وجود ۾ سلطان هڪ ڪاريگر شخص هو. اهو ماڻهن ۾ هڪ دردمند، پرهيزگار ۽ مددگار شخص طور مشهور هو. جڏهن تہ ڏهن مهينن کان سليم ڄاڻو ٿي تہ هو انهيءَ جي بلڪل ابتڙ آهي. هن جي رياڪاري ۽ عياريءَ کي سمجهڻ هر ماڻهوءَ جي وس جي ڳالهہ ڪونہ هئي.

سليم پنهنجي ڊائري ۾ فون ڪي ويجهو ڪري رکيو ۽ ڪمپيوٽر جي مانيٽر تي نظر وڌي ۾ نوٽيس وٺڻ لاءِ هڪ ڪاپي هن طرف وڌائي ۽ چيو "سر! هڪ اِي ميل آهي. پارٽيءَ جي سنڌ چيپٽر جي اهم ميٽنگ وفاقي گادي واري شهر ۾ ٿي رهي آهي."

"ٺيڪ آهي سنڌ جي مسئلن خصوصن تعليم ۽ صحت تي زور ڏبو. ٻنهي سيڪٽرز جي حالت خراب آهي. ايڪيهين صديءَ ۾ غريب عوام صحت ۽ تعليم جي سهولتن کان محروم آهن. ميٽنگ ڪڏهن آهي."

"12 اپريل تي سر."

"ٺيڪ آهي... ٽڪيٽ بڪ ڪرائي ڇڏيو."

سليم ايئر لائين جو نمبر ملائي ٽڪيٽ بڪ ڪرائي ڇڏي. تڏهن آفيس ۾ ماڻهن جي آمد شروع ٿي. غريب ۽ ٻي پهچ ماڻهو. سلطان صاحب جي ٽڪ جا ووٽر. انهن جا ننڍا مسئلا هئا. نوڪريون مختيارڪار صوبيدار لاءِ سفارش. هتي هڪ شخص پنهنجي ٽاٽي تي ٻَڌل بيگناهه پاءُ جي ڇڏائڻ لاءِ روئندي عرض ڪيو. جنهن کي ٿي ڏينهن اڳ سلطان صاحب پاڻ صوبيدار کي چئي ٻڌرايو هو. هاڻ هن جي فون تي هو ڇُٽي ويندو. سائل جي ڳچيءَ ۾ عمر ڀر احسان جو طوق پيل هوندو. غريب عورتن جو بيت المال جي فنڊ ۽ زڪوات لاءِ عرض ۽ اوڇنگارون ٻن ڪلاڪن ۾ هو هجوم مان فارغ ٿي ويو. ڪن کي آسرا، ڪن لاءِ ٽيليفون ۽ سفارشي چٺيون. هو ڪيس نوٽس ۾ يادگيريءَ لاءِ جيڪا ڪاپي ڏيندو هو اتي ڪو نوٽ نه نهيو پر ڪو لفظ به لکيل نه هوندو آهي. رڳو حرف هوندا آهن M-C-D-B ۽ X وغيره لڪيرون ۽ دائرا ٻن ڪلاڪن کان پوءِ جڏهن اُٿندو آهي ته ڪيس ياد به نه هوندو آهي ته اهو ڇا لکيل آهي. اهي ڪنهن جا نالا، اهڃاڻ ۽ ڪم آهن. ايتري سنجيدگيءَ جي هن سياست باز مان توقع به ڪونهي.

فون جي گهنٽي وڳي هڪ يونيورسٽي وائيس چانسلر لائين تي هو. هن فون سلطان صاحب کي ڏنو.

"اچو ڀلي اچو." سلطان صاحب ورائيو:

ڪجهه نمبر صاحب ملاڻ لاءِ چيا سياست بازن جا. اعليٰ عهديدارن جا. جن سان حالتن ۽ ڏنڌي جي متعلق خيالن جي ڏي وٺ ٿي ۽ آخر ۾ هڪ

عورت سان هن ڳالهايو. سليم ڏسندو ته صاحب هن سان بي تڪلف ٿي ڳالهائيندو هو ۽ وچ ۾ وچ ۾ رومانوي شاعريءَ جو استعمال به ڪرڻ لڳندو هو. محبت ۾ ڪنهن نوجوان جي ڪنئونچر پائي هن جي لفظن ۾ اچي ويندي هئي. سليم کي پڪ هئي ته سلطان صاحب کي هن سان عشق آهي ۽ ڳالهين مان پنهي جي جسماني گهرائي جو ڏس پتو ملندو هو. هميشه هو ڳالهه ختم ڪرڻ کان پوءِ فون جي مائوٿ پيس کي چُميون ڏيندو. جيئن چُمين جي پچ پچ جو آواز انهيءَ محبوب عورت تائين پهچي وڃي.

هن رِسيور رکيو ته وري فون جي گهنٽي وڳي تعليم جي خاتون وزير هئي.

"اڄو پلي اچو وي. سي صاحب به اچي پيو گڏجي لنچ ڪنداسين."

سلطان جي مُرڪ ۾ هن دفعو عياري وڌيڪ نمايان هئي. گذريل ڏهن مهينن کان قول ۽ فعل جو ايترو تضاد سليم پنهنجي عمر ۾ ڪونه ڏٺو هو.

ايتري ۾ ٻهراڙي جي هڪ غريب عورت اندر داخل ٿي هن جي آواز ۾ درد ۽ اکين ۾ لُڙڪ هئا هن هڪ عجيب واقعو بيان ڪيو ته سندس ستن سالن جي نياڻي اڄ جيئن اسڪول پئي وئي ته اسڪول ۽ گهر جي گهٽيءَ جي وچ ۾ رولو ڪتن هن کي گهيري ورتو. هوءَ گهٽي زخمي آهي ۽ اسپتال ۾ آهي. هوءَ يقينن مدد لاءِ آئي هئي. سليم بنا پُڇڻ جي اسپتال جو نمبر ملايو ۽ صاحب جو حوالو ڏيئي انتظاميه کي نينگر جي علاج لاءِ توجه ڏيڻ جي هدايت ڪئي. سلطان صاحب پنهنجي پرس مان پئسا ڪڍيا ۽ عورت کي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. جيڪي هن نه ورتا. هن کي شايد ڪُتن ۽ ماڻهن ٻنهي کان شڪايت هئي.

هڪ مزاحمتي شاعر جو فون هن ليبر سان ملايو سلطان صاحب خير عافيت کان پوءِ چيو "پلي ٻه ڪلاڪ ترسي بئنڪ مان اهو چيڪ ڪيش ڪرايو. پاس ٿي ويندو."

"......"

"مهرباني ڪهڙي، چوندون ويجهيون آهن. توهان جي ضرورت پوندي توهان جي شاعري منهنجي ووٽرن ۾ جوش پيدا ڪندي آهي. اڳوڻي اليڪشن ۾ به اوهان خوب ملهايو."

هن فون رکيو ۽ مئنيجر کي سڏائي هڪ لک روپيا سليم کي ڏنا ۽ چيو وڃي بئنڪ ۾ جمع ڪرائي اچو. شاعر اوکي ويل ڪم ايندو آهي. اليڪشن تہ ٿهيو جڏهن فارم هائوس تي دوستن جي محدود پر رنگين دعوت هوندي آهي. هتي بہ هو شاعري ٻڌائي محفل کي رونق بخشيندو آهي. پنهنجي ڪليءَ جو پکي آهي. هن عياري سان اک هنئي مُسڪرايو ۽ الائي ڇا سوچي پنهنجي چاپئين ڏاڙهي تي هٿ ڦيرايو. سليم کي سلطان جي شاعر لاءِ چيل آخري جملي حيران ڪري ڇڏيو. هن کي سلطان جي روپي کان ڪرپ آئي. شايد هن کي شاعر جي عزت نفس جو خيال هو. هن کي وڏن ماڻهن جي دولاب کان هاڻ نفرت ٿي رهي هئي. پر هن سماج هن جهڙن ماڻهن لاءِ ڪو رستو ڪا گهٽي نہ ڇڏي هئي. سليم سان گڏ هو بہ اُٿيو. ۽ چيائين "موٽي مون کي ٻڌائجو گاڏي ڪٿي وڃو DPO چيو پئي تہ شهر جي رستن تي ڦر جا واقعا وڌي ويا آهن.

هو اُٿي بيٺو بلاشڪ هو هڪ خوبرو شخص هو. دراز قد هن جي صورت سني هئي. پر هن جي هر عمل ۾ سياست هئي. ماڻهن جي جذبن سان کيڏڻ جو بي پناهہ هنر. هن جي مڪاري ۽ معصوم ماڻهن سان ڪُوڙ ڳالهائڻ ڏکوئيندڙ هو. جڏهن تہ اهي ساڻس سچا هئا ۽ انهن جي اُميدن ۽ مستقبل متعلق غير سنجدگي ڇڻ اهي ماڻهو نہ هئا. تاش جا جوڪر هئا. جن کي هو ڪنهن نؤسر باز جيان کيڏي رهيو هو. ڪڏهن ڪڏهن سليم کي لڳندو تہ هڪ لومڙ هن جو صاحب آهي.

سليم بئنڪ جي برانچ تي آيو. آفيس جي ماحول ۾ هڪ وڻندڙ ترتيب هئي. صاف سٿرو فرنيچر ۽ ملازمن جو موزون لباس انهن جو ڪم ۾ مشغول رهڻ هن کي سدائين کان سٺو لڳندو آهي. سلطان صاحب وٽ سيڪريٽري لڳڻ کان اڳ هن پنهنجي تعليمي قابليت جي ڪري بئنڪ جي نوڪري گهري هئي. صاحب وٽ ڪوٽا ۾ هڪ نوڪري هئي جيڪا هن مس غزل کي ڏيئي ڇڏي هوءَ سراپا اهڙي نوجوان وڻ جيان ترو تازه هئي. جنهن ۾ اڃا بهار جو پهريون ٻور آيو هو. هن جي جسم جون شاخون خوب لچڪيليون هيون. انهيءَ نوڪريءَجي پنيان هوءَ ٽي مهينا هلندي رهي ٽي مهينا سليم پاڻ بہ ڪوشش ڪئي. پر سوداگري وچ ۾ اچي وئي. هن وٽ ڏيڻ

لاءِ اهو ڪجهہ نہ هو جيڪو غزل وٽ هو. نوڪريءَ جي حاصلات جي ڊوڙ ۾ هڪ ڏينهن هن کي ڪِل جهڙو خيال آيو تہ ڪاش هو چوڪري هجي ها.

غزل سامهون ڪمپيوٽر تي اڪائونٽس چيڪ ڪندي ڪيش وصول ڪري رهي هئي.

هن ڪيس سلام ڪيو ۽ چيو "خوش آهين."

"ها." هن مختصر جواب ڏنو.

هن پئسا ڊپازٽ ڪرڻ لاءِ غزل کي ڏنا ۽ سلطان صاحب جي اڪائونٽ ۾ جمع ڪرڻ لاءِ چيو. هن ميڪانيڪي انداز ۾ پئسا ورتا ۽ ڊپازٽ سِلپ هن کي ڏئي ڇڏي. سليم غور سان غزل کي ڏٺو پئي. هن ڏٺو تہ ڪيڏي ڪيڏي مهل هن جي چهري تي درد جي لهر آئي ٿي ۽ وئي ٿي.

هن پُڇيو "غزل توکي ڪو درد آهي."

"آهي." اهوئي مختصر جواب.

"سبب؟"

"چوڪري هجڻ ۽ خوبصورت هجڻ."

"اهو تہ خوب آهي, پر درد؟"

سليم آءُ جانورن جي وچ ۾ ڪم ڪري رهي آهيان منهنجي ڪم جي مهارت بي فائدي آهي. چو جو منهنجي خوبصورتي مون کي تڪليف ڏئي رهي آهي. جڻ آءُ هن سماج ۾ پنهنجي حُسن جو خراج ڏيڻ لاءِ پيدا ٿي آهيان. ڪجهہ رڪجي هن چيو سليم تون ويهہ, چانهہ جو هڪ ڪپ پي وڃ."

"صاحب وٽ لنچ تي مهمان اچڻا آهن. وي سي ۽ وزير تعليم آءُ تڪڙو آهيان."

هو موٽي آيو تہ ٻيهر ٿي رهيا هئا. خلق گهٽ ٿي وئي هئي. پر گاڏيون وڏي ويون هيون. وزير صاحب جو موٽر ڪيڊ, پوليس موبائلز يونيورسٽي جون گاڏيون هاڻ نشست وسيع ڊرائينگ روم ۾ هئي. جتي هڪ ڪنڊ سيڪريٽريءَ لاءِ مخصوص هئي. ساڳيون ڊائريون فون, ڪمپيوٽر ڊرائينگ روم عاليشان هو. نادر فانوس, امپورٽيڊ صوفا, سيٽ پردا ۽ در ۽ درين تي شيشي ۽ ڪاٺ جو اعليٰ ڪم. روم خوب روشن ۽ آرامده هو. انهيءَ

عاليشان ڊرائينگ روم جي پُرسڪون ماحول ۾ جتي خوشبوءِ جون لهرون هيون ۽ خواب ناڪي هئي. سلطان جيڪو هر موضوع تي ڳالهائڻ پنهنجو حق ڄاڻي تعليم جي اهميت تي ڪڇي هٽي رهيو هو. ائين ٿي لڳو تہ ڪيس تعليم جو وڏو اونو هو. جڻ تعليم واري وزير کي ٻڌائيندو هجي تہ جيڪڏهن سلطان تعليم جو وزير هجي ها تہ تعليم جو معيار آسمان کي ڇهي رهيو هجي ها. دلڪش وزير صاحب ڪجهہ توجہ ۽ ڪجهہ ناگواريءَ سان اهو ٻڌندي رهي ۽ وائيس چانسلر آرام سان پائيپ پي رهيو هو. جڻ هن جو انهيءَ موضوع سان پري جو واسطو بہ ڪونہ هو. هن کي ڄاڻ هئي تہ انهن ٽنهي جو تگڙم تعليم نہ پر ٻي ڪنهن مقصد لاءِ گڏ ٿيو آهي. پئسو ۽ سياست، تعليم جو خيال شايد رڳو سليم جي نوجوان دل ۾ ڦٿڪي رهيو هو. وزير صاحب پيپسي جو ڍڪ پيري پنهنجا ڪارناما بيان ڪرڻ شروع ڪيا ئي هئا تہ سليم اُٿي آيو انهي لمحي سچ هن تي سايو ڪري ڇڏيو هو. هن هڪ ئي وقت ڄڻ ٽنهي شخصن کي مخاطب ٿي چيو "ڪٿي آهي تعليم، اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ هن ملڪ جا لکين ٻار اسڪول وڃڻ کان محروم آهن. ناخواندگي ۽ تعليم طرف نہ ورڻ ۽ اسڪول نہ ويندڙ ٻارن ۾ جلد اسين دنيا ۾ پهرين نمبر تي اچي ويندا سين. آهي ڪو توهان وٽ انهيءَ جو حل رياست ڇا پئي ڪري، رڳو عياشيون، ورسيون ۽ سيمينار هر ادارو هر ڪارندو غير تعميري سياست جي گند ۾ پريو پيو آهي. اسان وٽ اسڪول بند پيا آهن. استاد ڄڻ پگهار سان موڪلن تي آهن. ڪتاب رديءَ جي اگهہ ۾ پيا وِڪامن. جي ڪٿي اسڪول ڪليل آهن تہ توهان کي خبر آهي تہ ايڪيهين صديءَ ۾ اهي غير معياري تعليم ڏئي رهيا آهن. ٻولي ختم ٿي رهي آهي. رياست وٽ آهي ڪو چيڪ ۽ بيلنس، اوهين سڀ ناڪام ۽ ناڪارا آهيو. رڳو فوٽو سيشنز ۽ پئسا ڪمائڻ ۾ پورا. اوهان کي نہ اڄ جو نہ ئي مستقبل جو ڪو فڪر آهي. وزارتون ۽ عهدا ۽ تعليم جيڪا فرد کي Vision ڏيندي آهي. ڪنهن نابين جيان گهٽيءَ ۾ ٺوڪرون کائي رهي آهي. جڏهن تہ سياست جيڪا سماجي خدمت نيڪي جو عمل آهي ۽ قانونسازي ۽ انصاف جيڪو سماج کي بهتر بنائي، سياستدان دنيا ۾ هڪ نيڪ نام شخص هجي ٿو جڏهن تہ سياست ۽ انهيءَ جي اڳواٽيءَ ۾ سماج کي بهتريءَ

جي طرف وٺي هلڻ جا بهتر امڪان هتي بہ موجود آهن. پر بهتري ڪير ٿو چاهي. جڏهن تہ اوهان سياست کي گٽر ۾ بدلائي ڇڏيو آهي."

سلطان جيڪو پنهنجي ڊجيٽل ڪئميرا سان وزير صاحب جا فوٽو ڪڍڻ وارو هو. سليم جي ڳالهہ ٻڌي ڪاوڙجي پيو. هن جي چهري کي ڪاوڙ جي شديد لهر بدنما بنائي ڇڏيو هو. باقي بہ شخص توهين محسوس ڪندي نماڻيون اکيون کڻي سلطان کي ڏسي رهيا هئا. سلطان سليم تي هڪ ڦهر ڀري نظر وڌي ۽ ڪنهن فرعون جيان حڪم ڏنو "گيٽ آئوٽ. گيٽ لاسٽ" سليم جڏهن ٻاهر پئي نڪتو تہ هن ٻڌو "باسٽرڊ پاڻ کي سماج سڌارڪ ٿو سمجهي."

"ڇورن جو دماغ خراب آهي." وڏي سي ڳالهايو ۽ تعليم واري وزير هن سڄي اڻ وڻندڙ صورتحال تي ششدر هئي پر خاموش رهي.

سليم ڏک مان ڀريل پنهنجي آفيس ۾ اچي ويٺو. هن پاڻ سان خود ڪلامي ڪئي. مون اهڙي ڪهڙي غلط ڳالهہ ڪئي جو سلطان هن کي حرامي چيو. سليم نوجوان آهي. شايد هن کي خبر ڪونهي تہ رعيت سان اها ريت ۽ اهو سلوڪ ڪو نئون تہ ڪونہ هو. پر ڇا ڪجي جو انهيءَ کي ذلتن ۽ عقوبتن جي باوجود ويسر جي بيماري آهي. سليم سوچيو اشرافيہ جي توهين کي وساري ڇڏڻ جو عارضو ڪٿي آءُ ڪيترو وقت جي سگهندس. ڇا ڪندس مري وڃڻ جهڙي زندگيءَ کي، ماڻهو جڻ قبرستان جهڙي ماحول ۾ جي رهيو هجي، ڪٿي آهي تهذيب ۽ ڪٿي آهي زندگي، هن رڙيون ڪرڻ چاهيون. پر هن جو آواز اندر ئي دٻجي ويو.

هوءَ آفيس ۾ ويٺو رهيو دلگير. هن کي اندازو هو تہ هن جو هتي آخري ڏينهن آهي. هينئر هن کي پنهنجي ماءُ ياد اچي رهي هئي. هن چاهيو تہ جيئن گهر پهچندو تہ هن سان ڳر لڳي روئيندو.

ڊرائينگ روم ۾ سلطان صاحب تعليم واري وزير ۽ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر باهمي دلچسپيءَ جي معاملن تي ڳالهيون ڪري رهيا هئا ۽ کِلي رهيا هئا. تعليم واري وزير جي کِل ڪنهن جهرڻي جو آواز ڪٿي گهڻي دلڪش هئي. هاڻ اهي ٻيو ڪجهہ بہ نہ هئا رڳو ٺيڪيدار هئا ۽ پنهنجي حصي پتي تي ڳالهائي رهيا هئا. ايجوڪيشن ورڪس جا ٺيڪا مفت

ڪتاب ورهائڻ واري اسڪيم. ڇپائيءَ جو ٺيڪو يونيورسٽيءَ ۾ کھڙيون تعميرات ٿينديون. ڪٿي ۽ ڪڏهن ڪيتريون نوڪريون ڏيٽيون آهن ۽ ڪنسلٽنٽ رکڻا آهن. انهيءَ سلسلي جي سموري پوتاميل مان اهي ٿيئي مطمئن هئا. لنچ سرو ٿيڻ تائين ورهاست تي اتفاق ٿي چڪو هو ته هاڻ اهي ڪجهه وڏيڪ تونگر ٿي ويندا ۽ معتبر سَڏبا. ڊائيننگ ٽيبل ڏانهن ايندي انهن اڄوڪي واردات تي هڪ ٻئي کي داد ڏنو. لنچ لاءِ ٽيبل تي ست رڃي پکڙي پئي هئي. اهي خوش به گهڻا هئا. هلڪي آواز ۾ ڪچهري ڪندي ماني کائي رهيا هئا. سلطان صاحب وچان وچان بيئر جو ڍڪ به ڀري رهيو هو. جڻ ٿوري دير اڳ پيدا ٿيل تلخي کي دُور ڪندو هجي.

ماني کائي اهي ٻاهر نڪتا. ڪجهه دير انبن ۽ نِمن جي وڻن هيٺان ويهي ڳالهايو ۽ پوءِ انهن سلطان صاحب کان موڪلايو.

واپس گهر ڏانهن ويندي سلطان صاحب معمول مطابق آفيس اچي ڪنهن هدايت ڏيڻ بدران گهر هليو ويو. ڪن پل کان پوءِ فون جي گهنٽي وڳي. سلطان صاحب جي پير و مرشد جو فون هو. هن لائين اندر ڏئي ڇڏي. سليم جو مشاهدو آهي ته تمام تر سياسي عياريءَ جي باوجود سلطان صاحب پنهنجي مُرشد جي قدمن ۾ پيو هوندو آهي. جنهن جو تڪ جي غريب ۽ اڻ پڙهيل ماڻهن تي وڏو اثر آهي. جيڪي به ڪيس پيرين پوندا آهن ۽ هٿ چُمندا آهن. ساڳيو عمل هن سلطان صاحب کي به دُهرائيندي ڏٺو آهي. جيئن هن جي عياري جي غير معمولي آهي. تيئن هڪ مريد سلطان جي پنهنجي مُرشد ڏانهن نيازمندي حيران ڪندڙ آهي. اها سندس روحاني ضرورت آهي يا سياسي يا ٻئي ضرورتون آهن. سليم ڪڏهن به نتيجي تي نه پهچي سگهيو آهي. دنياداري ۽ روحانيت کي ڪيئن گڏ هلائجي. سلطان انهيءَ جو هڪ باڪمال ڪاريگر آهي. وري فون جو بزر وڳو "سليم" سلطان صاحب ڳالهايو. "تون هتي هج. شام جو درگاهه شريف تي هلنداسين. مُرشد سائين ياد ڪيو آهي، سندن دُعائن وسيلي پنهنجو جهان پيو هلي. مغرب جو موٽي اينداسين."

سڄي ڏينهن جي مصروفيت جي انت کان پوءِ هاڻ آفيس خالي هئي. سليم جي اندر خاليپڻو ۽ مايوسي وڌندي وئي 'حرامي' لفظ جي گونج تڏهن

ڪان هن جو پيڇو ڪري رهي آهي. جنهن مهل ڪان اهو ادا ٿيو آهي. ملازمہ هن لاءِ پيهري جي ماني کڻي آئي، هن جي وڃڻ ڪان پوءِ هن ماني پاسي تي رکي ڇڏي، هن جي بُک مري وئي هئي. پنهنجي پورهئي جي مانيءَ تي هن جو حق هو پر هو اڄ پنهنجي مرضيءَ سان انهيءَ حق تان دستبردار ٿي رهيو هو. اڄوڪو ڏينهن ڪيئن گذرندو، ڪيئن شام ٿيندي ۽ پاڻ هن قفس مان نڪري فيصلو ڪندو تہ جيئرو رهجي يا مري وڃجي. اهڙي بي چيني ۽ مايوسي کڻي واش روم ۾ وڃي هٿ مُنهن ڌوتو. ڪجهہ فرحت محسوس ڪئي. هن ڪمپيوٽر آن ڪيو. جيئن اُتان پنهنجو محفوظ ڪيل پرسنل رڪارڊ ڊاهي ڇڏي پنهنجي ڪا نشاني هن هتي رهڻ ڏيڻ نہ ٿي چاهي. هن جيئن ڪمپيوٽر مائوس کي حرڪت ڏني تہ سلطان جي گهر اندر ريوالور جي فائر جو آواز آيو. هڪ ڪان پوءِ ٻئي فائر جو آواز وٽن تي وينل پکي پڙڪو ڪائي اُڏاڻا. اچا هو ڪجهہ سمجهي فون تي سلطان صاحب جو گهبرايل آواز آيو. "سليم! ايمبولينس گهراءِ" هن جي آواز ۾ درد هو. هن سلطان جو سچو آواز اڄ ٻڌو هو. عياري ۽ سياست ڪان پاڪ آواز هن کي تعجب نہ ٿيو. هن ايمبولينس لاءِ اسپتال ۾ فون ڪئي.

گهر مان روئڻ جو هلڪو آواز جنهن ۾ درد جو الاپ هو. آواز جيتوڻيڪ پريان پئي آيو پر چٽو ٻڌڻ ۾ پئي آيو. جو اڄ ڏُکاري هوا سندس طرف گهلي رهي هئي.

سلطان صاحب جي ٻانهن ۾ پنهنجي اڪيلي نياڻي هئي. جنهن جو جسم ۽ لباس رت سان رڱيل هو. انهيءَ کي ايمبولينس ۾ چاڙهڻ ۾ سندس ياءُ مدد ڪئي، جيڪو پڻ روئڻ هارڪو هو. ايمبولينس پنهنجي سائرن ۽ ريڊ لائيٽ جي مخصوص نشاني کڻي تيزيءَ سان اسپتال رواني ٿي وئي. سلطان صاحب جي اها سدا ملوڪ ۽ باوقار نياڻي جنهن کي هن صبح گلن جي ٻارين ۾ گلاب جيان ڏٺو هو. هينئر رت ڳاڙيندي وڃي رهي هئي. هن کي پنهنجي توهين، حرامي سَڏجڻ جي ڏُک جي جاءِ تي هڪ نئين دلگيري لاچار ڪري وڌو هو.

ڪجهہ وقت گذريو تہ ملازمہ آئي ۽ هن کي چيائين تہ ڪو خير جو اطلاع اچي تہ بيگم صاحبہ کي ٻڌائجو. گهڻي پريشان آهي ۽ روئي رهي هئي

آهي. روئڻ جو هلڪو آواز جنهن ۾ درد جو آلاپ هو. هينئر به هوائن ۾ تري رهيو هو.

"ٺيڪ آهي پر ٿيو ڇا آهي؟" سليم ملازم کان پڇيو. ملازم ويجهو اچي چڻ رازداريءَ سان ٻڌائڻ شروع ڪيو. "ياءِ ۽ پيڻ جو جهيڙو گهٽڻ ڏينهن کان پئي هليو." هن کي اها صبح ياد آئي. بيوٽي پارلر ڏانهن ڏيندي اهي ٻيئي اجنبين جيان ويٺا هئا ۽ هڪ جملو به پاڻ ۾ نه ڳالهايائون.

"ڇا جو تڪرار؟" سليم پڇيو.

ملازم جيڪا ڳالهه ٻڌائي سا سليم کي ڪجهه هيئن سمجهه ۾ آئي، جيئن ته صاحب جا ٻيئي ٻار ساڳي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهن ٿا. گذريل ٽن مهينن کان گهر ۾ جنگ پئي هلي. ڇوڪريءَ کي جوانيءَ جو پهريون پيار ڇُهي ويو هو. هوءَ پنهنجي هم ڪلاس شاگرد دوست سان عشق جي پختي پيچ ۾ اچي وئي هئي. هن جا ڏينهن رات بدلجي ويا هئا. هوءَ گهڻي خوش هئي. پيار ۾ انهيءَ جي ڇهاءَ ۾ گهڻي مُسرت آهي. اهو هن سمجهيو ٿي ته به هن وري پُڇيو "پر تڪرار ڇا لاءِ؟"

"ياءِ دشمن ٿي پيو." ملازم چيو.

سليم چيو "بندشون پيون هونديون، محبوب سان ملڻ ۽ ڳالهائڻ تي، پابندي پئي هوندي، ڏڙڪا ته يونيورسٽي ۾ هن سان نه مل، سيل فون تي نه ڳالهائي."

"ها سچ ٿو چئين جيئن ڪئين دفعا اهي موبائيل ياءَ ڪاوڙ ۾ اچي پٽي ڇڏيا. ڪجهه ڏينهن پڙهڻ لاءِ وڃڻ بند ٿيو. گذريل هفتي کان ٻيئي پڙهڻ ڪونه پئي ويا."

"سلطان صاحب انهيءَ کي سمجهايو ڪونه. جيڪو سڄي دنيا لاءِ پاڻ کي اڪابر سمجهندو آهي."

هو اڄ سلطان لاءِ پنهنجي نفرت لِڪائي نه سگهيو. اڄ جڏهن ڊرائينگ روم ۾ حرام جي مالي تي اتفاق ٿي رهيو هو ته ڇا هن کي خبر هئي ته سندس گهر جي نااتفاقي انهيءَ جي فرش کي سندس ڌيءَ جي خون سان رنگين ڪندي. ملازم چيو "صاحب به پٽ سان هم خيال ۽ همراز هو. ڌيءَ کي ڏڙڪا به ڏيندو هو ۽ سمجهائيندو به هو ته هن جي محبت ڪيس قبول نه آهي."

پيار جي ندي ڇا ڪنهن ڪان روڪي رکي آهي. سليم سوچيو ۽ پُڇيو. ”پر اڄ اهو ڇا ٿي ويو گهر ۾ گولي هلي وئي.“

”صاحب جي ڌيءَ موبائيل تي پنهنجي محبوب سان پئي ڳالهايو. مٿان پاڻ اچي ويو. هن موبائيل ڦري پاڻ ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ انهيءَ ڇوڪر کي جيڪو سندس پيءُ جو پيار هو. ماءُ پيءُ تي گاريون ڏنيون ۽ موبائل ڪاوڙ ۾ ديوار تي اُڇلائي هنيو.“

”پوءِ؟“

انهيءَ بي پناهه بيعزتي تي هو روئندي پنهنجي ڪمري ڏانهن هلي وئي. اڌ ڪلاڪ ڪن گذريو هوندو جو هن صاحب جي ڪمري ۾ وڃي هٿيار ڪنيو.“

”ڪمري مان ريوالور کنيائين.“ سليم پُڇيو.

”ها ڪمري ۾ اچي هن پاڻ تي فائر ڪيا. هوءَ ڇوڪري هئي ۽ پريشان هئي. ريوالور شايد نشاني تي نه بيٺو. ٻه گوليون هليون هڪ ٻانهن ۾ ۽ ٻي ڪُلهي ۾ لڳي. ڇوڪري رت ۾ رڱي فرش تي پئي هئي. الله خير ڪري آءُ وڃي ٿي خبر گيري ڪريان سائڻ ڏاڍي دلگير آهي.

روئڻ جو آواز جنهن ۾ درد جو آلاپ جيئن پوءِ تيئن وڌي هوائن ۾ تري رهيو هو. توهين هن جي به ٿي هئي. سليم سوچيو پر هن وٽ ريوالور ڪونه هو يا شايد شاهينه جيتري همت هن ۾ نه هئي.

خالي ۽ اڪيلي خاموشيءَ ۾ هوا جنهن ۾ انب جي ٻور جي خوشبوءِ هئي، هاڻ انهيءَ ۾ جوان خون جي ڪٿوري به شامل ٿي وئي هئي. اهي ٻئي گهاٽيون خوشبوئون هن جي نڪ ۾ جمي رهيون هيون ۽ درد جو ڏيمو آواز جڏهن هن گهر جي طرف دريءَ جو تاڪ کوليو ته ڪجهه چِتو ٻُڌڻ ۾ اچڻ لڳو. اڄ سڄو ڏينهن مليل ذلت سلطان جي لفظ جو خنجر حرامي، ۽ انهيءَ لفظ جي پٺيان لِڪل توهين جو سلسلو ۽ تنهن بعد ريوالور جا ٻه فائر. لفظ جي خنجر آزمائي هن تي به ائين ٿي هئي ۽ جڻ ريوالور جون ٻه ئي گوليون هن جي دل جو نشانو وٺي فائر ٿيون هيون. هو جڻ ذلت ۽ خون جي نديءَ ۾ وهي هليو هو هن جو ساهه مُنجهڻ لڳو. ٻاهر نڪري هو کليل هوا ۾ انب جي ساپي ۾ اچي بيٺو ساهه جي مُنجهه کي روڪڻ لاءِ هن ڊگها ساهه کنيا ۽ ساون وڻن کي بي خيالي ۾ تڪيندو رهيو. هن کي زندگي جي ذلت کان نفرت الڳ

هئي. جيڪا ڄڻ سندس جهڙن ماڻهن جي مقدر ۾ ازل کان لکي پئي آهي. پر اڄوڪي ڏينهن جي ڊرامائي واقعن توهين. رت جي رشتن جو بکيڙو دولت اقتدار ۽ سياست ۽ انهيءَ وچ ۾ للڪاريندڙ لپڪندڙ جوان خون. وهي هلندڙ ڄمي پوندڙ.

آءٌ جنهن کي تورو سچ ڳالهائڻ تي حرامي چيو ويو. سليم جي ذهن ۾ گهٽي چڪتاڻ هئي ۽ ديوانگي. دنيا تان هاڻ هن جي دل پلجي چڪي هئي. هِن شدت سان چاهيو ته هو اندر وڃي ڪو تيز ڌار اوزار کڻي پنهنجي ٻانهن جون نَسون ڪٽي ڇڏي، رت جي وهي هلڻ ۾ پنهنجو رت به شامل ڪري هن جو ذهن ڪنهن ڪفاري کي طلبي رهيو هو. خبر نه آهي ڇو جڏهن ته هن جو ڪو ڏوهه ڪونه هو. سواءِ انهيءَ جي ته هو مفلس هو ۽ اڄ حرامي به سمجهيو ويو. ائين شام ٿي رهي هئي. هو اتي ئي ويٺو رهيو. ويڳاڻو ۽ وايوڙيل تڏهن هن جي سيل فون جي رِنگ وڳي سلطان صاحب جو فون هو. "بابا سليم" هن جو آواز نحيف هو ۽ رياڪاريءَ کان پاڪ.

"جي سائين."

مُرشد سائين جو سيل فون اٽينڊ نه ٿو ٿئي. تون هيئن ڪر منهنجي پاران کين عرض ڪر ته خصوصي دُعا ڪن. تنهن بعد توکي موڪل آهي. پلي گهر وڃو. هاڻ اسان جو خدا حافظ."

هن ڪمري ۾ اچي پير مُرشد سان فون تي ڳالهايو دُعا لاءِ عرض ڪري سلطان کي سندس سيل فون تي ڪنفرم ڪيو ته هو مطمئن هو.

"سليم قبله مُرشد سائين سان ڳالهه ٻولهه ٿي وئي، هاڻ خير ٿي ويندو!" هن معمول مطابق آفيس جا سڀ سسٽم آف ڪيا، آفيس کي بند ڪيو. چوڪيدار کي ضروري هدايتون ڏنيون ۽ چاٻيون هن جي حوالي ڪري اذيت گهر مان ٻاهر نڪري آيو. اهو پهه ڪري ته هو واپس ڪڏهن به انهيءَ در تي نه ايندو. انسان ۾ جيڪو باغي روح هجي ٿو اهو شام جي هن ساعت هن کي بغاوت ڏانهن مائل ڪري رهيو هو. هن کي سڄي هن سڙيل سماج، انهيءَ جي غير واجبي وهنوار ۽ بي اصول ۽ بي روح اشرافيه سان نفرت ٿي رهي هئي ۽ هن جي اندر جي اُٿل انهن کي ڪٽي جو موت ماري رهي هئي. اڄ جي شام جو ڄڻ هن جي ڪايا پلٽ ٿي رهي هئي. هن جي اندر جو انسان بدلجي رهيو ڇا ٻهي ڇا جُڙي رهيو هو. هن کي خبر نه هئي پر بيقراري هئي. جنهن کي قرار ڪونه هو.

هو اسٽاپ تي انهيءَ بس ۾ چڙهيو جيڪا کيس گهر پيڙو ڪندي آهي. بس جي سيٽ مٿان لکيل عبارت کيس هڪ نئين معنيٰ سان همڪنار ڪري رهي هئي. جتي ڪنهن دل جلي پينٽر لکي ڇڏيو هو. 'سڄڻ ڪوئي ڪوئي دشمن هر ڪوئي.' بس جڏهن اسٽاپ تي پهتي ته هو بي دليءَ سان لٿو ڄڻ هن چاهيو هجي ته اهو سفر ختم نه ٿئي. ان ڪان اڳ جو زندگيءَ جو انت نه ٿئي. جيون جيڪو نردئي آهي ۽ وڏو ستمگر آهي. ڪڏهن مايوس ۽ بيمار شخص جي خواهش تي پنهنجي وقت کان اڳ انت ٿيو آهي؟

هو ٿڪل قدم کڻندو پنهنجي گهر ڏانهن ويندڙ رستي تي هلندو رهيو. شام پنهنجا آخري چمپئي ڪِرڻا سڄي ماحول تي پکيڙي ڇڏيا هئا. هر نظر ۾ ايندڙ منظر ڄڻ گيڙو ويس پائي ڇڏيو هو. گل مهر جو وڻ پنهنجي نارنجي گلن جي جهرمٽ ۾ ڏاڍو خوش ۽ روشن هو. جڏهن ته سانجهي جي مهل هئي، نرسري جي گلن مان رابيل جون خوشبوئون هاڻي ڪان ئي مهڪي اُٿيون هيون پر پاڻ سرخ خون جي ڪٽوري خوشبوءَ ڪان پنهنجو پاڻ الڳ نه ڪري سگهيو هو.

جوانيءَ جو رت جيڪو هن اڄ وهندي ڏٺو هو. بيوسي ۽ ذلت جي احساس هن جي اکين ۾ خوف ۽ خون کي پيري ڇڏيو هو. ڄڻ نرسريءَ جا ٻه گهرا سرخ گلاب هن جي اکين ۾ ڦُٽي پيا هئا. انهن جي سرخي ۽ ڪنڊن جو چُڀڻ هن کي بي آرام ڪري رهيو هو.

هن اکين ۾ گلابن جي چُڀن کڻي بيدمشڪ ۽ نمن جي چوٽين ۾ لِڪل فليٽ جي بالڪونيءَ ڏانهن نهاريو. جتي صبح جو گلبدن ڇوڪري اچي بيهندي هئي. بالڪوني ائين خالي هئي جيئن هن جي دل خوشي ۽ اُمنگ کان خالي هئي.

رستي جي موڙ تان جيئن هو بي خياليءَ ۾ پنهنجي گهر جي گهٽيءَ ڏانهن مڙڻ وارو هو ته هن کي محسوس ٿيو ته رنگين پير هن ۽ بدن ۾ خوشبو کڻي هڪ نازنين ڇوڪري هن جي اڳيان گذري رهي آهي. پنهنجي خيال مان نڪري هن اکيون کڻي، جن ۾ گلاب جا گل هئا ۽ ڪنڊن جو چُڀڻ هو ڏٺو ته هتي ڪوئي به نه هو.

رستي جي پار هن نهار ڪئي ته اهو گيڙو ويس تياڳي ساڌو بيٺو هو. ساڳيو ويس گلي ۾ مٽڪن جون مالهائون، سڱا، ڌاڳا ۽ پيرن ۾ چاکڙيون پائي

اهو شانت شخص هن ڏانهن ڏِسي مُرڪي رهيو هو. هن جي اکين جي گهري گهور ۾ مُرڪ ۾ اهڙي کهڙي مٽيا هئي جنهن هينئر هن جو ٻنپهرن کان پيچو ڪندڙ رت جي خوشبو ۾ ذلت جي احساس ٻنهي کي گهٽائي ڇڏيو هو.

يڪايڪ هو گهر جي گهٽيءَ جي مخالف رستو پار ڪري انهيءَ تياڳي ساڌو جي ويجهو آيو هن جي سامهون اچي خوف ۾ خون جا گلاب اکين مان ڪڍي اڇلائي ڇڏيا ۽ هن جو هٿ پڪڙي ورتائين. رات ڇانئجڻ کان ٿورا پل اڳ سليم ساڌو جي سنگ گهر کان دُور هڪ مختلف رستي تي روانو ٿي ويو.

-

# رات هڪ طوفان جي

(1)

انهيءَ سروقد عورت سينگار ميز جي سامهون پنهنجي دراز زلفن کي سنواريو ٿي. سامهون سينگار ميز جو آئينو هن جو عڪس پائي چمڪي اُٿيو هو. هن جي اک جون اٽيون، هن جي ڏگهيڙري مک جو پروفائيل هڪ اهڙي عڪس ۾ منعڪس ٿي رهيو هو جيڪو هڪ لمحي ۾ دلين تي نقش ٿيندو آهي ۽ سڄي حياتي منقش رهندو آهي. ڏگهن واسينگ وارن کي ڦٽي ڪنديءَ ڦٽيءَ تي هٿ جي ٿوري قوت آزمائيندي هن جو ڪنڌ هڪ انداز سان مُڙي تي ويو مڙي واپس آئيني ۾ جهڙيءَ ريت منعڪس ٿي ٿيو. تڏهن توهين اهڙي هڪ سجيل خواب گاهه ۾ انهيءَ عورت کي سينگار ڪندي ڏسو. جيڪڏهن توهين جوان هجو ۽ عورت جي حسن جي معنيٰ خيزيءَ کي سمجهندا به هجو تڏهن توهين يقيناً انهن سيني محفلن ۾ جت حسن و عشق جون ڪٿائون لفظن ۾ ڪتبيون آهن، خيال جا صنم تراشيا ويندا آهن، تن جي سامهون واسينگ وارن جي ڦٽيءَ ۾ قاسڻ، انهيءَ عمل مان پيدا ٿيندڙ قوت جي زير اثر صراحي دار ڳچيءَ جي هڪ ادا سان مڙي وڃڻ جو ذڪر ضرور ڪريو ته توهان حقيقتن پنهنجي مختصر حياتيءَ ۾ اهو چنڊ چهرو پسيو آهي ۽ انهيءَ جي اها ادا ڏٺي آهي. پوءِ توهين جيڪڏهن چترڪار هجو ته چتر ناهيو، ڪوي هجو ته ڪويتا لکو. ڪجهه به جيڪڏهن ڪري نه سگهو پر تڏهن به تاحيات ملوڪ مک جي انهيءَ ادا کي ڪڏهن به وساري نه سگهو.

انهيءَ خوبصورت عورت وارن کي جڙن وٽ پن ڪري هيٺ ڪليل ڪليل پنهنجي پٺيءَ تان چيلهه تائين هيٺ ڦهلائي ڇڏيو ۽ آئيني تي هڪ اُڏامندڙ نگاهه وڌي، ڪمري جي درين جا پردا برابر ڪري هوءَ هاڻ وڏي ويڪري

پلنگ تي ليٽي پاسي پيل ڪاٺ جي آبنوسي ميز تي رکيل ڪيسٽ رڪارڊر تي آڱر رکي. مهدي حسين جو آواز ٽيپ مان ڦٽي نڪتو:

"روشن جمال یار سے ہے انجمن تمام۔"

ٽيپ رڪارڊر جي پاسي ۾ پيل هن هڪ ميگزين کنئي، بي خياليءَ ۾ پنهنجي نازڪ آڱرين سان انهن جا ورق ورائيندي رهي. نظرون ۽ ذهن هڪ فل پيج رنگين تصوير تي ڄمي ويون. اسماعيلي امام پرنس ڪريم آغا خان ۽ سندس پريوار جي هڪ تصوير. تصوير جي هيٺيان لکيل هو: پرنس ڪريم پرنسيز سليمه ۽ سندس ٽن ٻارڙن شهزادو رحيم، شهزادو حسين ۽ شهزادي زهرا جي هيءَ تصوير سندن فرانسيسي رهائشگاهه ۾ ورتي وئي.

تصوير ڪي ڏسندي عورت جي خيال جي دنيا کي پَر لڳي ويا. هن سوچيو: رحيم، حسين ۽ زهرا اهي اهڙا ٻار آهن، جيڪي پنهنجي نرڙ گگن تي بخت جا ستارا سجائي پرٿويءَ تي پڌاريا آهن.

انهن خوبصورت ٻارڙن کي ڏسي هن جي مَنَ ۾ اهو احساس پختو ٿيو ته اڄ به ۽ جڏهن ڪڏهن اهي چاهين، انهن مان ڪوبه هڪ شهزادو رحيم ۽ حسين، يا شهزادي زهرا هن جي من ۾ سڪون جو سبب بنجي سگهن ٿا. ٻارڙن جي اها خوبصورت تصوير ڏسي هن جي من ۾ به فطري اڄهل خواهش جاڳي ته هاڻ ته سال گهٽو عرصو گذري چڪو آهي. هاڻ پنهنجي صاحب کي اولاد لاءِ عرض ڪندي، پليز هاڻ هڪ ٻار جي خواهش دٻائي نه ٿي دٻجي. هاڻ شروع ٿيڻ کپي! علي هن جو ور ڪلهه صبح جو ايترو پڌائڻ جي ته هو جلد واپس موٽندو. هاڻ ٻي شام ٿيڻ تي آهي اڃا نه موٽيو آهي. اها ڪا ايتري اهم ڳالهه نه آهي. پر پوءِ به هڪ بي نانءِ اضطراب ۽ انتظار جا گهاٽا سايا هن جي وجود کي ويڙهي ويا آهن. تڏهن ته ائين آهي جو هن جي گلابِ چهري تي هڪ تازگي آهي پر هڪ شگفتگي شايد عليءَ جي پٺيان پٺيان هلي وئي آهي. هن جون سڀ شگفتگيون سڀ رس ۽ خوشبوءِ، زندگي بندگي علي آهي. جيڪو ڪلهه کان هن کان ٽورو پري آهي. هن کي اُميد آهي ته فرحت ۽ خوشبوءَ جي ڪنهن تازي جهوٽي جيئن، ڪنهن مهل به هاڻ اچي نڪرندو. هوءَ ٻانهن جي خوشبوءَ خوشبوءَ گهيرن ۾ ويڙهجي ويندي، هن جو گلاب تازو ۽ شگفته ٿي اُٿندو. لفظن ٿهڪڙن جو ترنم چوڌاري هرهڪ مظهر

ڪي هڪ رت بسنتي روپ ۾ وٺي ڇڏيندو. گهٽ ۾ گهٽ هوءَ سڀ ڪجهه اهڙيءَ ئي ريت ڏسندي ۽ محسوس ڪندي آهي!

ڪمري ڪان ٻاهر هاڻ شام هوريان پنک تي پساريا اگڻ ۾ بيٺل وڻن جا پاڇا ڊگها ٿي هاڻ انت ڏانهن وڃي رهيا هئا. تڏهن گهر جي مکيه وڏي در مان هڪ موٽر اندر داخل ٿي ۽ ملازمه ڊوڙي ڪمري ۾ اندر آئي. جت هاڻ اها عورت اکين تي ٻانهن رکي ليٽي پئي هئي ۽ نورجهان مڌم آواز ۾ غزل خوان هئي:

"آنکھ سے دُور ہو نہ دل سے اتر جائیگا۔"

ملازمه چيو: "بي بي مالڪ آيو آهي."

ڪجهه اڳ ٿورو ئي سهي ڪنهن بي نانءَ ڪيفيت جي سبب بي سڪون هئي، جڻ اهڙي انتظار ڪرڻ جي هن ڪي عادت نه هجي شايد ان ڪري به ته بنا سبب هن به ڏينهن لڳائي ڇڏيا. هاڻ هوءَ سرهي ٿي اُٿي. هن جو مک جيڪو تازي ڪڙيل گلاب جيان ته هو ئي. پر هاڻ هن جي پهچي وڃڻ جو ٻُڌي انهيءَ مک جي گلاب تي تازگيءَ سان گڏ هڪ شگفتگي به اچي وئي. جڻ انهيءَ تازي ڪڙيل گلاب تي به قطرا شبنم ڪِري پئي! هن جو مک ائين ڪومل ٿي اُٿيو جڻ پنيرڪي جي ڪنهن آرائين انهيءَ کي شاخ گلاب تان چني هن جي ڳچيءَ ۾ سجائي ڇڏيو هجي.

اهو ٽيهن سالن جو قدآور شخص جيڪو هن عورت جو مڙس هو.

انهيءَ کان وڌيڪ ته اهو هن جو محبوب هو. پنهنجي دعويٰ ۾ هوءَ به سچي هئي. انهيءَ ڪري جو سڄي ڪائنات کي هوءَ سندس اکين مان هيٺ لهي ڏسندي هئي، وجود ۾ گُم ٿي پسندي هئي. هوءَ گهٽ ئي هن شخص جي سحر مان آزاد ٿي سگهندي هئي.

غير موجود هوندي به گهٽ ئي اهو شخص هن جي ماندان غائب رهندو. بي پناهه سڪ ۽ ڇڪ تصور ۽ حقيقتن جي وچ جون سڀ ڪاهيون ڪستوري خوشبوءَ سان ڀري ڇڏيندي هئي.

۽ شخص سامهون در مان داخل ٿي هڪ پل لاءِ دم بخود بيهي رهيو. عورت جيڪا سندس سامهون بيٺي هئي جنهن جي مک تي ٿورو اڳ تازگي

۽ شگفتگي جو احساس هو. هاڻ سامهون هن شخص کي اُداس ڏسي هن جا چپ لرزيا. هلي هوءَ ٻہ قدم اڳيان وڌي تڙپي هن جي سيني سان ٽڪرائي.

سدائين جيان هن ٻانهن جا هار هن جي ڳچيءَ ۾ پاتا. پنهنجن چپن سان هن جي چپن کي گهيريو ۽ آجيان جي ڀرپور چُميءَ جو آرنڀ ٿيو. پر عورت کي ائين لڳو ڄڻ اهي چپ گذريل ٻن ڏينهن اندر بيحد نامانوس ۽ اجنبي بنجي ويا آهن.

انهن چپن جي رواجي گرمي ۽ رس جي احساس بدران هن کي لڳو تہ هن چپ نہ چُميا هجن ڄڻ ڪاٺيءَ جي ٽڪري تي چپ رکيا هجن! اهڙو ٿي ڦِڪو ٿڌو ۽ بي جان هو اهو چپن جو چپن سان ملڻ. هن ڳچيءَ ۾ ٻانهن ورائي هن اُداس شخص جي اکين ۾ نهاريو ۽ ٿورو زور لڳائي، هن کي ٻہ قدم اڳيان آڻي ڪرسيءَ تي ويهاريو ۽ سر جهڪائي هن جي جوتن جا ڏاڳا کوليا. علي ڪوشش ڪري پنهنجو پاڻ تي ضبط ڪري لڙڪ لڪائي ڇڏيا. جيتوڻيڪ هن چاهيو ٿي تہ هو هن سان لپٽي روئي، بس دل بي پناهہ ڏُک سان ٺمٺار هئي ۽ هُن انهيءَ جي ظاهر ٿيڻ جي سيني رستن تي سهپ جا پٿر رکي ڇڏيا. هن شخص کي شايد ضبط جي وڏي قوت هئي.

"بهتر آهي توهان وهنجي وٺو آءٌ ملازم کي چانهہ لاءِ چوان."

"نہ اڄ آءٌ چانهہ نہ پيئندس." هن ڪمري سان لاڳاپيل باٿ روم ۾ داخل ٿيندي چيو.

عورت ڄاتو ٿي، علي جنهن شام چانهہ نہ پيئندو تڏهن ضروري آهي تہ شراب پيئندو. هن ملازم کي خواب گاهہ جي پٺيان، ٻاهر لان ۾ جت بيدمشڪ جا ٻہ ڏگها وڻ هئا، گلاب ۽ موتئي جون ٻاريون هيون ۽ ڍاڪا گراس جو زمردي مخمل هو اُتي ڪرسيون، گلاس ۽ شيشا سيٽ ڪرڻ لاءِ چيو.

اڄ شام بي پناهہ رنج ۾ ويڙهجي بيحد ڀاري ٿي هن جي ناتوان ڪُلهن تي لهي آئي هئي. شام جا ڳري بوجهل ۽ دکدائڪ آهي. لمحو لمحو گذري رهي آهي. هن ڪرسيءَ تي چپ چاپ ويٺي سوچيو ٿي: گذري ويل ٻن ڏينهن جي اندر ڪهڙو جهنم هو ڪهڙي دشت جي سياحي هو ڪري آيو آهي. جو ڪلهہ ڪان اڳ خوب ڇهڪندو گلن جيان ڪڙندو خوشبوءَ جيان ڦهلجندو هو. انهن خوشبو خوشبو گهيرن ۾ ڇا خوب رس ۽ رنگ هو ڇمپٽي سوجهرن

۾ ويڙهيل سک سويرا هئا ۽ انهن ۾ چا خوب طمانيت هئي. ايترو جلد ڇا
ڪوئي بدلبو آهي، سک سويرا انڌن انڌيرن ۾ گُم ٿيندا آهن. گل ڪومائبا
آهن، مکڙين جو ڪرڻ ۽ پکين جو چهڪڻ ايتري ٿوري وقت ۾ انت ايندو
آهي - ۽ هيءُ شخص علي! پنهنجي گهر ۾ سندس ماندان آواز جي ڪيڏي نه
موسيقي، لفظن جي ڪيتري نه نغمگي انگن ۾ ڪهڙا نه رقص ڪٺي جيئندو
آهي. هوءَ هر پل رقص ۾ موسيقيءَ جي انهن حسين آگرين جي گهيري ۾
رهندي آهي، جيڪي هن جي بدن تي سر سرائيندڙيون آهن. انگن جو هر
رقصان گهيرو هن جي دلربائين کي نت نوان رنگ ۽ روپ بخشيندو اهو
حسن ڪار اچ پنهنجي سيني خوبصورتين کي ڪٺي وڃائي آيو آهي.
گهڻين ۾ چا ڪانئس به وڏا جادوگر ڦرن ٿا. اهي پل پل ۾ ماڻهوءَ کان سندس
سڀ ڪجهه ڦري وٺن ٿا - هي شخص خلاف معمول ايترو خاموش آهي. اها
چا سمونڊ ۾ طوفان جي انت کان پوءِ جي خاموشي آهي.

ٿوري دير ۾ ئي علي پنهنجو هينيون ڏڙ ٿوال سان ويڙهي باٿ روم مان
ٻاهر نڪتو. شيو ڪرڻ، وهنجڻ جي تازگيءَ جي باوجود عورت ڏٺو ته هيءُ
شخص ڪنهن ٻاري ڏُک ۾ گهيريل آهي. هن جو موهه ڀريو من جيڪو
ڪنهن پنڇيءَ جيان هن جي وجود جي وشال گگلن جي ڦهلاءَ ۾ خوب اڪير
مان پرڙا ماري اُڏرندو هو. هن کي محسوس ٿيو ته انهيءَ گگن جو سڀ نيل ۽
وشالتا ڪنهن انڌي آنڌيءَ جو شڪار ٿي چڪي آهي ۽ اهو به ته سندس من
جي پنڇيءَ جا پنک ڪنهن ڪپي ڦٽي ڪيا آهن. هن جون اکيون پَرَ
ڪپيل انهيءَ پنڇيءَ جيان تڙپي عليءَ جي ڇهري تان هيٺ لٿيون ۽ هن جي
اندر مان هڪ هسٽريائي رڙ نڪتي: علي هي سڀ ڇا آهي؟" اچانڪ هن
ڏٺو هن جي ڇاتي ۽ پٺي زخمي آهي. ننڍا ڇهڪ سامهون ڇاتيءَ تي ۽ پٺيان
ڪُلهن تي. ڇهڪ جيڪي خشڪ ٿي ويا هئا. وهنجڻ ڪري وري آلا ٿي
پيا. رت قطرا انهن مان ڦٽا ٿي. عورت تڙپي ٻيهر هن جي ڇاتيءَ سان لڳي ۽
زخمن تي پنهنجا چپ رکيا.

عليءَ خلاف طبع خاموشيءَ سان ڪپڙا متايا ۽ آلن وارن کي ڦٽي
ڪري پٺيان ورائي ڇڏيو. هميشه ائين ٿيندو ته وارن کي ڦٽي ڏيڻ کان پوءِ
يڪايڪ پنهنجي ٻانهن هن عورت جي چيلهه ۾ گهيريندو ۽ هوءَ گل جي

تاريءَ جيان لچڪندي شاخ تي ڪڙيل ڦول جيان هن جو مک پنڪڙين جيان لرزندو هن جي ساهن سواسن ۾ سڳنڌ جي هڪ لهر اُٿندي، مدهوشيءَ جو هڪ عالم چوڌاري ڪڙو ٿي اُٿندو ۽ پيئڻ کان اڳ ئي مڌ جي سرخي انهن جي جسمن ۾ ڦٽي اُٿندي، پر اڄ انهيءَ جي ابتڙ ائين هو جو هن پنهنجي ٻانهن علي جي ڳچيءَ ۾ پاتي هئي ۽ عليءَ جون سگهاريون ٻانهون ائين سڌيون ۽ غير متحرڪ ڄڻ ٿورو اڳ ٻيجان ٿي ويون هجن. هوريان هوريان هلندا اهي ٻئي لان تي اچي ويٺا. چوڌاري وڻن گلن ۽ گاهه جي مانوس خوشبو ڦهليل هئي. رات جي راڻيءَ جي خوشبو هلڪي، ڪيف آور انهن جي مٿان تري رهي هئي، انهيءَ جي مٿان بيدمشڪ جي وڻن پنهنجي حسين نازڪ آڱرين جهڙن پتن کي هوا جي ڪومل هٿن ۾ ڏئي ڇڏيو هو. هڪ ئي وقت هزارين لکين آڱريون جهوميون ۽ آسمان ستارن جي صورت ڪروڙين اکين جيان چمڪيو ٿي. هن هميشه جيان هلڪو جام ٺاهي هن جي سامهون رکيو زوري مُرڪ سجائي اکين ۾ اکيون ملايون. هن ڏٺو ته هن جي اکين جا آگم وسڻ جا ويس ڪري ويٺا هئا. علي ٿورو جُهڪي جام کنيو ڄڻ لهو ٽپڪي جام ۾ مليو ۽ هن ڍُڪ ڍُڪ پيئڻ شروع ڪيو.

هوءَ وڏي ارمان سان هن کي ائين خاموشيءَ سان پيئندو ڏسندي رهي. هميشه ائين ٿيندو هو جو پيئڻ کان پوءِ هو خوب ڇهڪندو ۽ نرم لهجي جو سنگيت هوائن سان ملي چوڌاري گونجي اُٿندو. اڄ هي شخص چُپ آهي ڄڻ آخري گلاس هن جي هٿ ۾ آهي- زهر پريل. ساڪت آهي ائين ڄڻ زندگي پنهنجي رنگ ۽ سواد ۾ خالي ٿي چڪي. گلاس ڦڙو ڦڙو پريل آهي ۽ زندگي پنهنجي آخري بوند بُٺ تي برسائي به چڪي. پيئندي عليءَ نگاهه کڻي هن کي ڏٺو ۽ يڪايڪ اکيون جُهڪائي ڇڏيون. عورت کي اڄ عجيب محسوس ٿي رهيو هو ته جڏهن هي شخص پيئندو آهي، خُمار ۾ گهيربو آهي. تڏهن سندس گويائي ائين هوندي آهي ڄڻ لفظ هوائن ۾ ترندا هجن. پر اڄ هن جو آواز پنهنجي پرواز وڃائي ويٺو هو!

شايد انهيءَ جا پَرَ لڙڪن جي برکا ۾ پچي پيا هئا. پنهنجي تل ۾ ڳرا ٿي پيا هئا. هوائون مٿي وڻن جي چوٽين تي لهرايون ٿي. هن جو آهنگ انهن کان هيٺ پٽڪي رهيو هو.

شايد آواز جا هنج پنهنجا پرَ ڪپائي ويئا آهن ۽ ظاهر ظهور تڙپي رهيا آهن. جڏهن هن ڳالهايو تڏهن عورت کي سڀ ڪجهہ ائين محسوس ٿيو.

"سڀ ڪجهہ سيما آءٌ پنهنجن هٿن سان ڪري آيو آهيان. آخر سڀ ڪجهہ منهنجي مانداں ٿي گذريو."

يڪايڪ هن ڳالهائڻ شروع ڪيو.

"سنگهرش منهنجي وجود جي اندر ٻاهر هلندي رهي. وقت جو قهر منهنجي مٿان نازل هو. اهڙي قهر ۽ سنگينيءَ ۾ آءٌ بہ ڏينهن ۽ هڪ رات جون بيشمار صديون گذاري آيو آهيان. لُڙڪ ۽ لهوءَ جي برسات ۽ ڏکوئيندڙ احساس جي انڌين آنڌين جي ور چڙهي ويس. آءٌ جيڪو سدائين احساس ۽ شعور جي خوبصورت گهر جو مڪين آهيان. منهنجي آتما جون ڪڙڪيون ۽ جيءَ جهروڪا لُڙڪ لهوءَ جي برسات ۽ انڌين آنڌين کان هميشه لاءِ مضبوطيءَ سان بند رهيا آهن. ڪتي بہ ڪنهن ڏُکوئيندڙ ۽ ڏاهيندڙ درد ۽ محروميءَ کي پيدا ڪندڙ ڪنهن بہ شڪتيءَ لاءِ ڪا وٿي ڪونهي. ائين منهنجو وجود پنهنجي اندر ۾ ڪنهن گهر جيان آهي. جنهن ۾ سدائين بسنت بهار ٿو هجي ۽ ڦول ٿا ڪڙن. آءٌ ۽ منهنجا سڀ سڄڻ، جيءَ جيارا انسان انهيءَ ۾ وشال وڻن جيئن ڪڙا آهن ۽ جهومن ٿا. انهيءَ بهار جي گهر ۾ خوشبوءِ جي ڦوهارن جي پاسي ۾ تنهنجو ۽ نيڪ انهيءَ جي سامهون منهنجو وڻ ڪڙو آهي. انهن جون شاخون ٻانهون پن آگريون پاڻ ۾ جُڙيل ۽ رقص ڪنان آهن ۽ اوري پري ڪيترائي وڻ، ماڻهو شاخون، ٻانهون، پن من ۾ جهومن ٿا. انهيءَ سڀ ڪجهہ هوندي بہ دل ودييندڙ ڳالهہ اها آهي، جان من جو وڻ جيڪو سيني کان وڏيڪ سگهارو ثمر بار هو پنهنجون جڙون ڇڏي بہ ڇڪو. اسان جي بهار جي گهر ۾ ائين انڌيون آنڌيون گهڙي ايندين، اسين ڪمزو ۽ بي سهارا ٿينداسين، پنهنجن اکين سان مضبوط وڻ کي ڪِرندو ڏسنداسين..."

هو لڳاتار ڳالهائيندو رهيو ۽ سيما انهيءَ تبديليءَ کي بي پناهہ ڏُک ۽ حيرانگيءَ سان ڏسندي رهي. هي شخص سدائين کان گهڻو مختلف تڏهن ئي محسوس ٿيو جڏهن گهر اندر داخل ٿيو. هاڻ جيڪي ڪجهہ ڳالهايو اٿائين، جيتوڻيڪ اهو لايعني ڪونهي پر هن جي سوچ ۽ عمل کي ڪٽ

ڪندڙ ضرور آهي، انهيءَ جو هيو تاريڪ رُخ آهي، سندس لڳ ڪاندارجي
ويا. اهو سيوچي تہ هي شخص يڪايڪ بدلجي ويو آهي، اهو شخص
جيڪو سندس ور آهي محبوب آهي، اول آخر آهي، تڏهن پاڻ هن لاءِ ضرور
بدلبي. پنهنجو پاڻ کي ڪيئن تبديل ڪبو ايترو جلد جيترو جلد علي
بدليو آهي، هو ڏُکي بہ آهي. هن جي ڳالهائڻ مان غم، ڦڙو ڦڙو ٽپڪي ٿو. اهو
سڄو غم سندس ٿي تہ آهي. سڄي درد جو بار هن جي ناتوان ڪُلهن تي
ڪِري پيو آهي.

هوءَ انهيءَ کي ڏوئيندي وڏو آنند ماڻيندي، پر هي شخص جنهن
سدائين ڪيس پنهنجي سک ۽ سرخوشيءَ ۾ شريڪ ڪيو آهي. ڪٿي خود
غرض تہ نہ ٿي ويندو، پنهنجو سڀ درد ڇا پنهنجي وجود ۾ جذب ڪندو. هن
جي من ۾ آيو تہ هوءَ چئي ڏي:

"ڪٿان آندو اٿو هي درد ۽ غم، سڀ درد ۽ غم - مون کي ڏئي ڇڏيو."

"سيما". هن ڳالهايو. اُٿي هوريان ڦري هن جي پنيان ٿي بيٺو ۽ جُهڪي
پنهنجا هٿ هن جي ڪُلهن تي رکيا. سيما ڪنڌ موڙي هلڪو مُرڪي
پنهنجي گهرن نيڻن جي هڪ جادو اثر نظر هن تي وڌي. هن کي چپن ۽ اکين
۾ ائين مُرڪندو ڏسي عليءَ جو من بي انتها غم جي گهيري ۾ اچي ويو. اهو
سوچي هو بيحد ڏکي ٿيو. عورت ڪجهہ دير گذري ٿي جو بي پناهہ غمگين
ٿي ويندي، هن جي نازڪ شاخ بدن کي هڪ طوفان گهيري ويندو. ٺيڪ
آهي انهيءَ جو فڪر ڪونهي، ضروري ٿيو تہ هو هن کي پنهنجي سيني جي
اوٽ ۾ لِڪائي ڇڏيندو.

"سيما آءٌ جو ايترو خاموش آهيان، پڇيئي ڪونہ مون کان تہ ڇو؟"

"علي ڪڏهن بہ جو توکي اهڙي حالت ۾ ڏٺو ڪونہ اٿم."

تنهنجو سمونڊ ايڏو ساڪت ۽ تاريڪ آهي- ڇو؟ سو نہ ٿي ڄاڻان.
سڪونت ۾ طوفان کان اڳ جي سانت آهي يا طوفان کان پوءِ جي خاموشي،
مون گهڻو سوچيو آهي انهيءَ تي تہ اهڙو ڇا آهي، جنهن توکي ايترو ڏُکي
ڪيو آهي ۽ تون ڇو ايڏو ظالم ٿي ويو آهين. تون مون کي ڇا پنهنجي انهيءَ
درد ۽ غم ۾ شريڪ نہ ڪندين؟ شايد نہ ڪندين جو ڪافي دير کان تون
انهيءَ درد بابت چُپ آهين. مون کي ڪو سوال نہ ٿو اجهي تہ سڀ ڇا آهي-

ڇا آهي سڀ ڪجهه؟ اڳ مون ڪي پڇڻ جي ضرورت ئي ڪونه پيش اچي، جو تون پُڇڻ کان اڳ ئي سڀ ڪجهه ٻڌائيندو آهين. هر طرف کان مطمئن ڪندو آهين. اڄ تو پنهنجي چوڌاري هڪ مجرمانه چپ جو ايذائيندڙ سحر طاري ڪري رکيو آهي. تنهنجي اها سمجهه ۾ نه ايندڙ بي حسي تون ڇا ٿو سمجهين، آءٌ برداشت ڪري سگهان ٿي."

"تون جو ائين چوين يا سمجهين ٿي ته سيما ته آءٌ بدلجي ويو آهيان. بدليو ته نه آهيان پر ٻن ڏينهن کان ڏکي ضرور آهيان. ڏکوئيندڙ خيالن ۽ يادن جي هڪ نه کٽندڙ لهر آهي جنهن جي زد ۾ آءٌ آهيان. ڪلهه صبح جو جڏهن آءٌ هتان ويس پئي اهو چئي ته جلد موٽندس. مون کي ياد آهي ته تو پُڇڻ چاهيو هو: اڪيلو ويندين؟ ۽ ڪٿي؟ مون اکين ۾ چپن جي ڪوڙي مُرڪ ۾ جواب ڏئي توکي مطمئن ڪيو ۽ هليو ويس."

سيما ڪُرسي ڇڏي هن جي سامهون ويهي رهي ۽ سوچيائين ته هن شخص کي ٿيو ڇا آهي!

"آءٌ سيما ڪلهه جڏهن هتان ويو هوس. انهيءَ لمحي ۾ هن لمحي جي وچ ۾ وقت ٿورو گذريو آهي. پر ڪيئن سو تون مون کي ڏسي سمجهين سگهين ٿي. جو تو پاڻ هينئر چيو ته آءٌ انهيءَ عليءَ کي، جنهن کي تون خوب ڄاڻين سُڃاڻي ڪٿي وڃائي آيس. ماٺهو رات وچ ۾ ايترو جلد ڪيئن بدلبو آهي. انهيءَ صبح جو جڏهن مون توکان اک جي اِشاري ۾ موڪلايو آءٌ گهائجي چڪو هوس. مون اکين ۾ پرجي آيل لُڙڪن ۽ لهوءَ کي روڪي ڇڏيو جو مون توکي اڪيلو ۽ غمزده ڇڏڻ نه ٿي چاهيو. جو ڄاتم ٿي ته اڪيلو تون ايترو ڏُک سهي ڪونه سگهندئين. تنهنجي لُڙڪن جون قطارون ڪير هوندو جو روڪيندو."

سيما حيران ٿي هن جو مک تڪيندي رهي ۽ سوچيائين: اهڙو ڇا هو جو هن ڪلهه صبح ٻڌائڻ نه چاهيو ۽ اڄ هاڻ رات جي پهرين پهر جي ڪنهن به ايندڙ لمحي ۾ ٻڌائڻ وارو آهي. هن جي دل اڻڄاتل خوف ۾ ڌڙڪي ۽ هن کي ڪجهه ائين عجب جهڙو محسوس ٿيڻ لڳو ته هن جي دل ڪو هٿ ۾ وٺي مهٽيندو هجي.

"سيما تون ايڏو وقت ڪيئن اڪيلو گذارين ها. جڏهن آءٌ توکي اهو ٻڌائي وچان ها يا توکي انهيءَ کان باخبر ڪري وچان ها تہ سڪندر..."

"سڪندر چاچا؟" سيما جون اکيون خوف ۾ ڦهلجي ويون. هوءَ ٻہ قدم اڳيان هلي هن جي سامهون بيدمشڪ جي سائي ۾ بيهي رهي.

"سڪندر هليو ويو۔ سيما هن آپگهات ڪري ڇڏيو."

سيما ڏڪويل اکين سان ڪيس ڏٺو. هن جو آواز نڙيءَ جي رهگذر ۾ پتڪي ويو هڪ پل لاءِ هن کي لڳو تہ هن جو وجود ڪنهن بارود سان اڏائي ڇڏيو ۽ سندن مٿان سايو ڪيل بيدمشڪ پنهنجون جڙون ڇڏي ڏنيون. هن خوف ۽ ڏک جي بي پناهہ احساس وچان تڙپي پنهنجو پاڻ کي عليءَ جي سيني جي پناهہ ۾ ڏئي ڇڏيو ۽ هن شخص ۾ وڏو ضبط هو سهپ جي سگهہ هئي. هن پنهنجا لُڙڪ روڪي رکيا. انهيءَ جي باوجود جو هو زخمي هو اندر بہ ۽ ٻاهر. بہ ڏينهن هن ڏک سَنو هاڻ ڪنهن پٿر جيئن مضبوط ٿي ويو هو. هن پنهنجي اگرين ۾ سگهہ ڀري بيدمشڪ جي وڻ هيٺ رات جي سائي ۾ سيما جا لُڙڪ اُگهيا ۽ پيشاني چُمي. ڪُلهن کان پڪڙي پنهنجون سامهون ڪرسيءَ تي ويهاريو. هڪ هلڪو جام ٺاهي هن جي سامهون هڪ ڳرو جام ٺاهي پنهنجي اڳيان رکيو. "سڀ لُڙڪ لهو ۽ زهر هن جام جي صورت ۾ ويچ جو اهوئي نجات آهي..." علي مدّم لهجي ۾ ڳالهائيندو رهيو. سيما جي نيڻن جي سچي جادوگريءَ جي جاءِ هاڻ هڪ گهري تاسف ورتي ڇڏي هئي. هوءَ يڪايڪ ڪنهن بُت جيئن ساڪت ۽ چُپ ٿي وئي، سندس سُڏڪا شايد هوائن چورائي ورتا ۽ اُهي بيدمشڪ جي شاخن ۾ سُڏڪنديون رهيون.

ڳالهائيندي عليءَ محسوس ڪيو تہ پيرو چاچا انهن جي ويجهو اچي حيرانگيءَ سان انهن کي ڏسي رهيو آهي. شايد هن پنهنجن مالڪن کي هيئن ايترو دُکي اڳ ڪڏهن بہ نہ ڏٺو آهي. علي هن کي ڏٺو ۽ سمجهيو تہ غالباً هي رات جي مانيءَ لاءِ پُڇڻ لاءِ آيو آهي. تڏهن هن چيو:

"چاچا تون آرام ڪر. مانيءَ جي ضرورت اسين نہ ٿا محسوس ڪريون."

پيرو چاچا ٿورو جُهڪيو ۽ ننڍيون ننڍيون وِکون کڻندو ملازمن واري ڪوارٽر ڏانهن لڙي ويو.

"سيما اها وڏي حقيقت آهي تہ اهو شخص هن خاندان جو گهاتو دوست هو. تون سڀ ڄاڻين ٿي تہ اهو ڪيترو سربلند شخص هو. آءُ پنهنجن هٿن سان هن تي مٽي وجهي آيو آهيان."

سيما بي اختيار سڏڪي ۽ انهن سُڏڪن جو آواز هوائن ۾ رچندو ويو. "ڪلهہ ئي هن جو پٽر هو ۽ ڏهين محرم جو ڏينهن. ماڻهو هڪ جوان موت جو پٽر ويهڻ آيا هئا. انهن ۾ آءُ مري ويل شخص جو هڪ دوست بہ ويٺو هوس. آءُ دوست هوس، هن جو پر انهيءَ اعزاز جي هاڻ ڪهڙي معنيٰ هئي. سواءِ انهيءَ جي تہ سيني سان گڏ آءُ بہ پٽر ۾ شامل هوس. گهٽيءَ جي ڪنڊ تي وڇايل گلم تي اسين غمزده دوست ۽ احباب موجود هئاسين ۽ گهٽيءَ جي چوڪ تي علم جي چوڌاري ماڻهو سينہ ڪوبي ۽ زنجير زني ڪري رهيا هئا ـ ياحسين ياحسين. وفائن جو هڪ سلسلو هو. چهرا ڏکي ۽ ڇاتيون رت هاڻيون. مظلوم سان وفائن جي تجديد تہ اسين سڀ مظلوم جو ماتم ٿا ڪريون تہ اسين توسانِ گڏ آهيون ياحسين ياحسين. ماتمي جلوس جي شرنائيءَ جي غمگين ڌُن منهنجي سيني ۾ ڇڻ درد ڪي پيري رهي هئي. مون کان ضبط نہ ٿيو سيما. آءُ انڌا ڌنڌ اُٿيس ۽ ماتمي هجوم ۾ شامل ٿي ويس. شرنائي جي غمگين ڪوڪ مون کي حواسن جي دنيا کان ٻاهر اڇلائي ڇڏيو. خبر نہ آهي ڪيئن زنجير منهنجي هٿن ۾ اچي وئي. منهنجي ڇاتي ۽ پُٺي رت ۾ ڳاڙهي ٿيندي وئي. ماڻهو مظلوم حسين جو پڙ پٽي رهيا هئا ۽ آءُ پنهنجي يار جو ماتم ڪري رهيو هوس. سيما ڪلهہ مون پنهنجي دوست جو پِڙ پٽيو! اسان جا چهرا بي انتها ڏک جا شاهد آهن. انهيءَ شخص جي گذري وڃڻ تي جنهن جهڙا پٽ مائرون گهٽ ڄڻنديون آهن جيڪو هڪ محبت جي مار کائي ويو. اسان جي هن ننڍڙي ڪائنات ۾ جنهن ۾ اسين جيئرا آهيون، صبح شام ڪريون ٿا. انهيءَ ۾ سڪندرکي جيئرو رهڻ جو ڪو رستو نہ مليو. هو بلاشڪ انهن مان هو جيڪي ڪنهن هڪ خيال، تصور ۽ تصوير جا اسير هوندا آهن. انهن جو جيون انهيءَ کي حاصل ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ جي وچ ۾ منتظر ۽ مضطرب رهندو آهي. گهڻا انسان تصور جي انهيءَ انڌي کاهيءَ ۾ گذارو ڪري ٿا وڃن پر سڪندر، تون ڄاڻين ٿي تہ هر عمل

جو هڪ منطقي انجام چاهيندو هو ها يا نه. هو انهن پنهي جي وچ واري ڪاهيءَ ۾ جيئرو رهي نه ٿي سگهيو.

ڳالهائيندي هو اُٿيو. گهر اندر وڃي پنهنجي سفري بيگ کوليائين ۽ انهيءَ مان هڪ ڊائري ڪڍي آيو. ڊائري کولي انهيءَ مان سڪندر جي آخري ڏينهن جي هڪ تصوير ڪڍي سيما کي ڏني. پنهنجن اکين ۾ بي انتها رنج کڻي هوءَ ڪجهه وقت تصوير ۾ هڪ اهڙو چهرو ڏسندي رهي. جيڪو بي پناهه اڪيلائين جي ڏنڌ ۾ گم ٿي ويو.

"خبر ڪونهي علي، موت جو لنبو هٿ اسان کان اجا ڇا ڇا نه کسي ونندو. مون کي خوف ٿو ٿئي هن تصوير کي ڏسندي ته اهو عاشق شخص پنهنجن پڇاڙڪن ڏينهن ۾ ڪيترو نه خوبصورت ٿي ويو هو." هوءَ لڙڪن جي ڏنڌ مان هڪ ڏکاري مرڪ مرڪي. "محبت ڇا ڪن پل لاءِ هڪ خوبصورتيءَ کي پيدا ڪندي آهي. ڪن پل لاءِ انهيءَ حسن جي جادو ناز و ادا کي ڏسندي آهي ۽ پوءِ يڪايڪ ائين بيدرديءَ سان انت به ڪري ڇڏيندي آهي."

"سيما انهيءَ جو ته افسوس آهي ته اهو خوبصورت شخص حياتيءَ جي سيني روين ۾ بي انتها دلفريب هو. زندگيءَ جي معنيٰ ۽ مفهوم متعلق هن جو فڪر هڪ صحيح ۽ سالم شخص وارو هو. سدائين مون توکي انهيءَ حقيقت کان باخبر پئي رکيو آهي ته سيما مون سڀ ڪجهه هن کان سکيو هو. تون جو چوندي اهين. علي تون وڏو جادوگر آهين. مون کي اعتراف ڪرڻ ڏي ته مون گهڻو ڪجهه هن کان سکيو. زندگيءَ کي بندگي بنائڻ جو هنر مون کي هن کان پلئه پوندو. هو جيڪڏهن ڪا گهرو زندگي شروع ڪري ها ته زندگيءَ جي سيني ميدانن جو اهو هنرمند ڪيڏيندڙ. آءُ تصور ڪري سگهان ٿو هن جي شاديءَ کان پوءِ واري زندگي. جنهن کي بهار سان پيئي سگهجي ٿو. باغ، گل، خوشبوءِ، مورن جو جوڙو هوائن ۾ آواز جو رقص. هو وڏو حسن ڪار سرجڻهار هو جيڪو ڇويهن سالن جي عمر ۾ هڪ محبت جو غم ڪائي پنهنجي انت ڏانهن هليو ويو."

ڳالهائيندي هو رڪيو. هن جي زبان تي اچي لفظن تيڙ تي ڪاڌو. هٿ وڌائي هن ميز تان گلاس کنيو ۽ هڪ ڍڪ سان انهيءَ کي پي ويو. رات هاڻ

ڪافي ٿڌي ٿي هلي هئي. آسمان ۾ ستارا روشن هئا ۽ انهيءَ ڪان هيٺ هوا بہ مست ٿي بيدمشڪن جي ٽارين سان ٽڪرائي رهي هئي. پر انهن ڀنهي جي احساسن تي غم جون گهٽائون جيئن پوءِ تيئن گهاٽيون ٿينديون ويون.

"سيما ڊائريءَ ۾ سندس آخري ڏينهن وارن صفحن تي هڪ خط جيڪو تنهن جي گهڻن سوالن جو جواب آهي. هن خط پڙهڻ شروع ڪيو:

'جڏهن اهو ثابت ٿي ويل آهي تہ حالتن اسان کي هڪ ٻئي کان ڪٽي اُچلائي ڦٽي ڪيو آهي. تڏهن مون ڇا سوچيو. پنهنجي سيلف کان ڪپجي جدا ٿيڻ کان پوءِ جيئڻ ۽ انهيءَ جو مفهوم- لاڳاپيل خوشيون، طمانيت ۽ سڀ مثبت رويا خاڪ ۾ ملي ويا. حالتن منهنجي سامهون محبت جي انهيءَ شطرنج کي ڊاهي پٽ ڪيو. سڄي بازي منهنجي سامهون اُتلي پئي آهي. آءٌ حيران آهيان بي پناهہ خاموش جهڙوڪر ڄمي برف ٿي ويل. ڪيترو وقت اسين گڏ رهيا آهيون ۽ ڪيترو وقت اسان جي وچ ۾ بي رخيءَ جي ديوار کڙي رهي آهي. تون ئي فيصلو ڪر. تو ڇا ڪجهہ پاتو آهي ۽ مون ڇا ڪجهہ وڃايو آهي. جيتوڻيڪ هي لکڻ پنهنجو پاڻ کي ڪمزور ڪرڻ، ڄڻ هڪ طرح جو جهڪي وڃڻ آهي. تڏهن بہ اها حقيقت آهي تہ آءٌ بي پناهہ اڪيلو آهيان. ڏک جي هڪ انڌي آنڌي منهنجي سامهون آهي، خيال ڪتاب ۽ موسيقي هڪ طرف، بي پناهہ ڏک ۽ انڌي اونداهي ٻي طرف. هاڻ بلڪل ائين آهي جو هڪ رسي تي آءٌ هلان ٿو. حياتيءَ جي سرڪس ۾ هڪ بازيگر جيئن. انهيءَ جي باوجود جو انهيءَ بازيگريءَ، رسيءَ تي هلڻ جي منهنجي ڪاريگري جو هڪ زمانو شاهد آهي. پر هاڻ منهنجا قدم ٿڙي رهيا آهن. اندر ئي اندر آءٌ ڊڄي ويو آهيان. جڏهن تہ تماشبين لڳاتار تاڙيون وڄائي رهيا آهن ۽ منهنجي ڪمال بازيگريءَ تي حيران آهن. جڏهن تہ مون کي يقين ٿي ويو آهي تہ هاڻ ڪنهن بہ مهل منهنجا پير انهيءَ رسيءَ تان ٿِڙي ويندا. منهنجي ائين رسيءَ تان ڪِري پوڻ کان پوءِ تماشبين ڇا ڪندا، ڇا تاڙيون وڄائيندا؟ انهيءَ کي بہ منهنجي بازيگري سمجهندا. سڀ کان وڌيڪ اهم اهو تہ منهنجي رسيءَ تان ڪِري پوڻ کان پوءِ تون ڇا ڪندئين؟"

"انهيءَ خط کان پوءِ جيڪو تقريبن ٽي مهينا اڳ لکيل آهي. سڄي ڊائري خالي آهي. انهيءَ جو هر خالي صفحو پنهنجي جاءِ تي هڪ وڏو سوال

آهي. البت تہ آخري ڪجھہ ڏينهن وارن صفحن تي ڊائري ۾ سواءِ انهيءَ تہ هڪ نالو بار بار لکيل هو. صدف صدف صدف... نالو جيڪو هزارين ڀيرا لکيل آهي، جو ٻار جي پوتر جذبن جهڙي شدت ۽ سِڪ کي ظاهر ٿو ڪري هو شايد پنهنجي آخري ڏينهن ۾ ڪنهن ٻار جيئن جذباتي ٿي ويو هو جنهن کي آسمان تان چنڊ کي لاهي پنهنجي هٿن ۾ کڻڻ جي تمنا هئي. آخري ڏينهن ۾ سيما هو شخص جيڪو مجلسن ۾ ويهڻ پسند ڪندو هو. ڪچهرين ۾ خوب ٽهڪندو هو پنهنجي دوستن سان گهٽ مليو. سواءِ انهيءَ سمجهہ ۾ ايندڙ تبديليءَ جي هن گهر ۽ آفيس ۾ پنهنجي بي پناهہ ڏک کي ظاهر نہ ڪيو. سندس ذاتي ملازم مون کي ٻڌايو تہ هن جي رويي ۾ ڪا وڏي تبديلي ڪونہ ٿي محسوس ٿي. پاڻ گهڻو وقت ڪمري ۾ گذاريندو هو. مطالعو ۽ موسيقي. البت لتا جو هڪ نغمو هو بار بار ٻڌندو رهيو هو.

"اے دل نادان آرزو کیا ہے، جُستجو کیا ہے۔"

خيال ۽ خواهش جي بي انت صحرائن ۾ اسان جو سمجهہ ڀريو دوست ائين وڃائي ويندو. اهڙو مون سوچيو بہ ڪونہ هو. وقت جي تير انداز وٽ اجا ڪيترا تير باقي آهن جيڪي اسان جو سينو زخمي ڪندا. مون کي هاڻ بہ اعتبار نہ ٿو اچي سيما تہ آءُ پنهنجن هٿن سان هن تي مٽي وجهي آيو آهيان، اسين سڀ مٽيءَ ۾ ملي ويندا سون. هڪ ڏينهن جي سامهون اسان جون حياتيون انت ٿينديون."

يڪايڪ هن سڏڪڻ شروع ڪيو. مک کي هٿن ۾ لِڪائي سيما ڪرسيءَ تان اُٿي هن جي پيرن ۾ ويهي رهي، بيدمشڪ جي شاخن تان هوا لهي آئي ۽ ٻن ڏکويل وجودن سان گڏجي سڏڪڻ لڳي.

(2)

رات هاڻ اڌ کان وڌيڪ گذري هلي هئي. ماحول ۾ خنڪي هئي ۽ چوڌاري چُپ. گهر ۽ گهٽيون اڌ رات جي رواجي سحر ۾ ويڙهيل. هر طرف هڪ خاموشي آهي. هڪ ٻن ڪمرن واري گهر کان سواءِ جنهن ۾ چار ڄڻا رهن ٿا. ٻڍو هيڊ ڪلارڪ پيءُ، ماءُ ۽ ٻہ ڌيئر: هڪ بيواهہ اسڪول ٽيچر ۽ هڪ ڪاليج ۾ پڙهندڙ گهر جي اولهہ پاسي واري ڪمري ۾، جنهن جون ڪڙڪيون ٻاهر گهٽيءَ ۾ کليون ٿي، ٻنهي پاسي کان پٽ سان لڳل ٻہ کٽون

پيل هيون. ڏکڻ طرف در جي پاسي کان پت سان لڳل ميز جي سامهون ڪاٺ جون ٻه ڪرسيون پيل هيون. سامهون ڪرسيءَ تي سانجهيءَ مهل آيل مهمان عورت ڏُکاري ويٺي هئي. هن جي صحتمند گول مک تي ڏک جون ريکائون هيون ۽ چپ پيڙيل هئا. جڻ هوءَ اندر مان اُتندڙ ڪنهن ڀاري پوڙنا کي سهندي هجي. ٻي عورت جيڪا انهيءَ گهر جو هڪ فرد آهي. عورت جيڪا خود به ملوڪ آهي تنهن جو لباس گهنجيل ۽ وار ۽ مک اٽيا آهن. جڻ اها به ڪنهن وڏي ڏک جو شڪار آهي. هوءَ لڳاتار ڪڙڪيءَ مان گهٽيءَ کي تڪي رهي آهي. گهٽي جيڪا سندس وجود جيئن اجاڙ ويران ۽ خالي آهي. سواءِ انهيءَ جي ته آخري ڪنڌ وٽ هڪ ڪتو مئو پيو آهي. اجاڙ گهٽي ۽ وشال آسمان جي پسِ منظر ۾ مري ويل هڪ ڪتو. هن جي وجود ۾ هڪ سياٽو پرجي ويو. يڪايڪ هن ڪڙڪيءَ تان نظرون هٽائي مهمان عورت جو مک تڪيو. هڪ عورت ڪڙڪيءَ وٽ بيٺي آهي بيحد غمگين ۽ هڪ عورت آرام ڪرسيءَ تي بي آرام. بي آرامي جيڪا ٻاهر ته ظاهر آهي شايد اندر ۾ به آهي. تڏهن ته هن جون نازڪ مخروطي آڱريون هلڪو هلڪو مرتعش آهن.

اهي ٻئي ڏُکاريون عورتون سانجهيءَ کان هن ڪمري ۾ موجود آهن. هاڻ غم ۽ اندوهه سان هم سفر رات اڌ کان وڌيڪ گذري هلي آهي. اهي ٻيئي دُکي عورتون جن جي عمر جي به شايد اڌ کان وڌيڪ رات گذري چڪي آهي، ويهڻ، اُٿڻ ۽ ٻيهڻ ۽ ڳالهائڻ جي مختلف نشستن ۾ رات کي ڪاٽي رهيون آهن. هيءَ رات جيڪا انساني زندگين ۾ ايندڙ انهن راتين مان هڪڙي آهي جڏهن ڏُک/ موت ڪجهه نه ڪري سگهڻ جو ڏکوئيندڙ احساس انساني وجودن کي پنهنجي سگهاري پڪڙ ۾ وٺندو آهي ۽ جسم جي قفس ۾ من جا پنڇي تڙپي اُٿندا آهن. اهڙي ئي هڪ رات زهر جي صورت ڦڙو ڦڙو انهن مٿان ٽپڪي رهي آهي.

"اهو چڱو ٿيو فيروزه تون اچي وئين." ميزبان عورت ڳالهايو. "خدا جي هن ڪائنات ۾ تون ئي ته آهين جيڪا سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿي. منهنجي متعلق ۽ هن مختصر خاندان متعلق. جنهن ۾ چار وجود رهن ٿا ۽ غم بي پناهه آهي. اهڙو صبح سدائين جهڙو رواجي هو. خوبصورت خاموش ۽

نارمل. جيئن اهو سچي زندگي رهيو آهي. امڙ جو سيني کان پهرين اُٿڻ، رڌڻو
کير واري جو در ڪڙڪائڻ، پوءِ سيني جو جاڳڻ پاڻيءَ جي نلڪي جي شر شر
۽ برتنن جو وڄڻ. يڪايڪ ائين ٿيو فيروزه جيئن مون توکي اڳ ٻڌايو
آهي." ڳالهائيندي هوءَ سامهون ڪرسيءَ تي اچي ويٺي. سٺو ٿيو تون اچي
وئين. تنهنجو اچڻ ڪيترو نہ ضروري هو. ڪوئي تہ هجي جنهن سان سُور
سلجي. تنهنجي غير موجودگيءَ ۾ آءٌ ڇا ڪريان ها. خود کي مخاطب ٿيان
ها يا ديوارن سان سر ٽڪرايان ها، يا هوش وڃائي گريبان چاڪ ڪري
رستن تي نڪري پوان ها. آخر ماڻهو سهي بہ ڪيترو ٿو سگهي. ماڻهوءَ جو
من جيڪو پرجي سگهي ٿو اهو ڇلڪي بہ سگهي ٿو اندر ۾ جيڪو زهر
آهي، بارود آهي ڌماڪي سان ڦاٽي بہ سگهي ٿو. جيئن اهو زهر ۽ بارود انهيءَ
شخص ۾ ظاهر ٿيو جنهن مسڪين جو جنازو صبح جو گهٽيءَ مان گذريو."

فيروزه هڪ نگاهہ ڪٽي انهيءَ عورت کي ڏٺو جيڪا سندس ويجهي
ساهيڙي آهي. ٻاهر گهٽين ۽ گهرن ۾ جيڪڏهن ٿڌيون هوائون ٿيون هلن ۽
ننڊ جا گهيرٽ آهن. پر هن بدنصيب گهر ۾ اوجاڳو آهي. بي پناهہ اُداسي ۽
خزان ڇانيل آهي. اکين ۾ لُڙڪ ۽ مک تي زرد محروميون.

فيروزه ڏٺو تہ رفتہ رفتہ ڏُک جي سائي ۾ هيءَ عورت جيئن پوءِ تيئن
گهيربي پئي وڃي. هن جي زبان مان ادا ٿيل لفظ فيروزه کي لڳو تہ هن
ڪمري ۾ خزان جي ساڙيل سڪل پنن جيئن موجود آهن ۽ انهن جي ڪڙ ڪڙ
زندگي ۽ تازگيءَ جي خاتمي جي طرف اِشارو ڪري رهي آهي.

"فيروزه منهنجو ذاتي زخم ئي اڃا تازو هو. گهر اڃا ارشاد (عورت جو
مڙس) جي موت جو ماتم ئي ڪري رهيو هو جو هڪ ٻيو ڏُک زمين ۾ دٻيل
باروي سرنگ جيئن هڪ ڌماڪي سان ڦاٽو."

يڪايڪ ڪنهن اندروني خيال ۽ نظر ۾ آيل ڪنهن ڏڪوئيندڙ منظر
جي ڪري عورت جون وڏيون اکيون ڦاٽي پيون، هوءَ تڪڙو ڪمري مان ٻاهر
نڪري وراندي ۾ اچي ويٺي. ٻاهر ڪلي ۾ هوا جي سرسرائڻ کان سواءِ چئني
پاسي بي پناهہ خاموشي ڇانيل هئي. جڻ هر شيءِ کي ماٺ ۽ موت اچي ويو
هجي. موت: جيئن صبح جو اهو ٿي چڪو. سوچي هوءَ هلڪو ڏڪي وئي.
آهستي هلندي هوءَ برابر واري ڪمري جي در تي اچي ويٺي. سامهون کٽ تي

اجرڪ اوڍي سندس ننڍي پيڻ سُتل هئي ۽ سيرانديءَ کان پيل ڪرسيءَ تي ٻيڍي ماءُ ويٺي هئي. هن غم ۽ اوجاڳي جون ماريل نگاهون ڪٽي ڪيس ڏٺو. اڪين جي انهيءَ نهار کي پسي هوءَ ٻيهر ڏڪي وئي. واپس ننڍيون ننڍيون وِکون کڻندي ساڳي ڪمري ۾ هلي آئي، جت مهمان عورت اڪيلي ويٺي بيحد ويران ۽ غمزده نظر اچي رهي هئي. ڪرسيءَ تي ويهندي ئي هن وري ڳالهائڻ شروع ڪيو.

"صبح کان فيروزه اسان جو گهر هڪ طوفان جي گهيري ۾ آهي. نه ڪيل ڏوهه جي سزا اسين سڀ ڀوڳي رهيا آهيون. آءُ، امڙ، بابا جيڪو اجا گهر نه موٽيو آهي ۽ ننڍي معصوم ڀيڻ صدف. يڪايڪ صبح جو ائين ٿيو فيروزه هن شخص جو جنازو هن گهٽي مان لنگهيو، در جو پٽ کولي ڪنهن چيو:

"غريب الوطن مسڪين هڪ عاشق جو جنازو گذري ٿو". ۽ فيروزه ماٺهو چون ٿا اهو شخص صدف جو تمنائي هو.

هن لاءِ جيئو ٿي ۽ هن لاءِ مري ويو. تون محسوس ڪرين ٿي ته فيروزه جيڪڏهن واقعي ائين آهي ته پوءِ تنهنجي تصور جا پَرَ ٽُٽي پوڻ گهرجن. اهو ڏسي ته هن جو جنازو اڄ صبح جو هن گهٽيءَ مان گذريو. سڀ چون ٿا ته زندگيءَ سان پيار ڪرڻ واري انهيءَ شخص کي ڪو مسئلو ڪونه هو. سواءِ صدف جي بي رخيءَ جي اجا به ائين چئجي ته بيوفائي جي. هڪ جذباتي شخص آپگهات ڪري ڇڏيو ۽ هن جو جنازو اهڙي گهٽيءَ مان گذريو جنهن ۾ موجوده هڪ گهر سان غلط يا صحيح هن کي هڪ نسبت ضرور هئي.

"ائين ڇو ٿيو؟" فيروزه بي اختيار پُڇيو.

عورت رئي جي پلاند سان لُڙڪ اُگهيا. پلاند جيڪو صبح کان لُڙڪن ۾ آلو هو.

"انهيءَ ڇو جي ڪا به معنيٰ ڪونهي. انهيءَ ڪري جو فيروزه اسان جي جوڙجڪ ۾ ڪٿي ڪا گهٽتائي ضرور آهي، اهڙي ڪا ديوار آهي جو وجود رتوڇاڻ آهن. اهڙو ڪو حبس آهي جيڪو دم گهٽيندڙ آهي، ماري وجهندڙ آهي، جنازي جو جلوس گهٽيءَ مان گذري رهيو هو اسان جو در جيئن مون ٺوڪي ڇيو ڪنهن کولي ڇڏيو هو ۽ جلوس ۾ شامل ماٺهن جون اکيون اهڙن

عقابن جي اکين جي صورت نظر اچي رهيون هيون جو مون کي ائين لڳو تہ
اکين جا اهي خونخوار عقاب پنهنجن کوپن مان نڪري اُڏامندا ۽ پنهنجا
تِکا چنبا اسان جي اکين ۾ لاهي ڇڏيندا. مون ڊچي ڊوڙي در بند ڪري ڇڏيو.
در جي پاسي کان صدف بيٺي هئي ۽ جلوس هوريان لنگهي رهيو هو تہ مون
صدف جي اکين ۾ نهاريو. منهنجي اکين ۾ ڪي سوال پائي هوءَ جواب ۾
ڇتي ٿي پئي. ”ڇڻ هن کي ڪنهن بہ ڳالهہ جي ڪا پرواهہ ڪونہ هئي. هن
چيو: ”ماڻهو ڇتا اچي ٿيا آهن. هو منهنجو دعويدار هو يا آءٌ هن جي. سوال
اهو ڪونهي اهو آهي تہ هن پنهنجو پاڻ کي ماري ڇڏيو. جنازو وڃي رهيو
آهي هن جو. اکين جي سامهون. مون ڏٺو آهي اهو سڀ ڪجهہ مون کي انهيءَ
جي ايتري پرواهہ بہ ڪونهي تہ ڪير جيئي ۽ ڪير مري ٿو. منهنجو اندر ۽
ٻاهر مطمئن آهي. مون هن کي منٿ ڪونہ ڪئي هئي تہ هو پاڻ کي ماري
ڇڏي“ هوءَ ڇتي ٿي پئي هئي، ڪاوڙ مان ڳاڙهي ٿي ڳالهائيندي رهي. لڳو
ٿي تہ نہ کيس ڪو افسوس ۽ نہ ئي پرواهہ آهي. هن جي رويي جي سختي
ڏسي مون کي اچرج لڳو تہ اٺويهن سالن جي اها ڪومل ڇوڪري ڇا پٿر جي
ٺهيل آهي. شام تائين هوءَ ائين ضبط ڪري دل تي پٿر رکي گهر جا رواجي
ڪم ڪار ڪندي رهي. شام جو فيروزه تنهنجي اچڻ کان ٿورو اڳ
يڪايڪ هن روئڻ شروع ڪيو. اوچنگارون ڏئي روئندي بيهوش ٿي اڱڻ تي
ڪِري پئي ۽ هاڻ ڊاڪٽر جي چوڻ موجب ڪوما ۾ هلي وئي آهي. ڪوما ۾
آهي هوءَ زندگي ۽ موت جي وچ واري ڪيفيت ۾ بي سڌ ۽ بي حس.“

يڪايڪ هن روئڻ شروع ڪيو. فيروزه اُٿي هن جا لُڙڪ اُگهيا ۽ مٿي
تي هٿ محبت ۽ ٻاجهہ مان هٿ ڦيرندي رهي. ڪجهہ پل ائين بہ عورتون هڪ
ٻئي سان درد کي ونڊينديون رهيون. ”فيروزه رات هاڻ ڳپل گذري وئي آهي.
تون هاڻ سُمهي پئو.“ فيروزه ميز تي پيل جڳ مان گلاس ڀري پاڻي پيتو ۽
کٽ تي ليٽي اکين مٿان ٻانهن ورائي ڇڏي.

”فيروزه صبح کان ماڻهن اسان کي ڪاوڙيل اکين سان ڏٺو آهي.
ڪنهن هڪ وٽ بہ اسان لاءِ، هن گهر لاءِ، ٻڍي ماءُ ۽ هڪ معصوم نياڻيءَ لاءِ
ڪنهن رحم جي گنجائش ڪونهي.“

"اهڙي ڇوڪريءَ لاءِ بہ نہ جيڪا زندگي ۽ موت جي وچ ۾ بيوس پئي آهي."

يڪدم هوءَ هڪ دفعو ٻيهر ٻاهر نڪري اڱڻ ۾ اچي بيٺي. چوڌاري اڌ رات جو رواجي سحر، خاموشي ۽ ٿڌ جو احساس هو. پر هوءَ هر احساس کان بي خبر رات جي طلسم جي دائرن کان پري ڏک ۽ بي يقينيءَ جي ڪيفيتن ۾ ورتل هڪ دفعو ٻيهر انهيءَ ڪمري جي در تي اچي بيٺي، جتان ٻڍي ماءُ غمگين نگاهون کڻي خاموشيءَ سان هن کي تڪيو تي ۽ صدف اجا تائين بيهوش ليٽي پيئي هئي. هوءَ هوريان هلندي اڱڻ ۾ اچي بيٺي. هن چوڌاري نهار ڪئي، آسمان ۾ ستارن کي چمڪندي ڏٺو. هوا جي هلڻ کي محسوس ڪيو. ذهن ۾ اک جون نگاهون صدف واري ڪمري ڏانهن اڇلايون ۽ پنهنجو پاڻ کان سوال ڪيو: تہ سياڻي صدف ڪوما مان اُٿي ويندي هڪ ڀيرو ٻيهر جي اُٿندي، هاڻ هن جي انهيءَ گهري ننڊ مان جاڳڻ، واپس جيئرو ٿي اُٿڻ کي ڪا معنيٰ بہ آهي يا...؟

هن ڪمري ۾ واپس اچي درين جا پردا برابر ڪيا هئا، جن کي هوا هلڪو لوڏي رهي هئي. هينئر هن عورت، جي وجود ۾ بہ ائين غمناڪ هوائن جو گذر هو هن بلب اُجهايو گهاٽي اونده سندس وجود کي گهڙي پلڪ لاءِ گُم ڪري ڇڏيو. کٽ تي اچي هوءَ ليٽي پيئي، رات جي پوئين پهر جي سحر ۾ هوا ڪڙڪين مان گذري، پردن سان ٽڪرائيندي، ڪمري ۾ سرسرائيندي رهي ۽ ٻن غمزده عورتن جا مرتعش آواز ڪمري جي اونده ۾ هوا سان ملي سڏڪندا رهيا.

—

# ٻانھن کان ٻانھن تائين

ڪمري سان اٽيچ ٻاٿ مان اها ڇھويھن ڪن سالن جي ماسيري عورت ٻاھر نڪتي. سندس ريشم جو بلو جوڙو صوفا تي پکڙيو پيو هو. آئيني ۾ پنھنجو پاڻ کي سيني تائين پسي هڪ شوخ ادا سان مُرڪي هن ٽيھن سالن جي مرد ڏانھن ڏٺو. اوچتو هن جي پريل ڇپن مان تيز ڪِل جو ڦوهارو نڪتو. ٽيھن سالن جي جمار پاتل انھيءَ شخص کي ائين لڳو ته اها تپندڙ ڪِل شريانين ۾ آڳ ڪٽي پڙڪي اُٿي. هڪ اضطراري جذبي هيٺ دٻجي هن هٿ وڏائي عورت جي ننگي ٻانھن کي پڪڙيو ۽ سَٽ ڏني. عورت جو ڀاري ماسيرو بدن جڏهن جھومندو پلنگ ڏانھن آيو پئي، انھن لمحن جي وچ واري ڪل ۾ برف ۾ ٻاھ ٻاري وجھڻ واري قوت هئي.

هاڻ ڇَپن ۽ ٻانھن جا مضبوط گھيرا جيڪڏهن انھيءَ ڪِل کي نه روڪين ته حرارتن سبب پيدا ٿيل جذبا هڪ لحظي ۾ سائيڪل پورو ڪري وري برف تي پھچن ها. عورت جا ڇَپن ۽ ٻانھن ۾ جڪڙيل هئي پاڻ ڇڏائي ڏار ٽي ۽ ڪمري جي ڪنڊ ۾ بيھي مُرڪي.

مک تي بيزاري ۽ نرڙ ۾ سر ٿاھي، اکيون پوري مرد ٽڏو ٿيندو ويو. عورت جا هٿ جي پهچ کان پري هئي، واپس ويجھي ٿي. پلنگ تي نمي هن مرد جي پريل ڳتي تي چپ رکيا ۽ سرگوشي ڪئي: "تون سمجھين ڇو نه ٿو."

"ڇا."

"دير ٿي وئي آهي."

"ايتري ته ڪونه ٿي آهي."

"ٻاهر سج لهڻ تي آهي."

"ڪونهي."

"هتي هو ڪونه ويٺو هوندو."

"انهيءَ جو هٿ ڇا آهي."
"اهو مڙس آهي منهنجو."
"منهنجو تہ نہ آهي."
"آءٌ زال آهيان هن جي."
"منهنجي تہ نہ آهين."
"ڇا ڪجهہ بہ نہ ٿيان تنهنجي."
"نہ"

"ڇو نہ-" هن ڇپن ۾ هٿن جو دٻاءُ سخت ڪيو ۽ وارن جا سايا ڦهلايا. "تون! ڇا ٿو چاهين, هو سڀ ڄاڻي وڃي ۾ حق ڪي سوال ٻڌائي, چوٽيءَ کان پڪڙي مون کي, در کان ٻاهر ڪيي ڇڏي, تڏهن تون ڇا ڪندين- ڪري سگهندين تون ڪجهہ؟"

پرون ڳُتي شوخ مرڪي هوءَ اُٿي, صوفي تي پيل ڪپڙن ۾ هٿ وڌو. بلو ريشمر هن جي ماسيري ٽنگن کي ڍڪي ڇڏيو. بريزر جو هُڪ اٽڪائي هن چولو پهريو ۽ تنهن بعد برقعو. مرد جو هاڻ پُرسڪون ٿي ويو هو. پلنگ تي ليٽي خاموشيءَ سان ڏٺو: هن عورت کي ڪيڏا نہ رنگ آهن. ڪاري بعد بلو. ان کان پوءِ گلابي ۾ گلابي جي اندر سڀ رنگ پردي جي پٺيان هڪ پردو. ان بعد بيون ٿيون. انت ۾ ڇا آهي تنهنجو ڪو پتو نہ آهي. اسرار در اسرار هن عورت کي ڪيڏا نہ حسين موڙ آهن ۽ پنهنجي تر ۾ گلن جي نرماهٽ ڪستوري خوشبوءَ سان پريل ڪاهيون. شايد هن ۾ ڪجهہ نہ آهي. مون ۾ ٿي سڀ آهي. مون ۾ منهنجي اک ۾ ڏسڻ ڇُهڻ ان بعد پائڻ جي سائيڪل ۾"

عورت هاڻ موڪلاڻيءَ جي ويل هڪ دفعو وري آئينو ڏٺو ۽ ڪنڌ موڙي ڪِلي. ساڳي حرارتن ۾ سنگيت سان پرپور ڪل. مرد ڪل جي انهيءَ تيز ڦوهاري هيٺ پلنگ تي اُٿي ويٺو. وهاڻي هيٺان پئسن مان سؤ جو گلابي نوٽ ڪيي عورت جي هٿ ۾ ڏنو. هوءَ جا ٿورو پهرين بنهہ بي حجاب ۽ مانوس ٿي لڳي. اجنبي بنجي ويئي. ڪڪر جيئن هڪ سرمئي رنگ مڪ سان ڇهڻي ويو. ٻاهر گهٽيءَ ۾ جهاتي پائي مرد هن کي ٻاهر نڪرڻ لاءِ اِشارو ڪيو ۽ چيو "اچڻ جو سعيو ڪج." هوءَ ڪوبہ جواب نہ ڏئي ٻاهر نڪري آئي.

شام جي سُريلي سمي پکي ولائتي گدامري جي وڻ تي اچي گڏ ٿيا هئا. هڪ بلند جڳهه جي ڇت. وي ائنٽينا تيّ ڪبوتر جي جوڙي مٿان آسمان جهڪي آيو هو. گهٽيءَ ۾ اچ وڃ هئي ۽ ٻار کيڏيا ٿي. عورت جيئن ئي هتان نڪتي هئي هن جي چال ۾ ظاهر ڏسڻ ۾ ايندڙ تيزهو. جڏهن آئي پئي تڏهن ائين نہ هو. هاڻ ائين ٿي ويو هو! بس انهيءَ فرق کان سواءِ سڀ نيم ساڳيا هئا. ٻنهي طرف پڪن گهرن مان رواجي آواز آيا ٿي. اچاتل هڪ آواز جي گونج هن جي من ۾ ڪر موڙي جاڳي. انهيءَ نرم شام جو هن ڏٺو تہ پاڻ باهہ ٿيندي وڃي. پگهر ترين ۽ ڪڇن مان ڦٽي نڪري ٿو. هن اهڙي گلابي ويل جڏهن جسم پنهنجون سڀ جنتون ماٺي بہ ڇڪو. هيڏو پگهر ڇو آهي ترين ۾، ڪڇن ۾، پوري وجود ۾، سڳنڌ ڇا هتي ڪمري ۾ رهجي وئي؟

سدائين ساڳي هنڌان جڏهن نڪرندي آهي، لڳندو اتس پاڻ ڏوتل ۽ نکريل. سيڪجهہ هلڪو ۽ صفا ٿي ويل پاسندو آهي، سڀ جو ميرو ۽ ڳورو آهي. هاڻ ائين ڇو آهي؟ جيڪو ميرو آهي تهائين ميرو ٿيندو وڃي، ڳؤرو آهي تهائين ڳؤرو ٿيندو وڃي. بلڪل ائين جو ماٺهو گپ ۾ اونڌي مُنهن پيل هجي ۽ مٿان ديوار ڍهي پئي.

يڪايڪ اهڙو پڇتاءُ جو ڪهڙو احساس آهي. جو کيس گهٽيءَ جي هر شيءِ کان خوف اچڻ شروع ٿيو آهي. وڻ، ماڻهو، ناليون، گندو وهندڙ پاڻي، ڪُتا ۽ ديوارون. هي جا لنبي آهي. هن سامهون ديوار ڏانهن ڏٺو. هن کي لڳو تہ اها هن دم هڪ مرد جي صورت بدلبي پئي وڃي. اوچتو اها ڪري هڪ ديوار جي صورت يا هڪ مرد جي صورت. هن جي مٿان سڄي وجود تي ڇانئجي هلي. هڏيون تڙڪاٽ ڪري پنهنجي سَنڌن کان ڌار ٿيون. ساهہ جو گهٽجڻ، هڏين جو ٽُٽڻ، ايذاءُ. موت جي خر خر. ان بعد سانت جنهن جو اور نڪو ڇور.

هن جي ٽنگن ۾ وس نہ رهيو ۽ ڍپ جنهن کي گهٽيون معانئون هيون. پڇتاءُ. ان مان اُپري پيل احساس تہ اهو سڀ ڪجهہ وڏندو پيو وڃي. پگهر ۾ سڄي پُسي وئي آهي پاڻ. کيس لڳو تہ مٿانو ايندڙ ڪنهن بہ گهڙي جواب ڏئي ڇڏيندو. بدن مان لحظي لحظي نڪرندڙ پاڻياٺ ۽ ريلو. ڇا ٿينديون؟ گهٽين ۾ تکيندڙ سڀ کولي وجهندڙ نهارون.

تڪيرو هلڻ شروع ڪيو هن سڄي عجيب احساس کي متاثر لاءِ تہ ديوار ڍهي پئي آهي. هن مٿان ڪوئي هجي جو اچي ٽڪر ٽڪر هڏين کي ميڙي، هو سڀ سگهون گڏ ڪري هلي رهي هئي. گهٽيءَ ۾ بيٺل ٻن ٻي پرواهہ ڇوڪرن هن کي ڏسي ٽڏو ساهہ کنيو ۽ چيو: چال چنچل، بدن بوتل... هوءَ ٿابڙي ڪري، ڪِري، ۽ اُٿي هن چاهيو تہ پاڻ ڊوڙي ڀڄي يا اُڏامي، ٿي سگهي تہ مري پئي.

هوءَ ڪڪ هئي پاڻ مان، بدن مان ڦٽي نڪرندڙ پاٽياٽ مان ۽ ڪجهہ اڳ جو ٿيو تنهن مان. هن ٿيهن سالن جي مرد وٽ ڪهڙو ڏاوڻ هو. آواز ۽ اشاري جي ريشم ۾ پاڻ اسير ٿيندي وئي. هڪ ڪان انيڪ گُهمرا اها ڪهڙي چڪ هئي جا ڪيس پنهنجي ڪان پرائي گهر تائين گهلي ويندي، هوءَ هلي ويندي هئي بي پرواهہ بي ڊپي. ڇا هو سندس ائين ٻن مردن جي وچ ۾ ورهائجي اڌو اڌ ٿي وڃڻ ۽ بهتر اڌ جو سدائين انهيءَ جي حصي ۾ اچڻ جو پري هو. ناتن ۽ ضابطن جي سُڃاڻپ ڪان پري!

ڪڏهن ڪڏهن ائين لِڪي هليو وڃڻ. پري هجڻ جي چڪ، تڙپ ۽ طلب ۾ شايد اهو سيڪجهہ هو جو گهر جي سياويڪ نيم ۾ ختم ٿي ويندو آهي. جتي زندگي ڪنهن سِڌي سڙڪ جيان لڳندي، ڪو تحير ۽ تجسس نہ رهندو من چغلي کائي اُٿندو تہ هاڻ نهر ايندي، پل ايندي، فلاڻو ڳوٺ شهر ايندو باغ ايندو ۽ قبرستان.

هاڻ ڇا ٿيندو؟ ڪڏهن ڏُکو هٽجي تہ مُقام ايندو. تڏهن باغ اچي يا مُنارو يا گُنبذ. انهيءَ ۾ سڀ مزو آهي ۽ رس آهي. تہ اوچتو ٿيو ڪجهہ ٿي وڃي- اڻ ڏٺل ۽ اڻ ڄاتل. ۽ هتي ائين ئي ٿيندو. طلب جي تيز تڙپ ۽ اُڃ. ٻيئي پنهنجي چشمن تان پٽر هٽائي ڇڏيندا. ڪڏهن ڏُڪ ڏُڪ ڪري پيئندا ۽ ڪڏهن ڦڙو ڦڙو جهتيندا.

گُهٽ ۽ پگهر. قدمن جي لڙڪڙائيندڙ کٽ کٽ سو جو چوڙٽو نوٽ سيني ۾ ڪتي اَٽڪي پيو آهي. نوٽ جو رنگ ريشم، خوشبوءِ ۽ سواد ۾ بدلجي ٿو.

هاڻ وات کارو ٿيندو ويو. سڀ سواد ۽ خوشبوئون شايد ٻن ڪمرن جي وچ ۾ گهٽي جي ڪنهن ناليءَ ۾ وهي ويون.

گٽر وٽ ٽاهڙجڻ. ڪرڻ کان بچڻ جي ڪوشش جي باوجود هن جي ساڃي تنگ اندر هلي وئي. گهٽ پگهر ۽ بدبوءِ دل جو وِسامڻ ۽ شرم. گهر اڃا ڪافي پري آهي. گپ ڪنن ڪيڙن جيان هن جي تنگ تي سُرندي رهي. نوجوان ڇوڪرن جي ٽولي هن کي ڏسي ٺهڪ ڏنا ۽ هڪ شريف ماڻهوءَ کي هن تي رحم آيو. ٽورا ڏينهن اڳ اهو پاڻ گٽر ۾ سيني تائين ٻُڏي ويو هو.

هن جو هانءُ ڪچو ٿيڻ شروع ٿيو. وات ۾ پاڻي ۽ اوڪارا هن نالي جي پاسي تي ويهي اُلٽي ڪئي. سا هن جو هانيارو. پاڻي اکين ۽ نڪ مان وهي نڪتو. ايترو اوڳاڇڻ ۽ انهيءَ وچ ۾ نوٽ جي نانگ کي سيني تان پٽي گند جي وهڪ ۾ لوڙهي ڇڏڻ کان پوءِ به هن کي ڪنهن ڇوٽڪاري جو ذرو به احساس نه ٿيو. مُڪتي. بار لهي پوي ائين نه ٿو ٿئي- ڇو؟

سندس ور- هن جو سڀ ڪجهه ڪٽي آهي هن ويل. اهو ڇو سوال نه ڪندو. رڳو ٽڪيندڙ ڳوليندڙ نهارون. مُرڪ ۽ سدائين ماٺ جون وڏيون ساهيون. هن کي سدائين لڳندو اها ماٺ ۽ مُرڪ ۽ نهار سڀ ڄاڻي ٿي. سڀ پيد ۽ گناهه ائين ماٺ ئي ماٺ ۾ پيچڻ ۽ ڳولڻ جي سلسلي کان بيزار ٿي ته پاڻ پري هلي وئي. هو وڙهي ها، ڳاڙهو ٿي وڃي ها، ڇتو ٿي الر ڪري ها. تڏهن شايد اهڙو احساس نه ٿئي ها. هن ڪِليو ڇڏي ڏنو. وڃي ڪٿي ڇڏي، انهيءَ مالڪ جيان جنهن کي پڪ هجي ته نُوس نُوس ڪندي گهٽين گهرن مان ڦرندي آخر ته موٽي ايندي.

هو ڇو ماٺ ڪيو ڏسندو رهيو. رنگ ريشم ۽ خوشبوءِ کي هن ڇو ڪڏهن نه ڏٺو ۽ سُونگهيو. سودو جو گهر کان ٻاهر ٿيندو رهيو. روح کي وڃائڻ جي تڪليف سهي آسائشون مهيا ڪندو رهيو. سدائين سوڪڙين ۽ اڇ سؤ جي نوٽ جي شڪل ۾. هن کي لڳو ته پاڻيات جا جسم جي مسامن مان نڪري رهي هئي، هاڻ اکين مان به ڦڙو ڦڙو ٽپڪڻ شروع ٿي.

بي پناهه دک ۽ پڇتاءَ جي احساس مان ڪاوڙ هڪ تيز قوت سان اُڀري دماغ ۾ آڳ لڳائي وئي ته پاڻ گهر وڃي ماستر جو گلو پڪڙي چوي- 'سائين بادشاهه' تو جهڙو انڌو مون ڪٿي ڪونه ڏٺو. اسڪول ۽ ٽيوشنون. قاعدا قانون. اخلاق ۽ روشنيون سڀ تباهه ٿيون. جيئڻ لاءِ پئسو گهرجي ۽ محنت. ماڻهو بنيادي سک ۽ عزت لاءِ ڏيئي جيان ٻري ۽ پنهنجي پر ۾ روشنيون

ڦهلائي ۽ چوڏاري ويجهائيءَ ۾ اوندهہ جو فائدو وٺي ڪو ڪسڪي وڃي يا ڦوڪ ڏئي ڇڏي.. ۽ ائين ٿي ٿيو. سڀ ڪجهہ جو لِڪائي ڪرڻو پيو. گهيرو ٻن مان وڏي چئن جو ٿيو. چئن مان اَٺ ٿين ۽ اَٺن مان سورنهن. ٻانهون اڻ ڳڻيون آهن سبب بي حساب ۽ جا سِڏي ٿئي، روڪي وڃهي سا ڪلهي وٺان ڪپيل آهي؟

۽ ائين هتي سرگوشيون، ڇهاءُ، گهيرا. ان کان پوءِ بخشش جا مقناطيس جسم کي ڇڪي ڪنهن فرنيس جي ويجهو ٿيا. گرم ٿيڻ کان پوءِ پگهرڻ بدران Hardening جهڙي ڪنهن عمل هيٺ هوءَ وڌيڪ سخت ٿيندي وئي.

ُن کي لڳو تہ ٿورو اڳ جنهن بنيءَ مان هوءَ نڪتي، تنهن کي اڄ هن پاڻي ڏيڪاريو ۽ نہ تيل. پر بيدرديءَ سان کلي هوا ۾ ڇڏي ڏنو ۽ پاڻ سِيرون سير ٿي وئي، اهڙو ماستر بہ پڙهائي ٿو ۽ مون بہ پڙهيوآهي. سمجهي نہ هو ٿو ۽ نہ آءٌ. سچ لهڻ تي آهي ۽ لهندڙ سچ سان سڀ اُلهي وڃڻ گهرجي. جسم ۽ ذهن. جسم ۾ گند آهي ۽ ذهن ۾ ڪثافت'

پڇتاءُ: پاڻ چڱي عورت نہ آهي، شام چمپا جا سڀ گل ويڙهي هلي وئي ۽ گهر ويجهو آهي.

گند پاٽيات تي ڪجهہ نڪري ويو ۽ ڪجهہ نڪرڻ تي آهي. سڀ رڪاوٽون ٽوڙي گهٽي سندس جيان پنهنجي ڇاتيءَ تي گند سجائي خالي آهي. گهرن ۾ ٽي. ويءَ ۽ ٻارن جا آواز ڌونهن ۽ ٽانون جو سياويڪ وڃڻ آهي.

سندس ور بنا ڪنهن بيزاريءَ مان اچا آخري بہ ٽيوشنون پڙهائڻ ۾ غرق هوندو. تڏهن پاڻ ڇا طوفان تي گهڙي، ڪتابن ۽ شاگردن کي گهر کان ٻاهر اڇلي، هن کي ڳچيءَ کان پڪڙي پُڇي: ٻُڌاءِ هاڻ آءٌ ڇو ٿي مرڻ چاهيان. ڪير ڪيندو احساس جو زهر، جيڪو رڳن ۾ ڊوڙي ٿو. ٻُڌاءِ تہ سهي انهيءَ ۾ منهنجو ڪيترو ڏوهہ آهي ۽ تنهنجو ڪيترو. ڪتاب، خدمتون، پئسا ۽ محنت ڪيس چوي تہ مون کي محنت بہ ٿوري تي ڪرڻي پوي. تون ماٺ ڪري ويهي رهو. تڪي پيو آهين ۽ تنهنجون اکيون بہ خراب ٿينديون وڃن. اهو چوندي يا پتين سان سر تڪرائيندي گناهہ جو اندر ۾ آهي. جپ ڪپي ويو آهي شايد. پاڻ ڪجهہ بہ چئي سگهندي،

ذلت ۽ انهيءَ جو سلسلو. بدبوءِ. تيزاب. هن جي ڪل پوسرڻ شروع ٿي. سيڪجهہ ڏورن جي ماستر ۽ سندس وچ ۾ هيون. سڙڻ شروع ٿي چڪيون. سڀ رک ٿيو. ختم ٿيو جيڪو ڪجهہ هو. هوءَ در جي سامهون بيهي رهي. هاڻ ڇا بچيو آهي جو پاڻ چائنٽ اورانگي وڃي. گهر ۾ هڪ وفادار ياتيءَ جيان هلي ۽ معمولي ڪمن ۾ غرق ٿئي.

گهر جو در بي حيائيءَ سان ڇڻ هن تي ڪليو ٿي. هن ڏک ۽ غصي مان در تي مڪن جو وسڪارو ڪرڻ ٿي چاهيو. خفي ۽ ذلت جو وڌندڙ احساس. پگهر ۽ بدبوءِ تنگ تي گپ جا ڪِيڙا سُرندا رهيا. جسم جي شهر پناهہ ڍهي وئي. گند سطح تي آهي. نالين ۾ اندر آهي. هن اوچنگارون ڏئي روئڻ چاهيو.

گهر جي اندران لاڳيتو نرم ۽ مشفق آواز پاڻ ۾ ملي هن تائين پهچندا رهيا. هن جو ور آخري ٻن ٻارن جي گروپ کي حرڪت جو پهريون قانون سمجهائي رهيو هو: ڪتاب جيڪو ميز تي پيو آهي، پيو ئي رهندو جيستائين...

هن ٻڌو. ٻئي لحظي هوءَ در جي چائنٽ تي ٽاٻڙي ڪري پاٽياٽ سڀ رڪاوٽون ٽوڙي ڇڏيون. اکين ۾ جسم جي سيني حصن مان وهڻ شروع ٿي.

—

# تابوت

ٻن ڪمرن واري فليٽ جي مختصر اڱڻ ۾ پت سان لڳ هڪ پينگهو پيو هو. سانجهي هئي. سُرمي فضا ۾ هلڪي هوا ڪونڊين ۾ بيٺل موتئي جي ٻوٽن ۾ لهرائي رهي هئي. اندرين ڪمري مان اها پنجٽيهن سالن جي عورت وارن جو جهوڙو ٺاهيندي ٻاهر نڪتي ۽ اچي پينگهي ۾ ويٺي.

يڪايڪ هوا جيڪا ٿورو اڳ موتئي جي ٻوٽن ۾ لهرائي رهي هئي. جهومي اُٿي. موتئي جي ٻوٽن مان خوشبو ڪٽي عورت جي پيرن، جسم ۽ وارن ۾ وچڙي رقص ڪنان اڱڻ ۾ هلندي رهي.

هميشه هوءَ اهڙي عورت رهي هئي. جنهن لاءِ هوائون خوشبوئون ڪٽي ايندڀون هيون. ستارا چمڪندا هئا ۽ ماڻهو عورت خواه مرد نگاهه ۾ رشڪ ڪٽي گهمندا هئا.

اها عورت جنهن جي شادي شده زندگي گذريل ٻارهن سالن کان موجود سال کي ڇڏي ڪري هڪ سِڌي ليڪ ۾ گذري رهي هئي. مناسب روزگار وارو هڪ موهيندڙ شخص سندس وَر آهي. جيڪو هڪ فيڪٽريءَ ۾ ڪڏهن ڪمپيوٽر انجنيئر هو ۽ ٻار جيڪي اسڪول وڃي رهيا هئا. زندگي جنهن ۾ سُڪون هو ۽ طمانيت هئي صحت ۽ سرمستي هئي. اوچتو حالتون جيئڻ انساني زندگيءَ ۾ ڦري ويندڀون آهن. ماڻهوءَ جي مان کي خاڪ ۾ ملائي ڇڏينديون آهن. پنهنجي قاتل روپ ۾ ظاهر ٿيون. بيوسيءَ جي شدتن ۾ لهرائيندڙ خنجر، جيڪو ڪٽي لِڪو پيو هو ۽ انتظار ۾ هو هن جي زندگيءَ جي اڱڻ تي جتي هوءَ خوب لهرائي هلندي هئي، پيوست ٿي ويو.

ڪوئي جيڪڏهن هن خوش پوش ۽ خوش رو عورت کي جيڪا ڪڏهن وجود جي سيني مستين سان زندهه هئي. هاڻ غور سان ڏسي، گهڙي پل هن جي وجود ۽ انهيءَ جي چوڌاري ڏُکن جي تاڻيل چادرن کي ڏسي، جن

زندگيءَ جي سموري سک کي ويڙهي ڇڏيو هو سيوئي سک جڻ وقت جي مدار ۾ گم ڪري ڇڏيو هو. تڏهن ڏسڻ واري اک جيڪڏهن هن جي ڏُک کي ڏسي تہ جهپڪڻ بند ڪري ڇڏي.

عورت جيڪا ٻن ٻارن جي ماءُ آهي. اهي نائيٽ اسڪول ۾ پڙهڻ ويا آهن ۽ مڙس جُڙيل شاهہ جي پڙ ۾ هيروئن پي رهيو هوندو.

انسان جي نصيب ۾ اهو ڇا آهي؟ هن ننڍي گهر ۾ ڪڏهن ڪنهن اهو سوچيو بہ نہ هوندو تہ حالتون ايتريون ڏُکوئيندڙ ٿي وينديون. هڪ شخص جنهن جي پوپان سمورو گهر هڪ خوشگوار ارتقا ۾ هو ٻار وڏا ٿي رهيا هئا. ڀتين تي رنگين گلن واريون وليون جيئن پوءِ تيئن گهاٽيون ٿي رهيون هيون. هيءَ عورت پنهنجي گلنار بدن ۾ توري ماسيري وڌيڪ دلڪش ٿي رهي هئي ۽ هن جي گهر واري جون لونڊڙيون اڇيون ٿي رهيون هيون. هو وڌيڪ پروقار ٿي ويو هو. هڪ وڌيڪ پروموشن ۽ پگهار جي اسڪيل ۾ واڌ جي ڪري هو بنهہ بي فڪر ٿي ويا هئا.

پر سماج ۾ جيڪا تڪليف ۽ بي ترتيبي آهي، فضا ۾ جيڪو بارود آهي. نشي ۽ انهيءَ جي واهپي جو جيڪو رجحان موجود آهي. انهيءَ ۾ لڪل يا ظاهر ترغيب جو جيڪو خنجر پيو آهي. تڏهن اسان مان ڪوبہ انهيءَ جو شڪار ٿي سگهيو ٿي. وڌ جي ٽڪر ٿي سگهيو ٿي. ماحول ۾ موجود انهيءَ هيجان ۾ سالم عقل وارو اهو گهڻ پڙهيو شخص هيروئني ٿي ويو.

خود رحمي ۽ عذاب جو هڪ دريا هو جنهن مان هيءَ عورت، انهيءَ جو سڄو ڪٽنب گذري رهيو هو. نوڪري، انهيءَ مان نہ وٽندڙ غير حاضريون. ٽيڪنالاجي لاءِ گهربل تازا ذهن ۽ ارتڪاز جي غير موجودگي، نفسياتي عارضن جون اسپتالون. انهيءَ کان پوءِ مسئلن جو پنهنجي انتها تي پهچڻ. اهڙي بيوسيءَ ۾ نوڪريءَ جو هليو وڃڻ. پريل پڪليل گهر مان شين جو گهٽجڻ- ڪمپيوٽر، ايئرڪنڊيشنڊ، گهر جي وهنوار کي آرامده بنائڻ واريون سڀ شيون هڪ هڪ ٿي غائب ٿينديون ويون. نتيجتاً گهر مان گهر وارو توازن ختم ٿيندو ويو. اهي سيئي جڻ هن بي رحم دنيا ۾ اڪيلا ٿي ويا هئا ۽ ويران گهر جي فرش تي اونڌي منهن اڇلايا ويا هئا.

۽ ٻاڙي وارن جن مان ڪن کي بي پناهہ درد هو. خاص ڪري عورتون انهيءَ عورت جو ڏک ونڊي رهيون هيون ۽ گهر هلائڻ ۾ هُن جي مدد ڪري

رهيون هيون. تڏهن بہ انهن مان ڪي اهڙا بہ هئا جن جي چپن تي زهر ڀري مُرڪ هئي ۽ سڄي صورتحال کي انتهائي نفرت سان ڏسي رهيا هئا. سڀ کان وڌيڪ پريشان تہ ٻار هئا. جن کي اوچتو جي تنگ دستي، شفقت ۽ سهولتن جي عدم موجودگي حيران ڪري وڌو هو. انهن کي اسڪول ۾ ساٿين ۽ پاڙي جي ڪن وڏن جي بي محابا تحقير جو نشانو بڻجڻو پئي پيو.

ننڍي پُٽن مان وڏو جنهن جي عمر نو سال هئي. چوٿين درجي ۾ پڙهي رهيو هو. گذريل سال کان وٺي گهر جي روحاني تباهيءَ جو معصوم شاهد هو ۽ ڏاڍو گهبرايل رهندو هو.

ڪلهہ جڏهن سخت گرم ٻپهري هئي. هو پنهنجي ماءُ جي ڀر ۾ ليٽيو ڳالهيون ڪري رهيو هو. هن هڪ عجيب ڳالهہ ٻڌائي تہ: 'اسڪول مان موٽڻ مهل هن پاڙي واري مسجد جنهن جي وسيع آڳر ۾ گهاٽين نمن جي ڇانوَ هئي. انهيءَ جي ٻاهرين در جي پاسي ۾ مسجد اندر جتي هڪ پُراڻي ڏولي پئي هوندي آهي. انهيءَ ڏوليءَ تي هن هڪ مور پرَ ڦهلائي بيٺل ڏٺو ۽ اهو ڏِگهي ڳچي موڙي موڙي هيڏانهن هوڏانهن حيرانگيءَ سان ڏسندي ٽهلي رهيو هو ۽ وڌيڪ اهو بہ سندس بابا جو هيروئني ساٿي ڪريم بخش واڍو مسجد جي گهٽيءَ ۾ پيش امام حافظ صديق جي موجودگيءَ ۾ هڪ نئين ڏولي پڻ جوڙي رهيو هو. پنهنجي پُٽ جي ٻڌايل انهي غير رواجي ڳالهہ هن جو جيءُ ماندو ڪري رکيو هو. انهيءَ منظر هن جي اندر ۾ درد جي لهر ڊوڙائي ڇڏي هئي، جنهن ۾ هڪ مور جنازي جي ڏوليءَ مٿان ٽهلي رهيو هو ۽ ٻاهر گهٽيءَ ۾ ڪريم بخش واڍو هڪ نئين ڏولي جوڙي رهيو هو.

رات گهري ٿيندي پنهنجي وجود ۾ ٿڌي ٿيندي وئي. هن عورت جي جسم ۾ انهيءَ منظر کي ياد ڪندي سيئاندي جي هڪ لهر ڊوڙي هلي ۽ هٿن جهڙن ترين سرد ٿينديون ويون. بي چين تي هوءَ پينگهي مان اُٿي گهر جي خالي اڱڻ ۾ گهبرائجي هلندي رهي.

اوچتو فليٽ جي ڏاڪڻين تي قدمن جي مانوس چاپ اُڀري. هن جو صاحب در ۾ ظاهر ٿيو. ويران، ڪپڙا ميرا ۽ سريل، هٿ ڏڪندڙ ۽ زرد ۽ اکين جي سُرخي ۾ جهڙوڪر پاڻي تري رهيو هو. هن گهائل اکين سان پنهنجي رفيق عورت کي ڏٺو ۽ ڪجهہ ڳالهائڻ بنا اندر اچي ڪمري ۾ ليٽي پيو.

هن صاحب کان مانيءَ جو پڇيو تہ هن جهيڻي آواز ۾ چيو. سندس دل بيقرار آهي. هو شربت پيئندو. هن کيس شربت پياريو. توال پُسائي سندس مک، هٿ پير اُگهيا. پکي کي تيز ڪري، زيرو بلب ٻاري هوءَ ڪمري مان ٻاهر نڪري آئي ۽ اهو فيصلو ڪيو تہ هوءَ سياڻي صاحب کي ڪريم بخش واڍي جهڙن نجس ماڻهن جي صحبت کان پري ڪري، ٻارن کي وٺي مائٽين هلي ويندي ۽ هڪ پيرو ٻيهر ڪنهن بهتر ڊاڪٽر کان سندس علاج ڪرائيندي. صاحب جڏهن صحتياب ٿي ويندو تہ سڀ ڪجهہ موٽي سگهندو. سموري محبت، سُڪون ۽ گهر جون رونقون.

رات پنهنجي سفر ۾ اڃا اڳيري ٿي تہ ٻار نائيٽ اسڪول مان موٽي آيا ۽ سياويڪ ٻارڙيون ڳالهيون ڪندا رهيا ۽ تي ويءَ تي جيڪو گهر ۾ وِڪجڻ کان بچي ويل اهم شيءِ هو جيڪڏهن انساني زندگيءَ ۾ شين جي ڪا اهميت آهي تہ نشي خلاف اشتهار ڏسي نندڙي چيو تہ هو وڏو ٿي ڪريم بخش واڍي کي ماري ڇڏيندو. پاڙي وارن جي گهٽائي ۽ ٻار انهيءَ تي متفق هئا تہ سندن صاحب معصوم ماڻهو آهي ۽ هيروئن جي تقريباً هڪ سال پُراڻي علت جو سبب ڪريم بخش واڍو آهي جڏهن تہ هن پاڻ ڪڏهن بہ ائين نہ سمجهيو هو.

جڏهن گهر رات جي خاموشيءَ جي گرفت ۾ آهي. ٻار ڳالهيون ڪندا وڙهندا، جهڳڙندا سُمهي پيا آهن، تڏهن خاموش گهر ۾ هن پاڻ کي بنهہ اڪيلو محسوس ڪيو. وقت ۽ حالتن جي جبر جي سامهون بلڪل اڪيلو.

رات بہ جيئن پوءِ تيئن سنسان ٿيندي وئي. آس پاس جا سڀ آواز رات جي سحر ۾ منڊجي سُمهي رهيا هئا. هوءَ گهر جي اڱڻ ۾ پنهنجي سڪن جي بي ثباتي تي سوچي گهبرائجي رهي هئي. اڪيلائي ۽ بي سهارگي چڻ پنهنجي نوس وجود ۾ هن جي سامهون بيٺيون هيون. سندس ناتوان وجود انهن جي آڏو لرزي رهيو هو.

پينگهي ۾ ليٽي ليٽي جڏهن هن جي اک مس لڳي هئي. صاحب جي ڪمري مان هڪ رڙ رات جي سناٽي ۾ اُڀري ۽ هوءَ ڇلانگ پري اندر ڪمري ۾ داخل ٿي، جتي صاحب ساهن جي خرخر ۾ موت جي تڪليف هيٺ دٻجي

فرش تي اونڌو پيو هو. اهڙي اوچتي حالت کان گھبرائجي هن هسٽيريڪل رڙيون ڪيون.

ٻار جاڳي پيا ۽ پنهنجي بابا جي جسم سان چنبڙي روئي رهيا هئا. پاسي وارن فليٽن مان عورتون ڊوڙنديون آهيون ۽ هيٺ گھٽيءَ ۾ ننڍا ڪڙا مرد گڏ ٿيندا ويا. پاڙي جو ڊاڪٽر فليٽ جي ڏاڪڻين تان نااُميد ۽ مايوس هيٺ لهندو آيو. 'نيٺ هيروئن هڪ شخص جي زندگيءَ جي کيل کي انجام تي پهچايو.' هن پڻڪيو.

غمزده عورتون پار ڪيڏي رهيون هيون ۽ مرد هن گذرندڙ رات ۾ سندس ئي پاڙي جي هڪ من موهن شخص جي تجهيز ۽ تڪليفن جي ناگريز ڪمن جو آغاز ڪري رهيا هئا.

صبح جا آٺ ڪن ٿيا هئا. اُس عمارتن ۽ گهٽين ۾ ڦهلجي ويئي هئي. اهو ڏينهن جيڪو پنهنجي ابتدا ۾ بي انتها گرم هو. گهٽيءَ ۾ پاڙيسرين جو هڪ انبوه ٻن ننڍين ٻارن سميت زندگيءَ جي بي ثباتي جي سائي ۾ سرگردان بيٺو هو. گهٽيءَ جي واحد وڻ جي ڇانوَ هيٺ صاحب جو لاش آخري سفر لاءِ تيار ڪريم بخش واڍي جي ٺاهيل نئين ڏوليءَ ۾ رکيو ويو.

تڏهن حافظ ڪانڌين کي اِشارو ڪيو. ڪلمي جي ورد ۾ پهرين چئن پرجوش ڪانڌين حافظ صديق سميت ڏوليءَ کي پنهنجي ڪُلهن تي رکيو. پر ڏولي ڪانڌين جي ڪُلهن تي ٿورو هيٺ لڙڪي پئي. لڳو ٿي انهن جا جوڙ ٺيڪ نه پچيا هئا ۽ اهي بي توازن ٿي رهي هئي.

انهن واپس ڏوليءَ کي پَٽ تي رکيو. حافظ صديق ڪاوڙ ۾ ڪريم بخش واڍي کي ڏٺو جيڪو گهٽيءَ ۾ پيٽ جي سائي ۾ بيٺو روئي رهيو هو.

حافظ چيو: "ميان ڪريم بخش تو ڏوليءَ کي خبرداريءَ سان نه ٺاهيو آهي. هن مهل هاڻ ڇا ڪريون؟"

ڪريم بخش لوهه ڏئي پنهنجي واڍڪي سامان جي ڪپڙي واري ڳوٿري کڻي آيو جنهن ۾ گهربل ڪوڪا ۽ اوزار پيل هئا.

۽ انهيءَ انتهائي گرم صبح جو گهٽيءَ ۾ پيل ڏوليءَ، جنهن ۾ سندس دوست جو لاش پيو هو. ڍلي جوڙ ۾ ڪوڪو ڪپائي هن متر ڪو هڻڻ شروع ڪيو.

—

# اجرو آهي من درپن

هو آفيس ۾ آهي ۽ هتي اچي ڦاٿو آهي. ڪنهن بي معنيٰ پيڙا ۾ گهٽ ٻوسٽ جو احساس سندس وجود کي وڻ ويڙهي وانگي چهٽي ويو آهي. چاهيندي بہ هو انهيءَ احساس مان جند ڇڏائي نہ سگهيو آهي.

شگرمل جي اڪائونٽ سيڪشن جا سڀ ڪلرڪ سر جهڪائي، روزانو جيان ورڪ پيا ڪن. پرچي نمبر، انڊنٽ نمبر، نالو آڪٽراءِ ٽيڪس، نيٽ پيمنٽ ڪٽ جوڙ روز هزارن جا حساب ٽي سؤ روپيا مهيني ۾ وهندڙ ڊور، فرسٽريشن جو گهرو احساس، نااُميديون، مايوسيون، پيڙا. زندگيءَ جون ضرورتون، سگريٽ جو دُونهون، دُونهاٽيل ماحول ۾ سوچون، مستقبل لاءِ سندر سپنا (سپنن ۾ امرت، تعبير زهر، زندگي، هو زندگي!)

اوچتو گهُٽ ٻُوسٽ ۽ اندروني پيڙا وڌي ويئي ٿي. هو ضروري ڪم جو بهانو ڪري ٻاهر نڪري اچي ٿو. ٻاهر اچي سريل جي وشال وڻ هيٺ ويهي، ڪٽي ٿو ڏگها ڏگها ساهہ- تہ بہ وڌي ويئي ٿي من جي پيڙا ۽ گهرو ٿي وئيس ٿو گهُٽ ٻُوسٽ جو احساس- جو ڪجهہ هفتن کان سندس جيئڻ تنگ ڪري رهيو آهي. لڳيس ٿو تہ هو بدلبو پيو وڃي. هو پنهنجي ويران زندگيءَ ۾ ڪا تبديلي ٿو چاهي. جيوت جي رڃ ۾ هن کي آبِ حيات جي تلاش آهي. پر هو سوچي ٿو تہ بنيادي طور اصل ۾ هو ٿوهر جو وڻ آهي- جو ويرانن ۾ اُسرندو آهي. هن جي وجود کي آبِ حيات جي ضرورت ناهي. هو اندر جي اٿاهہ ويرانن ۾ آهستي آهستي چپ چاپ گُم ٿي ويندو.

ڪجهہ هفتن کان هو ڪجهہ ڪرڻ چاهي ٿو. پر سندس عمل ۾ سندس ڪارو (شيدي) هجڻ هڪ اوچي ديوار جيان حائل آهي. هو ڄاڻي ٿو تہ نفرتن جي هماليا کي پنهنجي محبتن سان هٽائي نہ سگهندو.

هو سوچي ٿو تہ اسان ايترو بي وس ڇو ٿا ٿيون. ڪجھ ڪري سگھڻ وساري چپ چاپ ٿا جيئون. هيءُ جيون بہ ڇا جيون آهي، جنهن ۾ اسان ماٺ جا محشر ڪٽي، هڪ سگريٽ جيان جَلندا، جيون جي تاريڪين ۾ گُم ٿي ٿا وڃون. ڪيڏي مايوسي ۽ تاريڪ آهي هي زندگي! (هو پيشانيءَ تان پگھر ٿو اُگھي) اسان هن سماج ۾ هيٺئين طبقي جا ماڻهو هيڏا نستا ڇو ٿا ٿيون؟ ڪريل ۽ ڏڪاريل. انهيءَ نستائي ۽ مايوسي ڪي شايد صدين جو پس منظر آهي جنهن ۾ اسان نار جي اُٺ جيان چپ چاپ هڪ گول دائري ۾ ڦرندا ختم ٿي وڃون ٿا.

ڪجھ هفتن کان وٺي هن جي ذهن تي هڪ نامعلوم پيڙا جو واسو آهي. هو زندگيءَ جي نار جي گول دائري مان نڪرڻ ٿو چاهي. رنگ ۽ نسل جي ديوارن کي ڍاهي ڪنهن ڪليل وڻ هيٺ، تارن ڀري رات جي ڇانوَ ۾ ڪنهن جي نشيلن نيڻن ۾ ٻُڏي وڃڻ ٿو چاهي. ڪنهن جي رسيلن چپن جو امرت پيئڻ ٿو چاهي ۽ پنهنجو مک ڪنهن جي گھاٽن وارن ۾ لِڪائي ڇڏڻ ٿو چاهي- اهو چاهڻ کان پوءِ بس هو موت ٿو چاهي. (نفرتن جي جهان ۾ محبتن جا سپنا- بيوقوف!) جيڪڏهن اها بيوقوفي آهي تہ هن کي ڪنهن وقف جي گھرج نہ آهي.

ڪجھ هفتن کان اڳ ڇيڄري ڇوڪريءَ جو ملوڪ مهانڊو سندس ذهن ۾ هلچل مچائي رهيو آهي. ڪيڏي نہ سهڻي آها اُها ڇوڪري، ٽڙندڙ گلابن جھڙي سهڻي سندر ظاهري طور بي عيب- پهرين نهار ۾ گھائي ويندڙ.

يڪايڪ هو محسوس ڪري ٿو تہ وايومنڊل ڏاڍو خاموش ۽ اوندهو آهي. چوڌاري هڪ ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ تاريڪيءَ جو راڄ آهي. ڌرتيءَ کان آڪاش تائين- تاريڪي ۽ خاموشي. انهيءَ تاريڪيءَ ۽ خاموشيءَ ۾ هو پنهنجي دل جو بي ترتيب ڌڙڪنون ڳڻيندو هڪ بي معنيٰ پيڙا جو احساس ڪٽي هلندو ٿو رهي.

تڏهن رستي هلندي بہ اڇا اجرا صحتمند ٻار سندس اڳيان اچي بيهن ٿا. سندس مک ۾ نهاري هڪ پنهنجي ٻانهن ڪٽي ٻئي کي چوي ٿو: "ڏس تہ هن جو رنگ ڪيترو نہ ڪارو آهي."

هن کي لڳي ٿو تہ هو بلندين تان هيٺ تمام هيٺ ۽ ان کان هيٺ ذلت جي پاتال ۾ ڪِرندو پيو وڃي. هو سوچي ٿو: تہ هي ٻہ ننڍڙا ٻار جڻ لفظ نہ پر پٿر سندس دل جي نازڪ شيشي تي هڻي ويا آهن.

پر سپني وٽ ائين نہ آهي. هو اوچتو هڪ سندر سپني ۾ ڪوئجي ٿو وڃي. انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن پاڻ ٻي۔ اي جو شاگرد هو. هڪ ٽوئر جي دوران ڪوهہ مريءَ جي پهاڙن تي ڪيڏو نہ اچرج ۾ وجهندڙ سپني سمان واقعو پيش آيو هن سان!

پنهنجي ڪاري رنگ، ٿلهي نَڪ ۽ ٿلهن چپن جي ڪري هو هتي ٻين سياحن کي ڪاري ڪنڌ جو ڪو رهاڪو نظر آيو هو. ڪاري اونداهي کنڌ جا رهاڪو صدين جي ننڌ مان سجاڳ ٿي رهيا هئا. انهن جي هٿن ۾ بندوقون هيون ۽ هو سڄي دنيا جي نظرن جو مرڪز ٿي ويا هئا. کيس پرڏيهي سياح سمجهي الائي ڪيترن ساڻ اچي هٿ ملايو هو ۽ هن پنهنجي عادت مطابق اڳلي جي هٿ کي گرمجوشيءَ سان زور ٿي ڏنو. تڏهن انهن مان الائي ڪيترن چيو هو: "Oh! You are very strong man". او! تون ڪيترو نہ سگهارو جوان آهين!)

۽ پوءِ پنهنجي انفراديت (جا ڪاري رنگ جي ڪري هئي) جي ڪري هو هڪ سهڻي ۽ سفيد برطانوي دوشيزه (جا مشرق ڏسڻ نڪتي هئي۔ حسين ۽ پراسرار مشرق!) کي متاثر ڪري ويو هو. بس هيلن جا مهانڊا لڳ ڀڳ ان ڇوڪريءَ جهڙا هئا جا ڪجهہ هفتن کان مسلسل سندس حواسن کي معطل ڪري رهي آهي. سندس جيئڻ حرام ڪري رهي آهي. پنهنجي ڪاري رنگ جي ڪري هن ٻہ راتيون هيلن سان گڏ گذاريون هيون. تڏهن جسم جي ويرانن ۾ گلاب ڦٽا هئا. رنگ ۽ نسل جي نفرتن واري ايوان ۾ محبتن جي بهار آئي هئي! هيلن سندس اوڻٽيهين جي رات جهڙي ڪاري جسم سان ڇهتي ڪنهن محبت ڪرڻ واري عورت جيان سڏڪي هئي. انهيءَ رات هو رنگ ۽ نسل جي ديوارن کي ڍاهي جسمن جي جنت ۾ پهچي ويو هو. تڏهن هوٽل جي درين جي ٻاهران پهاڙين تي هلڪو مينهن ٿي وٺو ۽ اندر ڪمري ۾ محبتن جا آبشار وهي رهيا هئا. مينهن جي ڦڙن درين جي شيشن سان ٽڪرائجي سنگيت ٿي پيدا ڪيو...!

بس اهو ڪجھہ ٿيو جو سپني ۾ سوچي سگھجي ٿو. وقت جون گذرندڙ گھڙيون انهيءَ ياد کي لٽي ويون هيون- صرف ڪجھہ ڌنڌلا نقش ذهن تي رهجي ويا هئا.

اوچتو وري پيڙ اچي هڪ لهر ٻوڙي وجيس تي جسم ۾. هڪ بي معنيٰ گهٽ جو احساس وڌي ٿو وجيس. هن کي لڳي ٿو تہ ڪجھہ ٿيڻ وارو آهي. ڇا ٿيندو سا ڪل کيس بہ نہ آهي.

هلندو ٿو رهي. روڊ جي موڙ تان مُڙندي، ور وڪڙ گهٽين مان ٿيندو انهيءَ ڇيڳري ڇوڪريءَ جي گهر وٽ اچي ٿو بيهي. سوچي ٿو ان ڇوڪريءَ متعلق جا ڪهڙي نہ سُندر آهي- سندس سپنن وانگيان، جا ڪيترن ئي هفتن کان وٺي سندس خوابن جو مرڪز رهي آهي ۽ مهانڊن ۾ لڳ ڀڳ هيلن جهڙي آهي جنهن ڪوهہ مريءَ جي پهاڙين تي کيس بي انتها پيار ڏنو هو.

هو گهٽيءَ ۾ لڳل اليڪٽرڪ پول کي ٽيڪ ڏيئي بيهي ٿو رهي. اوچتو سامهون گهر جو دَر کُلي ٿو. در جي پٽيل وٽيءَ مان ڪونج جهڙي ڳچي ۽ چنڊ جهڙو چهرو ظاهر ٿئي ٿو. هوءَ ڪجھہ دير اکيون ڪيڏي هن ڏانهن نهاريندي تي رهي ۽ پوءِ انتهائي حقارت مان چوي ٿي: "مئو شيدي، روز روز اچيو بيهي- الائي ڇا ڏٺو اٿس."

هن کي لڳي ٿو تہ هو ذلت جي هڪ تيز طوفان ۾ گهيرجي ويو آهي ۽ ڪنهن کيس مريءَ جي پهاڙين تان هيٺ ڌڪو ڏيئي ڇڏيو آهي پر اهو ڪيڏو نہ ننگو سچ آهي تہ مريءَ ۾ کيس هڪ پرڏيهي ڇوڪريءَ محبتن جا گل ڏنا هئا ۽ هتي پنهنجي ديس ۾ نفرتن جا گهاءَ!

اوچتو پيشاني پگهرجي ٿي وڃيس. رڳن ۾ رت جو دوران تيز ٿيندو ٿو وڃيس ۽ بيوسيءَ جي هڪ لهر متواتر سندس جسم ۾ ٻوڙندي ٿي رهي.

هو سوچي ٿو تہ هيءَ دنيا ۽ انهيءَ ۾ رهندڙ اسان بنيادي طور تي ڪُوڙا ٻهروپيا ۽ دوکيباز آهيون (سڀ کان وڌو دوکو هو پنهنجي وجود سان ڪري رهيو آهي- جنهن جي ضرورت سندس مائٽن کي آهي ۽ سڀ کان وڌيڪ ان ڪاري معصوم ڇوڪريءَ کي- جا سندس مڱيندي آهي، جنهن کي هو ڪڏهن بہ پنهنجي لائق نہ سمجهندو آهي) ماڻهوءَ جي روپ ۾ زهريلا نانگ آهيون. اسان جي رڳن ۾ رت بدران زهر جو دوران آهي ۽ اسان هڪ ئي وقت

انڌا ٻوڙا گونگا رستن تي ڇُرندڙ پُرندڙ لاش آهيون. موت جو شمشان گهاٽ روشن آهي ۽ اسان ڪُوڙي زندگيءَ جا ڪجهه پل هٿ ڪرڻ لاءِ تاريڪين ۾ ٺوڪرون کائي رهيا آهيون.

زندگي تنهنجو نانءُ گوڙ ٻڪ بيماري، زهر ڏُونهون، سڙندڙ ماس جي ڌپ، نفرتون ئي نفرتون، زهر ئي زهر. هن کي لڳي ٿو ته هو جو حد کان وڌيڪ حساس آهي ۽ روح جي گهرائين تائين پڳل ٽُنل آهي، هاڻ اهو ٿو چاهي ته وقت جي قاسي گهاٽ ۾ نه ڄاڻ اها گهڙي ڪهڙي آهي، جڏهن سندس وجود روشنين کي ڇڏي تاريڪين ۾ سفر ڪندو.

هن کي لڳي ٿو ته سندس انهيءَ خيال ۾ به سچائي نه آهي. هن کي فطرتاً زندگيءَ سان پيار آهي. زندگي پنهنجي تمام تر بدصورتين جي هوندي به ڏاڍي خوبصورت آهي. شفق جي لالي، چنڊ جي چانڊاڻ، انڊلٺ جا رنگ، ڌرتيءَ جي سُونهن، وهندڙ جهرڻن جو سنگيت، دل جي ڌڙڪڻ جو نغمو معصوم ٻارڙن جا ٽهڪ، جسم جي خوشبو ۽ انسان جا روپ بهروپ ڪيڏا نه سُهڻا ۽ خوبصورت آهن.

پر هوءَ ڇوڪريءَ جنهن ڪيس نفرتن ۾ ٻُڏل لفظن جا زهريلا تير هنيا، ڪيڏي نه سهڻي پر ڪيڏي نه ڪِريل آهي- نه ڪِريل هوءَ نه آهي. مان آهيان. مان هيٺئين طبقي جو پيڙجندڙ ڍور آهيان. اسان کي محبتن ڪرڻ جو ڪو حق نه آهي. اسان انهن ماڻهن منجهان آهيون جن جي هٿ ترڻ تي محبتن جي لڪير هوندي ئي نه آهي. اسان کي هتي، هن اڻ برابري واري سماج ۾ محبتن جي بدران سهڻ لاءِ درد ملندو آهي. اسان ڇؤواٽي تي ويهي، اُجڙيل ڪنڌرن جهڙا نصيب کڻي، اکين جا ڪشڪول جهلي، محبتن جي بيک گهرندا آهيون ۽ موٽ ۾ ملنديون آهن نفرتون ۽ زهر.

هاڻ سوچي ٿو ته هوءَ اکين جي آرسين ۾ هن ڇوڪريءَ جا نقش قيد ڪري ڇڏيندو ۽ دل جي عبادتگاهه ۾ ڪيس ڇُپ چاپ پوڄيندو رهندو. (بس اهوئي ته ڪجهه ڪري سگهي ٿو هو!) هاڻ هو ڪڏهن به انهيءَ گهٽيءَ مان نه لنگهندو. اليڪٽرڪ پول تي پنهنجو ڪارو جسم ٽيڪي هن اپسرا جو اوسيئڙو نه ڪندو ۽ جڏهن به ڪڏهن هوءَ رستي ۾ ملي ته ڇُپ چاپ ڪنڌ ڦيرائي، پرجي آيل لُڙڪن کي اکين ۾ روڪي، ٽِڪو ٽِڪو هليو ويندو. ڪيس ياد

نہ ڪندو. بس، ائين جيئن ڪوهہ مريءَ جي پهاڙين تي، گلابي شرابي بدن واري هيلن. جا بہ راتيون ساٽس گڏ هئي (جڏهن سندس جسم جي گُهور ڪاري آسمان تي هيلن جي جسم جو چنڊ ڪڙيو هو) ۽ صبح جو ميرانجهڙي ڪوهيڙي ۾ اها ڪيس اڪيلو ڇڏي هلي ويئي هئي ۽ انهيءَ ڏينهن هو ڦٽڪيو هو رُنو هو ۽ سارو ڏينهن پهاڙين تي ڪيس ڪي ڳوليندو رهيو پر هوءَ سندس نظرن کان اوجهل ٿي ويئي هئي. هن ڪيس هڪ رنگين سپنو سمجهي وِساري ڇڏيو هو. پر ڪڏهن ڪڏهن اها سپني سمان حقيقت سندس ذهن ۾ طوفان برپا ڪري ڇڏيندي ئي ۽ انهيءَ حسين واقعي جي پرم جي ڪري تہ چپ چاپ انهيءَ ڇوڪريءَ کي دل ڏيئي ويٺو. جنهن ڪجهہ دير اڳ سندس شيشي جهڙي نازڪ دل تي لفظن جا پٿر هڻا.

هو گهايل گهايل چُپ چاپ ناتمام آرزوئون کڻي پنهنجي گهر ڏانهن هلي رهيو هو. هن کي لڳي ٿو تہ هو ٽُٽل دل کڻي، چُپ چاپ هن ڇيڳريءَ جي ياد ۾ باقي زندگي گذاري ڇڏيندو.

هو گهر ۾ داخل ٿئي ٿو تہ سندس ماءُ ۽ ڀيڻ سان سندس مڱيندي ويٺي آهي. (جنهن کي هن ڪڏهن بہ پنهنجي لائق نہ سمجهيو آهي، رڳو هن جي ڪاري هئڻ ڪري- هن صرف خواب ڏٺا هئا. تعبير نـا) ڪيس ڏسندي هوءَ شرمائجي وڃي ٿي، سندس اکين جا ديپ ڪنهن بي نانءَ جذبي کان ٻرڻ ۽ وِسامڻ لڳن ٿا. اهو سڀ ڪجهہ هڪ گهڙيءَ ۾ ٿئي ٿو ۽ ٻئي گهڙي اُها لچاري ڇوڪري، هرڻ جيان ڇال ماريندي، پاسي واري ڪمري ۾ لِڪي ٿي وڃي. هو چُپ چاپ ڪجهہ دير بي معنيٰ احساس هيٺ ڪوئجي ٿو وڃي ۽ پوءِ جڏهن انهيءَ احساس مان جند ڇڏائي، لاشعوري طور اکيون کڻي انهيءَ ڪمري ڏانهن ڏسي ٿو. ڪمري جي دريءَ مان بہ وڏيون ويڪريون اوسيئڙي جون ماريل اکيون سندس جسم تي مرڪوز آهن. ڪيڏي نہ پنهنجائپ آهي انهن اکين ۾. اُف! اکين جا اهي خالي ڪشڪول؟ نہ هو انهيءَ ڇوڪريءَ کي مايوس نہ ڪندو. پنهنجون ناتمام آرزوئون ۽ ٽُٽل دل لِڪائي، هن جي خالي ڪشڪول ۾ محبتن جا سچا سڪا وجهندو. هن کي پنهنجو سمورو پيار ۽ اڇي اجري دل ڏئي ڇڏيندو. يڪايڪ هن کي رنگن جي فرق پٺيان محبتن ۽ جسماني سچائين جو يقين اچي ويو.

اوچتو هن کي محسوس ٿيو تہ ڪجھ دير اڳ گُهٽ ۽ تاريڪيءَ جو جيڪو احساس سندس وجود تي ڇانيل هو. گهر جي در و ديوار تي تاريڪيءَ جا پاڇا لهرائي رهيا هئا. ڌرتيءَ کان آسمان تائين سانت ۽ انڌارو. يڪايڪ هن کي محسوس ٿيو تہ اهو سانت ۽ انڌارو هڪدم ختم ٿي ويو. چوڌاري روشني ئي روشني هئي. سونهري اُس جا ڪِرڻا گهر جي اڱڻ ۾ رقصان هئا ۽ گُهٽ، ٻُوسٽ ۽ پيڙا جي جاءِ تي، خوشي ۽ فرحت جي لهر ڊوڙي رهي هئي.

۽ پوءِ يڪايڪ هن من جي شيشي ۾ ڏٺو جتي صرف اها ڪاري لچاري ڇوڪري مرڪي رهي هئي ۽ پاڻ بہ هن سان گڏ مُرڪي رهيو هو.

–

# رات، هوءَ ياسمين

سواءِ هڪ ڪمري جي، هاسٽل جون ٻئي ونگز گهريءَ خاموشيءَ جي پردن ۾ ويڙهجي ويون. اڌ رات جي سحر ۾ سڀ آواز ۽ جسمن جي چرپر جڻ منڊجي ويا هئا. هڪ چوڪر، جو انهيءَ گهيري ۾ نہ اچي سگهيو هو چارين جي وڻين مان شيشم جي قطارن ڏانهن ڏٺو ۽ تيز چاڙهيون لهندو ٻاهر نڪري ويو.

ٻاهر اچي، کُلي ۾ هو خالي الذهن بيهي رهيو. بلڪل ائين جڻ هن جي متيءَ ۾ هينئر ساهہ پيو هو يا ائين تہ چوڌاري سڀڪجهہ اوچتو اُيو ٿي ويو هو. آسمان، چنڊ ۽ ستارا، شيشم جا وڻ، عبدالله واري ڪينٽين، سوئمنگ پول، هاسٽلن جون ٻہ ماڙ عمارتون، هوا، انهيءَ جو لهرائڻ ۽ ڳالهائڻ!

بس ائين هڪ لمحي لاءِ ٿيو هو ٻئي لمحي هن سمجهيو تہ سڀ ڪجهہ اهڙو ئي آهي. اهو جو ڇهن سالن کان لڳ ڀڳ ساڳيءَ طرح آهي. ٿوري انهيءَ فرق کان سواءِ، ڪڏهن ٻي آواز وڻن جي شاخن ۾ سُر گهلندا آهن. آسمان زمين ڪڏهن يڪايڪ بدلجي ويندا آهن. پنهنجي رنگ ۽ اَنگ ۾ تبديليون کڻي ايندا آهن. شيشم جي قطارن کان يوڪلپٽس جي ڏِگهن وڻن هيٺ هُو بيهي رهيو وري ٻہ پاڻ خالي الذهن ڪجهہ قدم پنڌ ڪري آيو.

اها برف ڪهڙي آهي، جا پل ۾ جمي ٿي، جمي پگهري ٻاڦ ٿي، جسم جون ڪڙڪيون کولي آتمائن جيان اُڏامي، يوڪلپٽس جي چوٽين کان مٿي، چنڊ چهرو چُمندي ستارا ڇُهندي پرماتما سان ملي وڃي ٿي.

ڪهڙو آهي اهو ملڻ؟

چُپ چاپ هوريان هوريان هو مُرڪيو. ڏِگها ساهہ کڻي ماحول جي سچي اسرار کي اندر ۾ پرپائين. هيءَ رات، وڻ ۽ خاموشيون! منهنجا هي

احساس جيڪي پل پل بدلجن ٿا. رنج ۽ سُک جي وچ ۾ سڀ ڪاهيون، پلون اُڪري ٿا اچن.

ڪُلي ۾ ڪيڏو سک آهي ۽ سانت. دل چاهي ٿي، تہ ڊگهي وڻ جي ٿڙ ڪي ٽيڪ ڏيئي، اکيون پوري ڇڏجن. ۽ پوءِ هوا بيدمشڪ جي حسين آگرين جهڙن پنن ۾ رقص جي ڪيفيت پيدا ڪري، هڪ ئي وقت هزارين آگريون جهومي لهرائين ۽ ڳائين. دل ابدي سُرور ۾ ڌڙڪي ۽ تصور اُڏامي مضبوط ديوارون ٽپي، پرينءَ جي پار ڏانهن سڀ سنيها ڇڏي اچي!

آءٌ اڪيلو آهيان ۽ هوا،

يوڪلپٽس جي ساڀي ۾

هن آنند ڀري رات جو

آسمانن تنهنجو ملبوس پهريو آهي،

هوائن ۾ تنهنجي خوشبوءِ آهي.

ڪهڙو آهي اهو تنهنجو ڀري هجڻ ۽ منهنجو ڪنهن مصور جهڙو تصور- ليڪون، رنگ، دائرا ۽ تون، هيءَ تڙپ ڪهڙي آهي. ٿورو اڳ دل نہ ٿي لڳي ۽ هاڻي هي سڀ ڪجهہ وٺي پيو.

هو مين بلڊنگ جي سامهون املتاس جي وڻ هيٺ ويهي رهيو. ڦول جي سج جي، هوندي سنهرا هئا، هاڻي سفيد ڌُپن جي صورت ۾ نظر اچي رهيا هئا. رنگ ڪيئن بدلجي ٿا وڃن. رات جو رنگ ڪهڙا نہ پراسرار رنگ پاڻ ۾ ملائي ٿو ڇڏي. تڏ. خوشبوءِ ۽ مُڪتي جو خوامخواه هي ڪهڙو احساس آهي، جو فاصلا متجي ٿا وڃن مين بلڊنگ جي پٺيان سڙڪ جي ٻنهي طرفن پام جي وڻن جي جهومندڙ مور پکن جي سائي ۾ ڪاٺ جي بينچ تي ويهي هن سگريٽ دُکايو:

ياوناٿون جاڳائيندڙ سانت ۾ هوا. پام جي ڇڙن کي ڇيڙيندي رهي. هن سوچيو:

"من ۾ ڪتني اهڙي سڙڪ آهي، جتي ستارن جي ڇانوَ ۾ پام جهومن ٿا ۽ انهيءَ جي هيٺ اهڙي بينچ تي هوءَ براجمان آهي ۽ پاڻ."

هو مُرڪيو.

ستارا سندس جيان مدم مدم مُرڪيا ٿي، هوا ڪِلي ٿي ۽ لهرائي ٿي ۽ هٿ ڇڏائي نچي ٿي. پر نظر نٿي آئي: هوا بہ ياسمين جهڙي آهي ۽ ياسمين بہ هوا جهڙي.

تصور ۾ انهيءَ مان چورائي ورتل لذتون. يڪايڪ زندگيءَ سان لاڳاپيل سڀ غم ۽ اندوهہ پري ڪري ياسمين هلي آئي، هن جي ڇاتيءَ ۾ ڪُپي، تڙپي ۽ ماڪ جيان وسي.

سدائين جيان هاڻ بہ سيني تي اڪيون رکي هوءَ روئي پئي، سڄو وايومنڊل پنهنجي فطري تناسب سان سندس پيرن مان نڪري، گهوماٽيون کائي ڦرندو رهيو. ائين ڇو ٿو ٿئي! سدائين پاڻ ائين پوين پهرن ۾ اچي روئي ٿي. بلڪل ائين جيئن هوائون پامن ۾ سُڏڪي پون.

هن بيو سگريٽ دُکايو. ڪنهن هڪ جاءِ تي ويهي سڀ نيم ۽ رويا، جن تي سوچي سگهجي ٿو. پاڻ نٿي سوچيو سگهيو. هوا پنهنجي جسم ۾ هاٿي پڇي ٿڏي ٿي وئي. آلاڻ جو اڻ لڪائيندڙ پاري پن، انهيءَ ۾ اچي ويو هو. سندس آواز اهڙيءَ طرح بدلجي ويو جڻ غم ۽ اوندهہ جا دئيت هن جي پنيان هئا، پاڻ وڻن جي شاخن سان ٽڪرائيندي سڏڪندي، پاڻ بچائي ڊوڙي رهي هئي.

هو لائبريري بلڊنگ اُڪري، هارٽيڪلچر باغ ۾ هلي آيو. ڪيت اُڪري هو ڄمي ويهي رهيو. سامهون سُنبل جي قدآور ۽ ڦهليل وڻ پنهنجا سڀ ڦول ڇاٽي ڇڏيا هئا، يا انهن جي سڀ سرخي گل مهرن کي ڏئي ڇڏي هئي.

هوا اشوڪ جي گهاٽين شاخن مان ٽپندي پام جي ٽڙن کي زور سان لوڏي رهي هئي. انهيءَ جڏهن ڇائينا روز ۽ بيگن بيليا جي جهڳٽن کي ڇهيو ٿئي، تہ اهي ڪنوارپڻ کي ڇُهڻ جهڙي احساس جيان لرزيا ٿي. انبن، گل مهرن، اشوڪ ۽ ڪچنارن مان ٽپندي هوا، گلن ۽ مٽيءَ جي سڳنڌ سان ملي، هن جي ناسن ۾ گهڙي ويئي، هن کي الائي ڇو ائين لڳو جڻ اها مانوس خوشبوءِ ياسمين جي بدن جي آهي. جا هن کي ڊلو ڪري، بند ڪولي ساهن اندر پيهندي ٿي وڃي. ائين گلن مان هن جي خوشبوءِ ايندي آهي ۽ هوائون هن جي بدن جيان لهرائينديون آهن. هوا ۽ خوشبوءِ هن سان قربت جو احساس جاڳائينديون آهن.

شام جو ارشاد چيو:

"ياسمين جو سنگ هن سان طئي ٿيو. جو انجنيئر بہ آهي ۽ ايٿليٽ بہ."
"۽ پيار...؟"
"اهو هيلٽ ۽ ويلٽ جي ٻن سمينٽيڊ ڪنارن جي وچ ۾ ناليءَ مان گندي پاڻيءَ جيان وهي هليو ٿو وڃي."
هن جي اکين جي ڪنڊن ۾ پاڻي پرجي آيو. هن آسمان ڏانهن ڏٺو چوڌاري هر چيز ننڍاڪڙي هئي پر. هن جون اکيون جاڳيون ٿي. هوا ۽ آسمان ڪروڙين اکين ۾ جاڳي ٿو. ستارامڌم مڌم جرڪن ٿا ۽ پورين تاريخن جو چنڊ بيل ڦول جي وڻ مان تارين جي پينگهہ ۾ لڏي ٿو.
اهو انجنيئر جڏهن پرسان لنگهندو آهي. هن سوچيو: هوريان هوريان مُرڪندو آهي. اها اڻ لکي مُرڪ ڪيڏي ڪاٽ ۽ زهر ڪٺي ٿي اڇي، ماڻهو پاڻئي ٿو هڪ وقت هزارين دئيت پنهنجون ڄاڙيون کولي ٿهڪ ڏيندا هجن، تڏهن هو ڇا هن جو گلو پڪڙي وٺي گهٽا ڏيئي ماري يا ڇرو ڪٽي وري لڳاتار هن جي ڇپن تي وهائيندو رهي.
رات ارشاد چيو:
"اسان جو سماج جوا جي اها ميز آهي، جتي ڪٿي اهو ٿو. جنهن جا پتا سُٺا آهن يا اهو نو سرباز آهي."
اسا سڀ پنهنجا ڪارڊ ٺاهڻ ۾ رڌل آهيون. هن رات جي اسرار سان منهنجو وعدو آهي. آءٌ پاڻ کي تڏهن شو ڪندس، جڏهن ڪنڊ جو يقين هوندم. پيرهن جو مون کي ڏنو ويو آهي. آءٌ ان کي ڦاڙي اڇلائيندس، هماليہ جيان ڪڏهن نہ اُتي ڪڙو ٿيندس. نہ تہ ڪُلها منهنجا جهڪي ويا آهن ۽ انڌو ڏنڊ مون کي پُڪاري ٿو.
هو هلندو انبن ۽ ڇڪن جا وڻ اُڪري، سورج مکيءَ جي کيت ۾ لهي ويو. سامهون پريان ڇمن جي گهاٽي قطار مان سڄو ماحول اکين کان اوجهل هو۔ هڪ ديوار هئي، نظر جي سامهون هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين تاڻيل.
هو ٿاڀڙجي سٽل ۽ پنل کيت ۾ ڪِريو جتي سورج مکين پنهنجا ڪنڌ جهڪائي ڇڏيا هئا.

—

# چانديءَ جو بدن

ڪرسين تي اهي ٽيئي اهليا پيا هئا. پنل ڇپراٽي پٽي تي جنهن جي پنهي طرف ٻه واهه چوڏاري پري پري تائين ڪيتن جا سلسلا پيدا ڪندا وهي رهيا هئا. ڪرسين جون اهڙيون ڪئين قطارون هيون. شام جي سرل سمي هوا انهن جي مٺان مهربان ٽالهيءَ جي وڻ ۾ سرسرائي، هيٺ لهي لرزان آگرين سان انهن جا زلف هڪ نرم رويءَ سان ڇيڙيندي رهي. مٿيءَ ۾ سُڳنڌ هئي ۽ هوا ۾ بند ڪولي وجهندڙ ٿڌ. سندن سامهون ميز تي پيل گلاسن ۾ برف جا ٽڪر ٽي تريا ۽ سگريٽ ڪنهن دردمند دل جيان ڌُڪندو دُونهن جي صورت انهن جي چوڏاري هيٺ مٿي ڦهلبو رهيو.

اڄ ائين شام هئي. پاڻيءَ جو وهڻ ۽ سج جو لهڻ هو. سهاوڻي ويل هئي. اهي ٽيئي جڻا ڪافي دير کان لطيف سائينءَ جي شاعريءَ جي حوالي سان پرينءَ تي ڳالهائي رهيا هئا. انيڪ ڳالهيون ۽ ڳڻ تصور ۽ منظر، جن تائين سندن اک جي پهچ هئي. سيني جا پٽ جيترا کليل هئا. روشن اکين جيڪو ڏنو ٿي، اُهي وڏي موهه ۽ عقيدت منجهان انهيءَ تي ڳالهائيندا رهيا. انهن جو عشق آواز جي وڄندڙ لهرن جا گهنگهرو ڪٽي ماحول ۾ سرلئه سمان رچندو رهيو.

انهن مان هڪ جنهن جو نالو تہ گلاب هو پر مک ڪومائجي چڪو هوس ۽ کل لوساٽجي وئي هئي. اکيون اندر ٺي اندر پيهنديون ٽي ويون. هٿ ڏڪندا ۽ چپ هڪ عجيب آهستگيءَ سان سدائين مرتعش رهندا. جڻ اُهي ڪجهہ عجيب ۽ انوکن لفظن جا موتي اڇلائڻ چاهيندا هجن پر نہ ٿا اڇلائين. اهو ڄاڻي تہ سامهون سڀ پٿرن جا سوداگر آهن. جوهري هڪ بہ ڪونهي. جوهري جي صورت جيڪا هڪ هئي، جنهن جي اڳيان پنهنجا سڀ هيرا موتي ڍير ڪري ها. هن کان ڏُور ڪٿي هلي وئي. هاڻ يادون ۽

ڳالهيون هن جا بنياد ڪمزور ڪنديون ويون. هو پنهنجو پاڻ ۾ سُسندو سوڙهو ٿيندو خاتمي جي قريب وڃي رهيو هو. سواءِ سندس آواز جي زندگيءَ جي گرمجوشيءَ جو ساٿ هن سان گهٽ هو. هن جي آواز ۾ توانائي هئي. جيڪا بچي وئي هئي. جڏهن ڳالهائيندو تڏهن لڳندو تہ پاڻ آهي. هينئر بہ هتي موجود انهيءَ ڪري هو جو ڳالهائي رهيو هو.

’قادر‘ هو پنهنجي خوش باش مطمئن يار سان مخاطب هو. "جانيءَ چيو تہ ٿورو اڳ تہ سهڻي ڪچي گهڙيءَ تي پار ٿي وئي- پر هاڻ ائين نہ ٿو ٿئي. چو نہ ٿيو ائين جڏهن چاهيو مون بہ هو ۽ هن بہ. چُپ چاپ اها هڪ اجنبي ماڻهوءَ جي ٿي وئي. اهو ڪٿي ڏم هجي پر شايد هوءَ سهڻي ڪونہ هئي ۽ نہ ئي آءٌ ميهار آهيان. طلب ۾ ڪا ڪسر رهجي وئي. هوءَ منهنجي هٿ وس کان ڪجهہ ائين دُور ٿي وئي جڻ ٻنهي جي وچ ۾ سانوڻيءَ جو سنڌو اچي ويو- مينهن ۽ طوفان. ٻئي ڪناري تي ڪير ڪٿي آهي ڪا خبر ڪونهي. سامهون جيڪو منظر آهي سو اک کان اوجهل آهي. منهنجي بيوسي دوستؤ انهيءَ کان وڌيڪ ڪهڙي ٿي سگهي ٿي جو من ۾ جلندڙ ديپ جيان اک ٿئي، جيڪا اڻ ڏٺو ڏسڻ جي شڪتي رکي، ويندي ويندي هوءَ اهو ديپ بہ اجهائي وئي. هاڻ بي انت سانت ۽ گهور انڌيرو ٻيئي مون کي آهستي آهستي ڳڙڪائي رهيا آهن."

"مون کان ٿو پُڇين تون گلاب!" قادر ڳالهايو.

"مون، جنهن سدائين وڇوڙو محسوس ڪيو ڏٺو ڪونهي. گذريو ئي ڪونہ اهو سڀ مون سان. مون کي تہ اڃا انهيءَ جو انتظار آهي تہ هوءَ مون کي رم جهم برسات ۾ ڪنهن پهاڙ تي ملندي، ٻانهن جا گلابي گهيرا ۽ پڇاڙڪي چُمي ۽ انهيءَ کان پوءِ مُرڪي موڪلائڻ. گلاب! آءٌ تو وانگر نہ ٿو سوچيان ۽ پوڙهيان. زندگيءَ جي پاري پوڙهائن کي مُنهن ڏئي وڃڻ ۽ سڀ تير موٽائي ڇڏائڻ واري ماڻهوءَ ۾ مون کي يقين آهي."

گلاب کي جڻ قادر جي ناسمجهيءَ تي چڙ آئي "جيئن آءٌ سمجهان ٿو تون ائين نہ ٿو سوچين تہ تون اها لطافت بہ محسوس نہ ٿو ڪري سگهين، جيڪا حسن و عشق کي انيڪ معنائون ٿي ڏيئي. تڏهن تون ڪُوڙ ٿو

ڳالهائين تہ تو عورت کي سمجهيو آهي ۽ توکي شاهہ جو سُر ساموندي وڻندو آهي."

"مون پنهنجي ماءُ ڏٺي آهي." قادر چيو.

گلاب ۽ قادر جون زبانون هڪ ٻئي سان وچڙنديون، هڪ ٻئي کي ڪٽينديون تکيون مٺيون ٿينديون رهيون پر جاني انهيءَ وچ ۾ چُپ رهيو. وچوڙو ڇا ٿيندو آهي. پرين ڪيئن پري هليا ويندا آهن. انهيءَ تي هن ڳالهائڻ نہ ٿي چاهيو. هو نہ پهاڙ تي ڪنهن جي تصور کان سرشار اچا ابتدا ۾ هو ۽ نہ ئي گلاب جيان وڇوڙو ڏٺو هو عشق جي پڇاڙيءَ کي پسي ورتو هو. کيس لڳندو تہ پاڻ فلش جي ميز تي ويٺل انهيءَ جواري جيان هو جيڪو وڏي عرصي کان هڪ بلائينڊ گيم کيڏي رهيو آهي. اهو سمجهي ڇاٽي ٻہ تہ پتا جي سندس حق ۾ کلي سگهن ٿا اهي سامهون واري شخص جي حق ۾ کلڻ جا ساڳيا امڪان رکن ٿا.

قادر ۽ گلاب مسلسل ڳالهائي رهيا هئا. جو سيني کان سنو ڳالهائي ڇاٽي، زندگيءَ ڏانهن اک کي اشارو ڪري ڇاٽي. اهو محسوس ڪري چُپ هو تہ جڏهن پاڻ ميز تان اُٿندو تہ سندس کيسا خالي ئي رهجي ويندا.

ماڻهو جيڪڏهن خالي آهي تہ مري ويو.

"تون چُپ چُپ چو آهين جاني." گلاب ڳالهايو. "مون کي پڪ آهي تہ اها جنگ جيڪا مون هارائي ڇڏي، اها آءٌ تنهن جي وجود ۾ ڪٽندس- نسرين ۽ تون جڏهن هٿ ۾ هٿ ڏئي هلندا."

"ڪلهہ مون نسرين کي ڏٺو هو." قادر چيو.

"ڪٿي؟" جانيءَ پُڇيو "هوءَ تہ ڪراچيءَ ويل آهي."

"موٽي آئي آهي شايد- ڇوڪرين جي هڪ گروپ سان گڏ هئي."

ڪجهہ ترسي قادر وري ڳالهايو. "آءٌ جڏهن هڪ ئي وقت گهڻين ڇوڪرين کي ڏسندو آهيان. خبر اٿئي جاني ڇا محسوس ٿيندو آهي مون کي؟ هڪ تصوير نهندي آهي منهن جي ذهن ۾- هڪ لينڊ اسڪيپ ڪنهن سرسبز چراگاهہ جو جنهن ۾ هرڻيون هلنديون، ڊوڙنديون، ڇال ڏينديون هجن!"

اهو چئي هو ڪوئجي ويو. هن جي اکين ۾ هڪ ئي وقت شفق چهرن واريون ڪيتريون ئي نازڪ ادا نازنين ڇوڪريون پنهنجا رنگين آنچل لهرائينديون گذرنديون رهيون. ٿورو ماحول جو اثر هو ڪجهه هن جي نگاهه دوربين هئي. انهيءَ نوجوان جي اکين ۾ مک ۾ بجليون ٿي تڙپيون. اکين ۾ سُرخي ۾ ذهن ۾ سُرور ڪٿي هُن تن ڪي مختلف منظرن ۾ موو ڪندي ڏٺو. ڪيفيتون ۾ اکين جا فوڪس جيتوٽيڪ الڳ هئا پر جتي ڪٿي شايد اهي هڪ جهڙيون هيون. هليون ٿي ۾ ويٺيون هيون، ڪليون ٿي ۾ ڳالهين جا گل ٿي ڇاٽيائون. انهن جي هر انداز ۾ هڪ ادا هئي. هڪ عجب دلفريبي ۾ بي نيازي هئي. سيني دلبر پيڪرن ڄون قامتون بند هيون نگاهن ۾ سيني چاڪ ڪرڻ جو طلسم هو. ڪلڻ ۾ گهنگهرو هئا، هلڻ ۾ هوا جي هلڻ جو رنگ هو ۾ زلف زنجير هئا.

تصوير جي انهيءَ سحر مان نڪري يڪايڪ قادر پُڇيو.

"تنهنجو تصور جاني نسرين ڪي ڪهڙي روپ ۾ پسندو آهي." جاني، چرڪي قادر ڏانهن ڏٺو.

"ها - جاني آءٌ به اهو ٻُڌڻ پسند ڪندس." گلاب چيو.

"يارو جيڪڏهن مون کان پُڇو ٿا ته اهو ٻُڌي توهان کي حيرت نه ٿئي ته منهنجو جيڪو آئيڊيل برين آهي نه. اهو ڪنهن اهڙي سنگتراش جيان آهي جو پٿر تراشڻ جي پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ هڪ ئي بُت ٺاهي ٿو بلڪل ائين جو هڪ ٺاهي راس ڪري ٿو ته ٻيو اهڙو وري ٺاهڻ شروع ٿو ڪري. هن بيشمار هڪ جهڙا بُت ٺاهيا آهن. مختلف ٻيو ڪجهه هو ٺاهي نه ٿو سگهي. هن جي تخليقي صلاحيت انهيءَ هڪ کان شروع ۾ انهيءَ هڪ تي ختم آهي. هو انهيءَ کان الڳ نئون ڪجهه سوچي نٿو سگهي. نسرين لاءِ منهنجو تصور اهڙو ئي آهي. هن جا انيڪ روپ ٿي سگهن ٿا پر آءٌ سدائين هڪ ڏسندو آهيان ۾ انهيءَ هڪ مان ئي اک نه پربي آهي جو تصور ٻيو روپ جوڙي منهنجي اڳيان آڻي.

توهين تصور ۾ انهيءَ جي لذت کي سمجهو ٿا ته ٻُڌو هيءَ هوا آهي جا سدائين متحرڪ ٿي رهي، اها منهنجي اکين ۾ هڪ ڇوڪريءَ جي دلدار بدن کي مجسم ڪندي آهي، ۾ پوءِ هوا ۾ اهو بُت ڪافر مون ڏانهن لهرائيندا

وڏندا آهن. انهن جي پيرن ۾ ڇيريون وڄنديون آهن. اهڙن انوکن آوازن ۾ هوا سان همسفر هوءَ منهنجي ٻانهن جي گهيري ۾ گل جي ٽاريءَ جيان لچڪندي گلابي رنگ ۾ رنگبي مون کي ائين لڳندي آهي ڄڻ سحر سورج جي ٻانهن ۾ گُم ٿي وڃي. هوءَ جڏهن منهنجي وارن ۾ آڱريون ڦيرينِدي سرگوشيون ڪندي آهي، ائين ڪندي يڪايڪ ٻانهن جا گهيرا مضبوط ڪري مون کي چُمندي آهي. تڏهن اسين ڄڻ سرخ ٿي افُق مان اُڀرندا آهيون. ائين جو منهنجي ٻانهن هن جي ڇيلهه ۾ هوندي آهي ۽ نسرين جو ڪنڌ منهنجي ڪُلهي تي."

"هڪ ڪان پوءِ ٻيو اهڙو سگريٽ جيئن منهنجي آڱرين ۾ روشن ٿيندو آهي تيئن هڪ ڪان پوءِ ٻيو منظر نظرن ۾ دهرائبو آهي." گلاب چيو. "آءُ تنهنجي ڏسڻ جي انهيءَ دهرائبو رهندڙ تصور تي حيران آهيان. جڏهن ته آءُ سڀ ڪجهه سمجهان ٿو ته جڏهن عشق ميخون ٺوڪي ڇڏي ته اهڙين حالتن ۾ ڪجهه به ناممڪن ڪونهي."

"... رات گهري ٿي چڪي. ڪافي قربت رهي. هاڻ اُٿي پنهنجي جنت جهنم ۾ اڪيلو ٿجي." قادر چيو بل ادا ڪري اهي اُٿيا ۽ هڪ ٻئي کان موڪلايائون.

معمول مطابق جاني يارن کان ڌار ٿي رستو اُڪري ور وڪڙ گهٽين ۾ نڪري آيو. انهيءَ تي گهٽين ۾ هڪ گهر سندن هو ۽ هڪ وڏو شاهي گهر نسرين وارن جو. وڏو ڦيرو ڪري هو ائين رات جو جڏهن هوا وڻن ۾ لهي لهرائيندي ۽ آسمان تي ستارن جا ڪنول ديپ جلندا. انهيءَ جي روشنيءَ ۾ هو محبوبا جي در جي اڳيان لنگهندو ته هن کي هڪ اطمينان جو احساس ٿيندو. محبوب جي گهٽين جو هو آوارا عاشق انهيءَ ڪري ڪونهي ته جو پاڻ جڏهن به چاهيندو يا هوءَ جڏهن به چاهيندي هڪ ٻئي سان ملي سگهندا هئا. انهن جا رستا ۽ رابطا هيستائين هڪ ٻئي سان مليل رهيا آهن پر اڪيلو هن کي انهيءَ جو خوف ڪونهي. اهو نسرين به محسوس ڪندي آهي ته رستا ۽ رابطا جي پاڻ ۾ ملي سگهن ٿا ته اُهي هڪ ٻئي کي ڪٽي به سگهن ٿا. ڪٿجي ڌار ٿيڻ جوذڪر هيستائين ٻنهي ڪونهي ڪيو. پر جانيءَ کي ڪڏهن ئي سهي عجب هڪ بيوسي ۽ ڏپ جا پاڇا

نسرين جي اکين ۾ ترندا نظر ايندا. انهيءَ مهل اهي پنهنجو سارو سحر وڃائي بنجر ٿي پونديون ۽ لڳندو ڄڻ ڇونديون هجن. هيءُ ڪمرو جنهن ۾ جهيٽن بلبن جي مدّم مدّم روشني آهي رنگين پردا هوا جي زور تي لهرائين ٿا. موسيقي جي ڌيمن سُرن ۾ ڪٽي هن جي پنهنجي تن بدن جي مهڪ آهي. سامهون جاني ويٺو آهي. هن جون گرم نگاهون سندس ڳگريل بدن ۾ حرارتون ۽ گرم جوشيون پيري ٿيون ڇڏين. يڪايڪ اهڙي ۾ فطرت جو يا نامناسب حالتن جو ڏکهو طاقتور هٿ پيو ڪجهه نه ڪري سواءِ انهيءَ جي ته اهو جانيءَ کي ڪٽي پوري قوت سان ٻاهر اُڇلي ڇڏي، تنهن بعد ڏسڻ ۽ پائڻ لاءِ ڇا رهندو انهيءَ منظر ۾؟

هينئر جڏهن تارن ۽ وڻن جي سائي ۾ جاني جهونگاريندو هلي رهيو هو تڏهن ٿورو اڳيان هڪ وڏي گهر جي ڪمري ۾ نسرين پنهنجي پيءُ جي سامهون ويٺي هئي ۽ ويٺي هلڪو لرزي رهي هئي. اهو سوچي هن جا نيڻ پرجي پرجي ٿي آيا ته آخرڪار جيڪڏهن ائين ٿيٺو هو ته سندس پيءُ ايتري ڇوٽ ڇو ڏني. رسيءَ کي دراز ڪندو رهيو. محبت جي گهري ٿيڻ جو تماشو ڏسندو رهيو. سڀ ڪجهه ۽ هاڻ اهو فيصلو جيڪو شفقت ۽ ڪاوڙ کي پاڻ ۾ ملائي، انهن جي زور تي هٿ ئوڪيا ڪجهه اصول جوڙي پوئين گذرندڙ هڪ ڪلاڪ کان هن کي ٻڌائي رهيو هو: "زندگيءَ جي راهه منهنجي ڏيءَ ڏکن سان پرپور آهي... فيصلا ڪڏهن به جذباتي ٿي نه ڪجن... اهو ڇوڪرو جنهن کي پاڻ وٽ ڏيڻ لاءِ ڪجهه ڪونهي نسرين اهو توکي ڇا ڏئي سگهندو... منهنجي حياتيءَ جو تجربو مون کي سيکاري ٿو ته اهو سڀ ڪجهه جنهن جي توقع توکي آهي بر ثواب نه ٿيندو... خوابن جا گهاٽا ڇانءَ بخشيندڙ وڻ ايترا ڪمزور ٿين جو حقيقت جو واءُ گهلندي ئي اهي پاڙان پٽجيو پون..."

چاهيندي به هوءَ پيءُ کي اهو چئي نه سگهي ته قبلا مون محبت ڪئي آهي. محبت اهڙي قوت آهي جيڪا حساب ڪتاب جي مروج پيمانن کان گهٽو مٿيري آهي. سندس پيءُ جي شخصيت عام رواجي انداز ۾ هڪ ڪامياب شخصيت ليکي ويندي آهي. هو پاڙي ۽ شهر جو معتبر ماڻهو آهي. ٿورو اڳ هن به ائين ٿي سمجهيو. هاڻ جيتوڻيڪ ڪونه ٿي

سمجهيائين. تڏهن بہ اظهار ڪون ڪيائين. پاڻ بزدليءَ جي حد تائين حضور شرم ڇوڪري هئي. انگن اکرن کان پري ٿلهو ڪتڙ واري جڏهن تہ اج هن ڄاڻي ورتو تہ ڪامياب اهو آهي جو سنهو ٿو ڪتي ۾ اڄ جا صراف انهيءَ جو ئي اڻ توريو اُگهايو ڇڏين.

"نسرين تو سمجهيو تہ ڇا ٿو چوڻ چاهيان." هن جي پيءُ ٻيهر پنهنجو ٻنڊ آن ڪيو. "مون کي سڀ ڪجهہ توکي اڳ ۾ ٻڌائي ڇڏڻ کپندو هو. مون صرف انهيءَ ڪري ڪونہ چيو توکي جو مون کي پنهنجو پاڻ تي اعتبار هو. تنهن جي سمنڊ ۾ جيڪا وير چڙهي هئي. مون سمجهيو لهي ويندي توکي پنهنجي جذباتيت جو احساس ٿيندو تہ محبت تي سڀ ڪجهہ ڪونهي يا هڪ ڪمزور ڇوڪرو ئي سڀ ڪجهہ آهي..."

اوڏي مهل گهر جو هڪ ملازم آيو ۽ چيائين "بيبي."

"جاني آهي؟" هن پڇيو. "ويهارينس آءُ اچان ٿي."

سندس پيءُ جو مک درشت ٿيندو ويو هن جي آواز مان آڳ ڇيين ڇيين نڪتي ٿي. "نسرين ڇئي سگهنديس، نہ تون تہ هو هاڻ هتي نہ اچي ۽ نہ ئي توسان واسطو رکي. تون چونديئس يا آءُ چوانس."

هوءَ لهجي جي لهس سهي لرزي اُٿي بيٺي تہ هو بہ اُٿيو ۽ پنهنجو هٿ هڪ شفقت مان هن جي مٿي تي رکيو ۽ چيو: "توکي اهو ميٺو پوندو تہ هن ڇوڪري کان وڏيڪ تنهنجو سڄڻ آءُ آهيان ڇا توکي انهيءَ کان انڪار آهي؟"

نسرين ڏڄي ڏڄي اکيون کڻي هڪ سرخ نهار هن تي وڌي ۽ لُڙڪ لفظن ۾ لِڪائي چيو "نہ ڪڏهن بہ نہ." هن روئڻ چاهيو پر نہ رُني. هوءَ وڏي ظرف واري ڇوڪري هئي. زهر جو اکين مان ڇلڪي سگهيو ٿي اهو سڀ هوءَ پي وئي.

هوءَ انهيءَ ڪمري مان نڪتي جتي سندس پيءُ موجود هو. ٻئي ڪمري جي ماندان اچي بيٺي جتي هو موجود هو. هاڻ نہ هن کي پوئتي ورڻ جي سگهہ هئي ۽ نہ اڳتي وڌڻ جو ساهس هو. موت جو اسان جي گهرن ۾ وستين ۾ نوٽئيون توکي هلندو آهي. هينئر هن ويل ڪتي هو. هوءَ جانيءَ جي سامهون زبان دراز ڪري انهيءَ کان اڳ ڇا اهو ممڪن آهي تہ دل جو

ڏڙڪڻ بند ٿئي. انسان جي وس ۾ جيڪڏهن زندگي نہ آهي، خواب نہ آهن تڏهن قاتل قوتن کي هارڻ جا جو انتظار آهي.

ملازم هن جي سامهون لنگهيو تہ جڻ پنهنجو پاڻ کي هن جي نظرن کان بچائيندي کيس چانهہ لاءِ چيائين ۽ هڪ وڏو پٿر رکي دل تي هوءَ ڪمري ۾ داخل ٿي. هتي جيڪا کير ڏارا جهڙي ٽيوب لائيٽ ٿي ٻري، هڪ ئي ساعت ۾ انهيءَ کي آف ڪري جهيڻي روشنيءَ وارو هڪ سرخ بلب ٻاريائين ۽ مڌم مڌم سرخ روشنيءَ ۾ پنهنجون سڀ زرديون لِڪائي مڙي هن جانيءَ کي ڏٺو جو هلڪو هلڪو مُرڪي رهيو هو. پاڻ چُپ هن جي سامهون نظرون جهڪائي ويهي رهي. "ڪراچيءَ تنهنجا رنگ ئي ڦيرائي ڇڏيا آهن." جانيءَ چيو "اڄ ڇا اسان کي چانهہ بہ نہ ملندي۔ موسيقي بہ نہ ٻُڌي سگهنداسين؟"

"چانهہ بہ ملندي۔ موسيقي بہ ٻُڌنداسون." نسرين جهڪي آواز ۾ چيو ۽ دل ۾ سوچيو: آخري چانهہ جيڪا اسين سُرڪنداسين. موسيقيءَ جون لهرون جيڪي اڄ اسان جي ڪنن تائين رسنديون. ان کان پوءِ جڏهن بہ چانهہ پيئبي، موسيقي ٻڌبي تڏهن اڪيلائيءَ جون نانگڻون پنهنجا زهريلا ڦڻ ڦهلائي زهر ئي زهر هاريندڀون رهنديون۔ زهر پيئبو زهر ٻڌبو!

يڪايڪ من جي سمنڊ ۾ هڪ طوفاني وير چڙهي: فيصلو جيڪو سياڻي پرينهن يا ڪنهن بہ هڪ ڏينهن تي ملتوي ٿي سگهي ٿو هاڻ ٿي وڃڻ گهرجي. زبان ۽ جذبن جو ڪهڙو اعتبار. اهي محبت جي شان ۾ زهر اوڳاڇڻ. بدران سجدي ۾ ڪِري پون ۽ هڪ ٻئي شخص جي اندر ۾ انهن ٻنهي لاءِ نفرت ۽ انتقام کي پيدا ڪن. محبت جا هاڻ ڪٿي ڪنهن جي اندر ۾ نفرت کي پيدا ڪندي انهيءَ کي ختم ٿيڻ گهرجي.

چانهہ جي ٽري انهن جي اڳيان پئي هئي. نسرين ڏڪندڙ هٿن سان چانهہ ٺاهي کنڊ ملائيندي هن سوچيو: پنهنجي سڀ محبت هڪ ئي دفعي سان کنڊ جي صورت ڳاري ڇڏي، چانهہ جو ڪپ هن ڏانهن وڌائيندي هن پنهنجي زبان کي چوريو. اوپرا لفظ جي ٽوروا اڳ هن پيءَ کان ٻُڌا هئا، هن جي زبان مان ادا ٿيا. هن ڳالهائڻ شروع ڪيو. "جان... ..."

جاني هلڪو هلڪو لرزي رهيو هو. نسرين جيترا پٿر پنهنجي زبان ۾ گڏ ڪيا هئا. انهن لاءِ هن سوچيو بہ نہ هو. محبت ڇا دلين تي ڏاڙا هڻندي، بي يارو مددگار ڇڏي هلي ويندي آهي.

چانهہ جو ڪپ هن جي ڏڪندڙ آڱرين مان ڇڏائجي پٽ تي ڪِريو ۽ چِٽاڪ ڪري ٽُٽو.

نسرين جنهن جي اکين ۾ آڳ ٿي آڳ هئي. سوچيو: اهو جو هينئر چِٽاڪ ڪري ٽُٽو جنهن ۾ هن پنهنجي سچي محبت ڳاري ڇڏي هئي، چانهہ جو ڪپ هو يا دل هئي بيوس ناتوان.

"محبت جي پنيان ايترو زهر ۽ بي رحملي پلبي آهي. مون نہ ٿي ڄاتو نسرين." جانيءَ لفظ لفظ ڪري ڳالهايو ۽ هر لفظ جي اکين مان لُڙڪ ۽ لهو ڦڙو ڦڙو ٽپڪيا ٿي.

ايترا لُڙڪ ۽ لهو ڏسي نسرين هسٽيريائي انداز ۾ کِليو. انهيءَ پاڳل ڪندڙ کل دوران هن جانيءَ جو هٿ پڪڙيو ۽ هن کي ٻاهر کلي اڱڻ ۾ وٺي آئي.

"تون مون کي ڪمري کان ٻاهر ڇا انهيءَ ڪري گهلي آئي آهين جو آءٌ سامهون انهيءَ ڪليل در کي ڏسي سگهان. جنهن مان مون کي هاڻ هميشہ لاءِ لنگهي وڃڻو آهي."

نسرين ڪمال ضبط سان لفظن جي انهيءَ طوفان کان پاڻ بچايو. جنهن ۾ هن جي جسم جي تاري هلڪو مرتعش ٿي رهي هئي پر لڏي ڪونہ ٿي. الائي ڇا سوچي هن ڪنڌ اوچو ڪري وڻن کي ڏنو آسمان کي ڏٺو چنڊ کي ڏٺو اڄ هن چنڊ جي چانڊاڻ نہ ٿي ڏٺي- انهيءَ جو داغ ٿي ڏٺو سامونڊي وير جيان بي پناهہ ڏُک ۽ غصو هن جي ڪمزور قد ڪاٺ تي ڇانئبا ويا. هن اوچنگار ڏئي روئڻ ٿي چاهيو. نہ پر هينئر نہ. جڏهن هيءُ شخص ڪُلها جهڪائي هميشه لاءِ سندس دل ۽ گهر جي چائنٽ اورانگهي ويندو تڏهن هوءَ کلي سانوڻ جي ڪنهن ڪڪريءَ جيان وسندي.

"ڪهڙو واءُ لڳو نسرين؟"

"طوفان ۽ آفتون فطرت سان منسوب آهن. جڏهن فطرت وٽ پنهنجو ڪو انصاف ڪونهي تہ محبت ڪهڙو انصاف ڪري سگهندي- هاڻ پويان سڀ ڏينهن اسين وِساري ڇڏينداسين- وِساري سگهنداسين نہ اسين؟"

"توکي اهو سڀ ياد نہ رهيو."

"آهي."

"اهي سڀ گيت ۽ ڳالهيون جيڪي اسان هن ڪمري ۾ ويهي ڪيون.
ڪيترا خواب ڏٺا ۽ ڏيکاريا. سامهون هي جو سنبل جو وشال وڻ ڪڙو آهي،
انهيءَ جي سائي ۾ جنهن جي چنبي جيڏن گهرن سرخ گلن ۾ پکيئڙا لاتيون
لنوندا ۽ هيٺ تنهن جي آواز جون بانسريون وڄنديون."

"۽ تنهنجون به."

"ها ۽ جسم جون سڀ لذتون اکين ۽ چپن ۾ پرجي ايندليون. ائين اندر
جي سنبل ۾ ڳاڙها ڦول ڪڙندا هئا ۽ من جا پنڇي انهن جو رس چوسيندا ۽
طمانيت جي احساس مان پرجي ويندا."

"وڻ جو موسم سان وڏو تعلق آهي. هي ٻاهر جو وڻ آهي وشال ۽ آزاد.
انهيءَ جون لامون هوائن جي آڌار تي جهومن ٿيون. پر جاني اندر ۾ محبت جو
رس چوسي جو وڻ جوان ٿيو اتي رت ئي ڦري ويئي."

"ياد آهي توکي تو چيو هو اسان لاءِ سڀ رُتون بسنت آهن."

"چيو هُئم پر سدائين بسنت نه ٿو رهي. ڪڏهن لڪون ٿيون لڳن ته
ڪڏهن خزان. ان بعد تيز طوفان جو آرنيڊ طوفان هلي به چڪو. جاني، وڻ
جو محبت سان منسوب هو تاري تاري ٿُني به چڪو."

اڄ اهڙي ئي رات هئي. چانڊوڪي هيٺ مٽي چوڏاري وسي رهي هئي،
گهر جي اڱڻ ۾ انهن جي ساهن سڏڪن ۽ سرگوشين جا آواز ٻُريا ٿي، پل پل ۾
انهن جا لهجا بدليا ٿي، پيار امرت ۽ زهر جي صورت."

"تو مڃي ورتو؟" جاني پُڇيو.

نسرين چُپ پيڙي سگهه لڳائي سڏڪو گلي ۾ گهٽيو ۽ چيو "ها".

هوا سڪل زرد پن کي اڱڻ تان گهٽو هيٺ ريڙهي وئي، "جاٽين تي نه ته
مون پنهنجن کي ڪهڙو جواب ڏنو."

"ها تو انهن کي چيو ته هيءَ گهر هيءَ پوتخانو جو توهان ٺاهي رکيو
آهي آءُ ڇڏي هليو ويندس- پر مون ۾ ايتري همت ڪونهي. انهيءَ ٻڍي
شخص پنهنجو پاڻ کي ٺاهي بچائي رکيو آهي. ان کي ڊاهڻ مون کي انهيءَ
جي پيٺ ۾ ڏُکيو ڪونه ٿو لڳي ته آءُ پنهنجو پاڻ کي ڍاهي ڇڏيان."

هن هڪوار وري جانيءَ جو هٿ پڪڙيو. در کان ٿورو اڳيان ٻيهي هن
پنهنجون ٻانهون هن جي گلي ۾ وڌيون ڪڙيون مٿي ڪري پنهنجو مک هن

جي برابر آٽي ڇيو. جاني واعدو ڪر تہ تون مون کي وِساري ڇڏيندين." اهو چئي هن بيخودي مان هن جون اکيون ڳل چُپ ۽ ڳچي چمي ۽ چيو "الوداع، جانِ من الوداع". ايترو چئي پنهنجون ٻانهون آزاد ڪري تڪڙو تڪڙو واپس وريو. وڻن پٽين ستونن ۽ درن سان ٽڪرائبي هڪ ڪمري ۾ بي سڌ ڪري پئي.

جانيءَ آخري نگاهہ انهيءَ سڄي گهر تي وڌي ۽ چائنٽ اورانگهي ٻاهر آيو. درد سيني ۾ هو اکيون پرجي پرجي ٿي آيون چوڌاري آسمان ۾ چنڊ ستارا ٿي چمڪيا. هوا وڻن سان سرگوشيون ٿي ڪيون رات جا مانوس آواز ٻري رهيا هئا.

پر هو ڪجهہ بہ ٻُڌي ڏسي نہ سگهيو هو.

دک ئي دک، بي پناهہ رج ئي رج، خواب حسرتون ۽ اج. دل مان لهو جو اخراج. هاڻ هڪ ڏکهو سفر هن کي درپيش هو. ڪنهن ماتمي قافلي جي انهيءَ شخص جيان زنجير اچا جنهن جي هٿن ۾ هئي، جيڪو انهن سيني جو ماتم ڪري رهيو هو جي راهہ وفا ۾ ماريا ويا هئا!

ڪجهہ ئي گهڙين ۾ ايڏي وڏي ڪايا پلٽ ڪان پوءِ بہ بظاهر ڄڻ ڪجهہ بہ نہ بدليو هو. سڀ ڪجهہ پنهنجي جاءِ تي هو جڏهن تہ هن جي پيرن هيٺيان زمين نڪري چڪي هئي، ستارا اهي چمڪيا ٿي پر سندس پيشانيءَ تان سڀ ستارا ڪرڙي چمڪي اُجهامي بہ چڪا. سامهون ڏکهي واٽ هئي ۽ هو اڪيلو هو. ڪجهہ نہ هو انهيءَ ڪان سواءِ تہ لهوءَ جي هڪ ڌارا هئي جنهن کي هو پٺيان پٺيان ڇڏيندو ٿي آيو.

هاڻ جيڪڏهن هوءَ نازنين هڪ ٻيو فيصلو ڪري ها. گهر تي آخري نگاهہ وجهي جانيءَ جي پٺيان اچي بہ ها تہ ڪجهہ بہ پائي نہ سگهي ها. سواءِ انهيءَ جي تہ اڳيان سڀ منزلون سمونڊ آهن، لڙڪ ۽ لهوءَ جون موجون آهن. هاڻ سواءِ انهيءَ جي ڪهڙو رستو بچيو آهي جو پنهنجو پاڻ لهوءَ ۾ لال ٽيٽو آهي ۽ لُڙڪن ۾ ڏروپٽو آهي.

—

# صليبن ڏانهن سفر

هڪ جميل رفتار سان ريل مسلسل هلي رهي هئي- ڇُڪ ڇڪ، ڇڪ ڇڪ جي ختم نہ ٿيندڙ رِدمر ۾.

پندرهن سالن جي ڇوڪر دريءَ کان ٻاهر ڏٺو ۽ سُڏڪيو.

هوا جا دريءَ مان اچي رهي هئي، تڙپي هن جي ڇهري سان بلڪل ائين ٽڪرائي جڻ هوا نہ هئي، هڪ لهرائيندڙ خنجر هئي، هوا جنهن ۾ مري ويل ماڻهن جي سڙيل بدبودار گوشت جي ڌپ هئي، ڪتان نہ ڪتان سِيرن ۽ سوراخن مان هلي ٿي آئي. سيني ماڻهن انهيءَ تاڻيل ۽ لهرائيندڙ موت جي خنجر کي پنهنجي اڳيان مُک تي، جسم جي سيني حصن تي، هڪ ڇهڪ جيان ٿي محسوس ڪيو هُنن جون اکيون ڪوپن ۾ پيهي ويون هيون. ڪجھ نہ ڪري سگھڻ جي پيڙا سبب، انهن مان پاڻي ڦڙو ڦڙو ٽميو ٿي.

اهي سڀ عورتون، مرد، ٻيا ۽ ٻار مختلف ڪمپارٽمينٽس ۾ بنا ڪنهن فرق حساب جي سٽيا پيا هئا. انهن جا مُک پن ڇڻ جي اهڙن هيٺين پنن جيان لڳا ٿي، جي هوائن جي زور تي سرجي ويا هجن. اهي سڀ ماڻهو ٻُک جي آسيب جي ور چڙهيا ويا هئا. ٻُک جو بہ هڪ خنجر آهي، جو جت ڪٿ سونهن جي سيني ۾ هنئي تائين لهندو آهي، ڪٿي بہ نياهہ نہ آهي، سڀ فرق منجي ٿا وڃن. ٻار ۽ جوان عورتون، گل ۽ خوشبو ڪنهن کي بہ ڪا معنيٰ نہ آهي- آهي تہ تباهہ ٿي وڃڻ جو هڪ اونهو احساس ڪوماڻل مکن تي ۽ ماني پرهہ جي انهيءَ هير جيان، جا مکڙين جا مُنهن پن پن ڪوليندي آهي؛ هڪ نئين مهڪ ۾ ٻهڪيل روشن سورج جو احساس ڏياريندي آهي- ڪٿي بہ نہ آهي. جت ڪٿ بدبو ڀريل انڌيون آنڌيون آهن ۽ ماڻهو مرن ٿا، بنا ڪنهن شمار جي. سڀ قدآور ماڻهو- وچ ۾ ٻُک هڪ پُل ٺاهي ڇڏي آهي!

ماڻهو جي بچيا اهن ڇهرن تان چمڪ وڃائي ويٺا آهن- ڇوڏاري پري پري تائين، جو چمڪي ٿو سو ٻڪ جو خنجر آهي. ماڻهوءَ جي سخت جان، ها شهرن ڳوٺن جي اونداهين مان پڳا انهن کي مانيءَ جو هڪ سڄ گهربو هو.

ڇوڪرو جنهن جي اکين ۾ وڏو اندوهه هو پاڻ کي اڪيلو پائي، ماءُ کي ياد ڪري رُنو. هڪ پَل لاءِ! ٻئي پل هن جي ڏاڏيءَ جو مُک هن جي اکين ۾ لهرايو. هن کي ايڏي بي پناهه اڪيلائي، جت ڪيترائي ماڻهو هڪ ٻئي جي مٿان سٽيا پيا هئا، ٿورو ئي سهي هڪ اطمينان جو احساس جاڳيو ته اُها، ڪٿي ڪنهن ڪمپارٽمينٽ ۾ هوندي. هن ڪيئن نه وڏي پيڙ ۾ ڇڙهڻ وقت هٿ لوڏي هن کي مضبوط ڪيو هو- هن جي ڏاڏيءَ جڏهن ڳاٽيتي کان ٻاهر ماڻهو مري ويا هئا يا مُئا پئي، هڪ آس جو يقين رکي جيئري هئي ته هير جو جهوٽو سندس ۽ هن جي پوٽي ۽ سيني ماڻهن جا مک چُهي ويندو. "ڏاڏي او ڏاڏي!" هن گونگي دانهن ڪئي. اها الائي ڪيئن هوندي- هيڏي پيڙ ۾ اڪيلي.

هڪ ماڻهوءَ پنهنجي سموري سگهه گڏ ڪري وڏي جهد کان پوءِ دري کولي. هوا جو تعفن ماڻهن جي ناسن ۾ گهڙي ويو. دريءَ کان ٻاهر جتي ڪٿي مري ويل ماڻهن جا جسم هئا ۽ ڳجهون اُگهاڙن وڻن ۾ ماڻهن جي لاشن تي پکڙي ويون هيون. ريل کان ٻاهر ڪو ساهن جو سلسلو نه هو رڳو هوائون هيون- خنجر تاڻيل.

ماڻهوءَ جنهن هڪ پل لاءِ دري کولي ڇڏي هئي، هسٽريائي رڙ ڪري دريءَ جو شٽر ٺڙاڪ ڪري ڪيرائي ڇڏيو. ٻک ۽ ان بعد موت جون ٻي رحميون بند دَر دريون ٽوڙي هن جي اڳيان نچيون ۽ هو ڪمزور آواز ۾ ڀڻڪيو: "خبر نه آهي، اسان ڪيڏانهن پيا وڃون؟"

هڪ ٻيو ماڻهو ڀڻڪيو "اسان آخر ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيون؟" هڪ ماڻهو رڙڻ جي ڪوشش ڪئي.

"اسان پريت نگر وڃي رهيا آهيون." هڪ ئي وقت ڪيترا ماڻهو ڀڻڪيا. "ايندڙ ڪنهن به گهڙيءَ اسان هُت پهچي ويندا سين، جت مانيءَ جو سج چمڪي ٿو."

ماڻهو وري بہ بيوسين کي ساڻ ڪري پنهنجو پاڻ ۾ گُم ٿيا، انهن مان هڪ ماڻهو حياتيءَ ۽ موت جي وچ وارين ڪنن گهڙين جي زد ۾ اچي چڙيون هنيون.

چوڪر کي ڏڪڻي وٺي ويئي. هينئر پنهنجي ذهن ۾ آيل خيال هيٺ ڏکيو: هن سفر جو ڪو انت آهي بہ يا...؟

هيءَ ريل جيڪڏهن نہ بيهي- هلندي رهي وقت سان گڏ. جو وهندو ٿو رهي- ميرن، اُجرن، پاڻين جيان، بي خبر گهرائين ۾ نہ جاڻ ڪٿي؟

هو هوريان رڙهندو انهيءَ بيوس ماڻهوءَ ڏانهن آيو. جنهن جي چاتيءَ سان ڪتاب ويڙهيل هئا. پڇڪندي هن پُڇيو: "هي سفر؟ هي ريل وچي ڪيڏانهن رهي آهي، آخر... اها ڪٿي بيهندي..؟"

"... ..."

"اها پريت نگر بہ نہ بيهندي..؟"

"ڪهڙو پريت نگر پُٽڙا..." پُڍي جو آواز ڪمزور ٿي سهي، پر گنڀير هو.

"چون ٿا اُتي ماڻيءَ جو سج چمڪي ٿو." چوڪر روئي ڏنو.

"پُٽڙا پريت نگر ڪٿي بہ نہ آهي!"

خوف جو احساس چوڪر جي مٿان هڪ ڌماڪي جيان ڦاٽو. هن جون ننگون ڏڪيون ۽ دل مسلسل هڪ اذيت جي ڪيفيت پيدا ڪري ڌڙڪندي رهي. "پريت نگر ڪٿي بہ نہ آهي!" هن جي اکين جا تارا ٻاهر نڪري آيا.

"اهو تنهنجي ئي ديس ۾ آهي. هيءُ اٿئي پريت نگر."

جنهن لمحي چوڪر کي پڪ ٿي تہ هاڻ پريت نگر جو خواب ڏُوڙ ٿيو اُميدون سڀ ختم ٿيون، تڏهن هن جي هڏائين پڃري ۾ هڪ سگهہ هلي آئي، هو لوهہ ڏئي در جي اڳيان آيو. در کولي، درين کي پڪڙي هڪ جنون جي حالت ۾ گاڏا ٽپندو پنهنجي ڏاڏيءَ کي ڳوليندو رهيو.

پر هن جي ڏاڏي ڪنهن بہ ڪمپارٽمينٽ ۾ نہ هئي- ڪٿي بہ نہ!

جڏهن حياتيءَ جي وٽ آخري ڦڙڪيون ڪائي اجهامڻ تي هئي، انهيءَ مهل هن کي ڏاڏيءَ جي ضرورت محسوس ٿي تہ آخري دفعو هن جي ڇاتيءَ سان لڳي روئي ۽ پوءِ هن جي ٻڍين ٻانهن ۾ مري وڃي. هن گهڙيءَ هو جيترو

تنگ ۾ بي حفاظتي جي احساس هيٺ دٻيل هو اوترو هو اڳ ڪڏهن به نه ٿيو هو- پر هن جي ڏاڏي؟

هن جي ڏاڏي جا هاڻ ڪٿي به نه هئي. انهيءَ کي هو ڳوليندو رهيو. "ڏاڏي او ڏاڏي!"

ڪمپارٽمينٽس ۾ ماڻهو مري رهيا هئا يا مرڻ تي هئا- ريل مسلسل هلي رهي هئي ۽ پريت نگر ڪٿي به نه هئو. هر گذرندڙ پَلُ انهن کي موت جي اندي ڪاهيءَ ڏانهن گهليندو پيو وڃي.

پندرهن سالن جو ڇوڪر پنهنجي اندر ۾ وڏا گهمسان ڪٽي، ڏاڏيءَ کي ڳوليندو رهيو.

هڪ ڪمپارٽمينٽ جنهن ۾ هاڻ سڀ ماڻهو مري ويا هئا. صرف هڪ ڇوڪريءَ جي هڏائين پڃري ۾ ساهه جي ڏور ڳنڍيل هئي.

قاتل اکين (اهي اکيون جن ۾ پريت نگر ڏسڻ جي آس فِريز ٿي وئي هئي) وارن لاشن جي وِچ ۾ بيٺي هن جي دل ڪمزور ٿيڻ لڳي: ۽ هُو ڇوڪريءَ جي پاسي ۾ گوڏن ڀر ڪِريو- ڇوڪري لاشن جي وچ مان هڪ بي معنيٰ احساس هيٺ هن کي ٻانهن ۾ ويڙهيو.

۽ ڇوڪرو سُڏڪيو: "ڏاڏي!"

انهيءَ هڪ لمحي ۾، جو موت کان ڏار ٿي هڪ وڻ ٻڻجي پيو هو ٿڌي ڇانءِ محسوس ڪري هو پڙڪيو "پريت نگر ايترو پري نه آهي."

"پريت نگر ڪٿي به نه آهي ڪِڪا! هن گهڙي تنهنجي لاءِ، منهنجي لاءِ ۽ ريل جي وهڪري ۾ وهندڙ ماڻهن جي وچ ۾ اهو ڪٿي به نه آهي- پر جتي ڪٿي اهو ائين نه آهي، ڪٿي نه ڪٿي سچ ته چمڪي ئي ٿو."

سڄي ريل جا سڀ ماڻهو مري چڪا. پر هن ڪمپارٽمينٽ ۾ ڇوڪر ۽ ڇوڪريءَ جي پڃرن ۾ اڃا تائين پساهه هو.

شانت ڇهرن وارا به ماڻهو هاڻ جڏهن هن گهڙيءَ مري رهيا هئا- ته انهن جي مُکن تي هڪ خاموش، شڪايت ڪندڙ سڪون هوته: 'سچ ڪٿي نه ڪٿي ته چمڪي ئي ٿو.'

—

## اُڏارون انڌڪار ۾

هلي رهيو آهيان ماڻهن جي هجوم ۾۔ اڪيلو اڪيلو توائي توائي.
هجوم سان هلندي بہ هجوم کان ٽُٽل.

ڪراچي: گوڙ ماڻهن جو هجوم۔ هجوم ۾ هرهڪ پنهنجو پاڻ کان ٽُٽل۔ سڀ اڪيلا اڪيلا توائي توائي.

ايلفي: حسن جو وهڪرو۔ گهڙيل اڻ گهڙيل صورتون. منهنجي نصيب ۾ ڪابہ نہ (رڳو تنهائي ۽ تلخي) ۽ پوءِ بہ هر شام ڏسڻ ايندو آهيان ايلفيءَ تي خوبصورت ۽ بدصورت جسم۔ ذهني آسودگي پائڻ لاءِ (آسودگي ۽ اطمينان جو مليو نہ آهي مون کي. آرزوئون ناتمام زندگي نامهربان) هر شام ڏسندو آهيان جوان جسم ۽ تمام زندگيءَ جي صلي ۾ مليل سيڪس هنگر (Sex hunger) جي ڪري ڊوڙندو محسوس ڪندو آهيان ڪو سرور پور پور ۾. جڏهن صرف محسوس ڪندو آهيان ۽ نہ پائي سگهندو آهيان، تڏهن هيءَ چوڻي ياد ايندي آهي ۽ ٿيندو آهي حاصل ڪجهہ قدر اطمينان:

Beauty is only to see not to touch

هلي رهيو آهيان ۽ ڏسان پيو: رنگين پرڏيهي ڪپڙن مان ڳردار ڳورا جسم. انهن جي اُگهاڙن ڏئونرن، پريل جسمن، ٻاهر نڪتل هپس ۽ ريشمي اُرهن کي ڏسي جاڳي ٿي، انهن کي ماڻڻ جي خواهش ۽ سرايت ڪري ٿو وڃي ڪو سرور پور پور ۾.

ذهني طور ديبل آءٌ ۽ سيڪس هنگرجي ڪري منهنجون نگاهون جوان جسمن جا بخيا اُڌيڙي ٿيون ڇڏين۔ پوءِ بہ ان ايزي (Un-easy) ۽ اُداس!

خيالن ۾ غلطان هلندي ٽڪران ٿو وڃي هڪ گوري جوان عورت جي سيني سان. "O! You idiot" (او يو ايڊيٽ).

"پليز ايڪسڪيوز مِي". چوان ٿو هن کي ڦڪي مُرڪ مرڪندي ۽ نهاريان ٿو سڏو هن جي اکين ۾. اکين کان هيٺ مک ۾. هلي ٿي وڃي ٻڏوائڻ ٻڏو ڪري چپن ۾ پٽڪندي

۽ آءُ چپن کي سيٽي وڄائڻ جي انداز ۾ موڙي جوان عورت سان ٽڪرائڻ واري اتفاق تي، من ئي من ۾ مزو ماڻيندي، ماڻهن جي هجوم ۾ گم ٿيڻ جي ڪوشش ٿو ڪريان. هجوم ۾ آهن مرد، ٻڍا، ٻار ۽ عورتون: ڪاريون، گوريون، گلابي، ساڙهيون، شلواروَن، بيل باٽم پتلونون، سليڪس- جينز اسڪرٽس ۽ سليو ليس ڪرتا. دل ٿي چاهي تہ: هڪ وار وڃي انهن جي چپن تي چپ رکي، پريل ڳلن تي پنهنجي اداس محروم وحشتن جا نشان ثبت ڪجن...

۽ پوءِ انهن مان ڪا وحشت زده، اکيون ڦاڙي، گلي تي زور ڏئي، منهنجي عمل تي پيدا ٿيندڙ پيڙا ۽ بيوسيءَ جي احساس کي دٻائڻ لاءِ، رڙ پوي: "you fool son of bitch" (يو فول سن آف بچ).

۽ اهو سڀ ڪجهہ ٻڌڻ ۽ محسوس ڪرڻ کان پوءِ، هڪ وڏو فرحت وارو ساهہ کڻي، جسماني ڇهاٺن ۽ ان جي اٽريڪشن کي محسوس ڪندي مري پئجي، انهيءَ کان پوءِ ڪير ڪمبخت جيئڻ چاهيندو؟

سوچ جي انهن لمحن ۾ ايلفي جي وهندڙ شاهراهہ تي هڪ نوجوان، ڪار کي طوفاني رفتار سان هلائيندو ٿو اچي. لڳي ٿو تہ هو شراب جي نشي ۾ ڌت آهي. يڪايڪ ڪار هن جي ڪنٽرول مان نڪري فٽ پاٿ تي ڦيٿن جا چيڪاٽ ڪندي، رستي ڏانهن مُڙي وڃي ٿي. انهيءَ اوچتي اتفاق تي: سڄو هجوم هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي ٿو وڃي ۽ ڪجهہ لمحن لاءِ هو سڀ حواس باختہ ٿي وڃن ٿا. هلڪين رڙين جا آواز. انهيءَ اوچتو ڊيڄاريندڙ حادثي کان بچڻ لاءِ هڪ ٽيهارو سالن جي عورت ٽڪرائجي ٿي وڃي مون سان. ڪيس ٻانهن جي گهيري ۾ آڻي گهيرو ڪجهہ لمحن لاءِ تنگ ٿو ڪري ڇڏيان. محسوس ڪريان ٿو هن جي جسم جي گرمي ۽ خوشبو. ڪجهہ ئي لمحن ۾ هجوم واپس پنهنجي اڳئين حالت تي اچي وڃي ٿو- پر پوءِ بہ اُهي انهن جي مک تي ڪجهہ گهڙيون اڳ ٿيندي رهجي ويندڙ حادثي جي پيڙا ۽ بي وسي. بيوسيءَ سبب مک ڳاڙها گهنجيل.

انهن ئي ڪجهه گهڙين ۾ آءٌ پنهنجي ٻانهن جو گهيرو کولي ٿو ڇڏيان ۽ هوءَ پنهنجي ساڙهيءَ جو پلاند ٺاهيندي، اکين ۾ هڪ ڏڪار ڀري، منهنجي سڄي وجود جو جائزو وٺندي، لپ اسٽڪ لڳل چپن کي کولي چوي ٿي: "گڏهه!"

"گڏهه مان آهيان يا اُهو جو پنهنجي ڪار فٽ پاٿ تي چاڙهي آيو- جنهن هڪ پل لاءِ حسين جسم هڪ وحشت ناڪ انداز ۾ ٿڙڪائي ڇڏيا." مون چيو ۽ هوءَ وڏين چيريل اکين سان مون ۾ نهاريندي رهي.

"اسان هن سماج ۾، جتي سماجي اڻ برابري آهي، طبقاتي ڇڪتاڻ آهي، اتي اسان هن سماج جا سيڪنڊ ريٽ شهري آهيون، ڇا فوٽ پاٿ تي هلڻ جو حق نه آهي؟ شايد اهو حق توهان ماڊرن سوسائٽي جي انهيءَ فرد کي ڏئي ڇڏيو آهي جو نشي ۾ ڌت پنهنجي ڪار فٽ پاٿ تي چاڙهي آيو."

"اوه- تون! نثار ذرو به ته نه بدليو آهين! اهوئي جذباتي، خوددار- لفظ تنهنجي چپن مان گلن وانگيان ٿا ڇڻن."

اوچتو منهنجي دماغ ۾ ٿڙڪاٽ ٿا ٿين ته هيءَ 'اها' آهي- هڪ وار اعتبار نه ٿو اچي، ته گهوري کيس ڏسان ٿو ۽ پوءِ اکيون پوري ٿو ڇڏيان.

"هيءَ مان آهيان صنوبر- اکيون پوري تون ڇا ڪنهن کي سپنن ۾ ماڻين ٿو؟"

آءٌ اکيون کولي سڌو سندس اکين ۾ نهاري چوان ٿو: "ڪيڏو نه خوش نصيب آهيان مان ۽ ڪيڏيون نه خوش نصيب آهن اهي گهڙيون. جن گهڙين ۾ تون منهنجي ٻانهن ۾ تنهنجي جسم جي گرمي منهنجي جسم ۾ سرايت ٿي ڪيو ۽ تنهنجا سرهاڻ واسيل ساهه منهنجي اندر ۾ تحليل ٿي ٿي ويا."

"تون نه سُڌرندين!" هن چيو.

"ڇو؟"

"ساڳيا افعال جو اٿئي، جي ڏهه سال اڳ هئا."

مون ٽهڪ ڏنو. درد جي هڪ لهر روح ڇهڪ وجهندڙ ٽهڪ بنجي، وايومنڊل ۾ ٻري ويئي- منهنجي زوردار ٽهڪ تي راهگير هڪ سرسري نهار وجهي لنگهي ويا.

"تون ڇا هتي فوٽ پاٿ تي ڇرين جيان ڪِلندو رهندين؟"

"تہ پوءِ تون ڇا مون سان ڪنهن ريسٽورينٽ ۾ چانهہ پيئندين؟" اهو چئي آءُ اوچتو ڪوئجي ٿو ويڃان. اُتي ئي من ۾ پيڙا جي هڪ لهر. پيڙا جي اها لهر، هڪ پرائي عورت کي چانهہ جي دعوت ڏيڻ ـ جا سياويڪ نہ آهي پيدا ٿئي ٿي، ۽ مان ڪجهہ پل وحشت زده انهيءَ پيڙا کي من ئي من ۾ دٻائڻ جي ڪوشش تو ڪريان.

"تون ڇو ريسٽورينٽ جو نالو وٺي ڪوئجي وئين؟ بل مان پريندس."

مان واڳڙو ٿي ڏسان ٿو ۽ هوءَ مُرڪي ٿي، وٺي ٿي منهنجو هٿ. پنهنجي هٿ ۾. آهہ ڪهڙو آهي هي لمحو! اهو تہ مون سپنن ۾ بہ نہ سوچيو هو. منهنجو هٿ، هن جو هٿ! هڪ ڪليل شاهراهہ زندگيءَ جي راهہ سپنن جي ساڀيان، هٿ جو ڇهاءُ ۽ انهيءَ جو اٽريڪشن. هڪ سرور پيرن کان وٺي دماغ تائين. منهنجون مشڪون سيٽجي ويون ۽ مون کي لڳو: هٿ ڇهاءُ ـ حرارت ۽ انهيءَ کان پوءِ پيدا ٿيندڙ سرور لڱن ۾ رت بڻجي ڊوڙڻ لڳي ٿو.

انهيءَ سرور ڏکي ڇڏيو مون کي، ڏهہ سال پوئتي. جڏهن اسين ٻئي ساڳي فرم ۾ ملازم هئاسون. مان ٽائپسٽ هئس ۽ هوءَ اسٽينو هئي. فرم جا سڀ مرد ملازم هن جا چاهيندڙ هئا ۽ فرم جون سڀ ملازم عورتون هن کي رشڪ جي نگاهہ سان ڏسنديون هيون!

هوءَ صاحب جي منظور نظر هئي. فرم جو مالڪ صرف ڊيوٽي چاهيندو هو بيوٽي نہ! (اسان جي آفيسن ۾ ڊيوٽي ۽ بيوٽي ٻئي ضروري آهن.) ڇاڪاڻ جو هن جي زال هڪ سخت قسم جي عورت هئي ۽ صاحب تي سدائين ڪرڙي نظر رکندي هئي. آفيس ٽائيم کان پوءِ ڪيس پنهنجين نظرن کان هڪ پل لاءِ بہ اوجهل ٿيڻ نہ ڏيندي هئي. انهيءَ ڪري هڪ پيار ڀري نهار، هڪ لطيف مُرڪ جا دل جو گل چِني ڪنهن جي جهول ۾ وجهي ڇڏيندي آهي، صاحب تي ڪوبہ اثر نہ رکندي هئي. هن جي دل پٿر جي هئي (يا هن پاڻ بڻائي هئي) جنهن تي حسن جو مقناطيس ڪابہ ڇڪ پيدا نہ ڪري سگهندو هو!

صنوبر تازو اپوائنٽ ٿي هئي. سڀ ملازم جي عموماً وقت کان دير سان ايندا هئا، سي هاڻ اڌ ڪلاڪ اڳ اچڻ لڳا. صرف هڪ پيار ڀري نهار جو

طواف چاهيندا هئا. هن جي جسم جي چوڏاري، چاڪاڻ جو هوءَ صاحب جي اسٽنيو هئي يا صاحب جي آفيس ۾ ويهندي هئي. مان بہ صاحب جي آفيس ۾ ڪم ڪندو هئس. ڪڏهن ڪڏهن ٽائيپ رائيٽر جي ٽِڪ ٽِڪ جي وچ ۾ جڏهن هوءَ پنهنجا ٻاهر اپريل سنهڙا چپ کولي ڪجهہ چوڻ چاهيندي هئي تہ بانسريءَ جون مڌر ڌنون گونجي اٿنديون هيون.

گڏ چانهہ پيئندي، لنچ ڪندي، ٻهرين تاريخن ۾ ڪنهن ريسٽورينٽ ۾ ڪافي پيئندي، ڪنهن ٿيٽر ۾ فلم ڏسندي ۽ جديد ادب پڙهندي اسان هڪ ٻئي جي ويجهو اچي وياسين (پر انهيءَ ويجهائپ ۾ صدين جا فاصلا هئا).

۽ پوءِ هڪ ڏينهن صاحب هن کي ملازمت کان جواب ڏنو. صرف انهيءَ ڪري جو سندس زال صنوبر جي وجود جي صاحب جي آفيس ۾ موجودگي برداشت نہ ڪري سگهي.

صنوبر جلدئي هڪ ٻي فرم ۾ پنهنجي ڊيوٽيءَ ۽ بيوٽيءَ جي ڪري اسٽينو ٽائپسٽ مان صاحب جي پرسنل سيڪريٽري بڻجي وئي.

ٻن هفتن کان پوءِ مون کيس فون ڪيو تہ ڇا هوءَ پنجين وڳي پارڪ هوٽل ۾ ملي سگهي ٿي. هن ڳالهايو بانسري جون مڌر ڌُنون ڳُنن ۾ گونجي اُٿيون "سخت بزي آهيان- مجبوري آهي، پر اڄ شام توسان ملي سگهان ٿي."

مان چار لڳي پنجيتاليهن منٽن تي هوٽل پهچي ويس. پنج لڳي پنجن منٽن تي هوءِ سفيد ساڙهيءَ ۾ ملبوس پرس لوڏيندي آئي ۽ چيائين "اچڻ تہ مون کي نہ ڪپندو هو پر تو چيو اچي ويس." هن پنهنجي مخصوص شوخيءَ سان اُپريل چپن کي سوڙهو ڪندي چيو.

"مهرباني."

هن ٿهڪ ڏنو- مون بہ ٽهڪ ڏنو. پوءِ اسان جا ٽهڪَ هڪ لطيف مُرڪ ۾ تبديل ٿي ويا.

چڪن سينڊوچ کائيندي مون پُڇيو: "تنهنجو صاحب توسان ٺيڪ تو هلي؟"

هوءَ جواب ڏيڻ بدران مُرڪندي رهي ۽ پوءِ اوچتو پُڇيائين: "تو ڇا منهنجي ڪمي محسوس ڪئي؟"

"صنوبر- توکي ڇا اهڙو سوال ڪرڻ کپندو هو؟ منهنجي ڇري چاهت ڇا توکان لڪل آهي؟ تنهنجي دم قدم سان دل جا ويرانا آباد آهن. تون سامهون نہ هوندي بہ سامهون هوندي آهين. تنهنجي ساٿ سان حيات هڪ رنگين سپنو بڻجي ويئي آهي. مون سدائين اهو چئي چاهيو آهي تہ تنهنجي وجود جو چنڊ منهنجي جسم جي آسمان تي چمڪندو رهي. توکي ڏسڻ کان پوءِ مان بيو ڪجهہ ڏسڻ کان سواءِ مرڻ پسند ڪندس."

هوءَ ڪجهہ گهڙين لاءِ گنڀير ٿي ويئي- ڪٿي کوئجي ويئي.

مون پڇيو "صنوبر تو مون کي فون تي چيو تہ مان اڄان پئي پر مجبوري اهي- ڪهڙي هئي اهڙي مجبوري جا توکي مون وٽ اچڻ کان روڪي رهي هئي؟"

"مان.... مان." هن آهستي چيو. "مان هاڻ ٻئي ڪنهن جي ٿيڻ واري آهيان."

"ڇا؟!" مون هڪ وڏي رڙ ڪئي، ڪافيءَ جو پيالو منهنجي هٿ ۾ لرزڻ لڳو.

هن هاڪار ۾ ڪنڌ ڏوڻيو ۽ چيو "تو وٽ صرف لفظن جا گل آهن... ۽ سندر سپنا آهن، پر زندگي سهڻن لفظن ۽ سندر سپنن کي دان نٿي ڪري سگهجي. مون پاڻ کان بهتر تلاش ڪري ورتو آهي- تو پاڻ کان خوب تر جي تلاش ڪج."

اوچتو ئي منهنجي اکين مان ڳوڙهن جي ڌارا وهي نڪتي. تڏهن هن پنهنجي رومال سان منهنجون اکيون اُگهيون ۽ پوءِ منهنجو مک پنهنجي هٿن ۾ جهلي پهريائين منهنجو هڪ ڳل چُميو ۽ پوءِ بيو. تڏهن مون ڏکاري دل سان چيو "ظالم اهو حق ڇا پهرين مون کي نٿي ملي سگهيو؟"

تڏهن هن پنهنجي مخصوص شوخيءَ سان چيو "اون هون، اهو حق ٻئي ڪنهن جو آهي."

دل تي پٿر رکي چيم "ڪير آهي خوش نصيب جنهن توکي تعبيرن ۾ پاتو آهي؟"

"جنهن صاحب جي آءُ سيڪريٽري هئس- مان انهيءَ جي ٿيڻ واري آهيان." هن ٿورو شرمائيندي چيو. اندروني اُمنگن کان هن جا ڳاڙها چپ ڦڙڪيا- شايد پهرين طويل چُميءَ لاءِ

اوچتو ئي منهنجون اکيون وري پرجي آيون. هن پرس مان ڏهين ريپين جو نوٽ ڪڍي ميز تي رکيو اسين ٻاهر نڪتاسين، تڏهن هن چيو تہ تو پڙهيو آهي ڪٿي موهن ڪلپنا جو هي جملو: "سڀ روئي جُدا نہ ٿيندا آهن۔ ڪي مُسڪرائي بہ جدا ٿي ويندا آهن."

اهو چيائين پوءِ پٺي ورائي هلي ويئي. روڊ جي موڙ تائين مان هن کي ويندو ڏسندو رهيس۔ ۽ پوءِ امالڪ روئي پيس. آليون اکيون لِڪائڻ لاءِ مون مک کي پنهنجن هٿن ۾ لِڪائي ڇڏيو. تڏهن ڳوڙها هٿن جي وٿين مان وهي نڪتا. سوچ جون ڪڙيون ٽُٽيون تہ اکين ۾ پاڻي پرجي آيو. تڏهن هٿ جي پٺيءَ سان لُڙڪ اُگهي ڇڏيم. سوچيم عجب لڳم تہ صنوبر ڏهن سالن کان پوءِ ملي آهي تہ اچ ٻُڌائيندو سانس تہ گذريل ڏهن سالن ۾ مان پاڻ کان "خوب تر" جي تلاش نہ ڪري سگهيو اهيان. ايلفيءَ تان ڦرندي، عبدالله هارون روڊ تي جبيس جي خواب ناڪ ماحول ۾ اسان فيملي روم ۾ وڃي ويٺاسين. مون ڪانئس پُڇيو (الائي ڇو؟) "تون سکي جيون ماڻين ٿي؟"

منهنجي انهيءَ اوچتي سوال تي هوءَ ڇرڪي ويئي. اکين مان لُڙڪن جي لڙي لڪائيندي چيائين "هو هڪ ڪامياب بزنس مين تہ هو پر هڪ ڪامياب ور نہ هو. هو مون کي زال گهٽ سيڪريٽري وڌيڪ سمجهندو هو ۽ مون سيڪريٽريءَ مان هن جي گرهستي ٻڌجڻ ٿي چاهيو. پنج سال لڳاتار اها ڪوشش ڪندي رهيس، پر ڪامياب نہ ٿيس تہ پنج سال اڳ مون هن کان طلاق ورتي."

"ڇا؟" مون رڙ ڪئي.

هن هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو۔ هن جي مک تي محزون مُرڪ هئي. "هاڻ مان هڪ ڪانوينٽ اسڪول ۾ ٽيچر آهيان."

هڪ گهڙي نهار سان مون هن جي مک جو طواف ڪيو. تڏهن مون کي هن جي وڏين اکين هيٺ ڪارا حلقا نظر آيا ۽ ميڪ اپ جي تهہ هيٺ هن جو زرد چهرو نظر آيو. تڏهن دل ۾ درد جي هڪ لهر اُٿي ۽ مون چيو "صنوبر توکان وڇڙئي ڏهہ سال ٿيا آهن. ڏهن سالن جون منهنجون سڀ راتيون تنهنجن سپنن سان سجايل آهن۔ تون ڇا هاڻ بہ منهنجو ساٿ نہ ڏيندين؟"

تڏهن هوءَ ڪوئجي ويئي. ڪجهہ گهڙين کان پوءِ چيائين "توکي ياد آهي؟"

"ڇا؟" مون پڇيو.

"هڪ دفعو پاڻ ڪراچيءَ کان حيدرآباد ھلي رهيا هئاسين. سپر هاءِ وي جي وچ تي ٺهيل هڪ ٻاڪڙا هوٽل تي چانهه پيتيسين."

"ها مون کي سڀ ياد آهي."

"اتي هڪ پورهيت ماني کائي رهيو هو. اوچتو هوا جي هڪ تيز طوفاني جهوٽي جي ڪري ٻوڙ جي جستي ٿالهي ۾ مانيون پيل دٻڪي اُڏامي وڃي پريان ڪِريون ۾ ٻوڙ جو روغن خشڪ ڌرتيءَ تي سج جي روشنيءَ ۾ چمڪيو ٿي- توکي ياد آهي تڏهن تو ڇا چيو هو؟ تو چيو هو داڻي داڻي تي مهر آهي- تنهنجي انهيءَ چوڻ تي اهو پورهيت هڪ تيز ڪساري مُرڪ مُرڪيو هو."

مون چيو "تون ڇا ٿي چوڻ چاهين؟ انهيءَ واقعي ياد ڏيارڻ جو مطلب ڇا آهي تنهنجو؟"

"مطلب صاف آهي." هن سنجيدگيءَ سان چيو "مون تي تنهنجي نالي جي مهر لڳل نہ آهي."

سڀ ڪجهه ٻڌم- محسوس ڪيم. دل ٽُٽي ٽڪرا ٿي اندر جي ويران صحرا ۾ گم ٿي ويئي.

اوچتو ئي اوچتو اکيون ڀرجي آيون تہ مون اکيون پوري ڇڏيون. تڏهن صنوبر پنهنجي رومال سان منهنجون اکيون اُگهيون- پهريائين منهنجو هڪ ڳل چُميو ۽ پوءِ ٻيو. پنهنجو پرس کڻي، ڳرن ڳرن قدمن سان وڃڻ لڳي. دروازي وٽ هن مڙي مون ڏانهن نهاريو. هن جا ڪُلها جهڪيل ۽ اکين ۾ ماڪ ڦڙا هئا.

—

# ڊوئل[1]

ڪمزور جسم وارو اهو نوجوان، جنهن جي اکين ۾ بيوسيءَ جي اونده هئي، انهيءَ سڙڪ جي ڪناري اچي بيٺو جيڪا جنمن ڪان زندگيءَ جي سڙڪ سڏبي هئي، جت ابدي پيار جا وشال وڻ جهومندا هئا!

سامهون سڙڪ هئي ۽ پٺيان خير جي ديوتا جو معبد هو جنهن جي اڳڻ مان سک جي اُجرن پاڻين جي نهر وهندي هئي. سڙڪ جي سيني تي بند موٽرن جو جلوس هئو ۽ فٽ پاٿ تي ماڻهو روبوٽن جيان متحرڪ هئا. سيني انهن وڻن کي وساري ڇڏيو هو جيڪي پيار جو ڦل جهليندا هئا، انهن وڻن جي پٺيان سک جي نهر هئي ۽ معبد ۾ خير جو ديوتا هو. هن جي هڪ هٿ ۾ سک هئو ۽ ٻئي ۾ سونهن.

نوجوان پنهنجي ڦاٽل ڪوٽ جا بٽڻ بند ڪري، چپ پيڙي، ڏڪندي روڪي روبوٽ ماڻهن ۽ بند موٽرن جو منظر ڏٺو ۽ سوچيو:

"ڇون ٿا ته هن شهر آرزوءَ جا سڀ ماڻهو جڏهن به چاهيندا، انهن وڻن جي ڇانوَ ۾ ساهه پٽيندا، سونهن، امن ۽ پيار جو ڦل چکي، سک جي نهر مان ٻه ڍڪ پاڻي پي، خير جي ديوتا جي حضور ۾ پنهنجو نرڙ جهڪائيندا هئا."

انهيءَ مهل جڏهن سانجهه زندگيءَ جي سڙڪ تي جهڪي آئي، هن جو اهو دشمن، قيمتي اووَرڪوٽ ۾ ويڙهيل، ٿورو پريان هڪ ٻئي وڻ هيٺ اچي بيهي رهيو.

ڪمزور نوجوان کي ساهه کڻڻ ۾ تڪليف محسوس ٿي ۽ نبض تيز هلڻ لڳس. خبر نه آهي ڪيئن، لکين، ڪروڙين سال اڳ هي شخص هن جي سامهون ٿي بيهي رهيو، جنهن جي هڪ هٿ ۾ بک هئي ۽ ٻئي ۾ بدصورتي!

---

Duel [1]

هن خير جي ديوتا جا ٻئي هٿ ڪپي ڇڏيا. اهو جيئن آيو ٺيئن هڪ ديوار بنجي ڪڙو ٿي ويو... محبت، امن، سک ۽ سونهن جي وچ ۾. پيار جي وٽن جي ڦلن ۾ هن زهر پري ڇڏيو.

سڙڪ جي سامهون فٽ پاٿ ڪان ٿورو پري رنگين گلن جي وچ ۾ زرد ٻارڙن جو ڪينهون ڪيڏانهن وڃائجي ويو هو ۽ اهي هڪ وحشت ۽ جنون جي حالت ۾ گلن کي لتاڙيندا ويا!

سرد هوائن ۾ وڏو زور هو. هن جي ڪوٽ جون ڪنڌون هوائن جي زور تي ڦڙڪيون. سامهون واري شخص پنهنجي قيمتي اوورڪوٽ جا ڪالر ڪڙا ڪيا، هٿن کي اکين تي جهڪائي، انڌن شيشن وارو چشمو لڳايو. هاڻ هو سڃو ڍڪيل هو. هن جي دستانا پهريل هٿن ۾ سگار هئو. هن کي ياد آيو تہ انهيءَ بچڙي شڪل واري ماڻهوءَ هڪ پيرو وڏو ڪرم ڪري، سگار ڪجهہ اهڙيءَ ريت آڇيو هو جو وٺندي هن کي ائين لڳو ڄڻ هن پنهنجي ضمير جو سودو هڪ سگار تي ڪري ڇڏيو هجي ـ هڪ سگار تي!

هوا جو هڪ تيز ۽ سرد جهوٽو قاتل ڪپڙن مان گذري هن بيوس شخص جي ڦڦڙن ۾ گهڙي ويو. انهيءَ مهل هوءَ، سڙڪ تان، پنهنجي ملوڪ مک تي درد سجائي، پنهنجي نازڪ بدن کي سوڙهو ڪندي، ٿئين ۽ آخري وڻ جي ڇانوَ ۾ اچي بيهي رهي. هڪ ڌڪاري نگاهہ ڪٽي هن چوڌاري ڏٺو ۽ ائين اکيون جهڪائي ڇڏيون ڄڻ هن ڪجهہ ڏٺو ئي نہ هجي: ڄڻ هن جو جسم اهڙو گلاب هئو جو ويراني ۾ ڪڙي پيو هو جنهن ۾ رنگ، حسن ۽ ريشم تہ هو پر اها نظر جا پوي تہ امرتا بخشي، ڪٿي نہ هئي. جي ڪٿي هئي تہ انڌي هئي! ۽ وچ ۾ اهو شخص ـ سج ۽ سورج مکيءَ جي وچ ۾ هڪ ديوار جيان!

بند موٽرن جو جلواس ۽ روبوٽ ماڻهن جي هلڻ جو منظر سدائين جيان ساڳيو هو. آسمان نيرو هو. هوائن ۾ طوفاني تک هئي ۽، قيمتي اوورڪوٽ ۾ ويڙهيل شخص وچ ۾ هو!

"اهو هتان هٽي ڇو نہ ٿو؟"

هن چاهيو تہ هو ان دشمن شخص کي ڳچيءَ مان جهلي، پٽ تي ڪيرائي، هن جا هڏ گڏ پيچي، فخر جو هڪ اطمينان پريو احساس ڪٽي، هن

چوڪريءَ ڪي پنهنجين پاڻهن ۾ ويڙهي ڇڏيو، ۽ شهر جا سڀ ماڻهو منظرن جي بدلجي وڃڻ ڪي محسوس ڪن! اهو جو هو جنمن کان نه ٿا سمجهن، ۽ اڄ اهي سڀ سمجهي وڃن ته هوءَ رڳو هن لاءِ ئي ايندي هئي ـ مُک جي آرتيءَ تي اکين جا ديپ ٻاري، هن جو ناتو رڳو ڦاٽل ڪوٽ واري ڪمزور ۽ بيوس ماڻهوءَ سان هو.

اوورڪوٽ پاتل شخص، ڇپن جي سيٽيءَ تي هڪ فحش سينڊ وڄائي، ڪمزور شخص کي ڏاڍي بڇان لڳي. هن پاڻ کي انتهائي ذليل محسوس ڪيو.

"هاڻ ڪونه ڪو فيصلو ٿيڻ کپي."

هن سوچيو ته هن شخص کي اهو چئي ڇڏڻ کپي ته:

"هلي آءِ.... ڊوئل وڙهون!"

هن کي ياد آيو ته اهڙو ئي ڪجهه اڳ به هن چيو هو ۽ ورنديءَ ۾ هڪ سگهارو ٺونشو هن جي واڇ ڦاڙي ويو....

.... پريان بيٺل هوءَ، سندس جيئرو جيئرو رت ڏسندي رهي. هن جا چپ روح ڏاريندڙ رڙ کي روڪي، ڪنهن ڪٽل پکيءَ جيان ڦڙڪندا رهيا، پر سدائين جيان تڏهن به هوءَ چپ رهي. هن کي الائجي ڇا جو ڊپ هو. شايد انهيءَ جو ته هن شخص جي اوورڪوٽ ۾ هڪ ريوالور آهي!

بيوسيءَ جي گنڀير احساس هيٺ، هن کي سدائين اها اميد هئي ته ڪڏهن نه ڪڏهن اها ملوڪ ڇوڪري، هن دشمن شخص کان اڳ ايندي، تڏهن هو هن کان سڀ ڪجهه پڇندو. اهي سڀ لفظ جي اندر ۾ آهن، سي سڀ هڪ هڪ ڪري ٻاهر ڪڍندو. لفظ جي سُر، لوچ ۽ چمڪ ۾ مري ويل جذبا ڪر موڙي جاڳندا. تڏهن هن جو نازڪ هٿ پڪڙي، بند موٽرن جي جلوس کي روڪي، روبوٽن جيان متحرڪ ماڻهن کي چوندو ته:

"هن انهيءَ راهه تان سڀ ڪاوا پري ڪري ڇڏيا آهن، جا پيار جي وڻن کان ٿيندي، سک جي نهر وٽان هلندي خير جي ديوتا جي معبد ۾ وڃي ٿي!"

هوائن جيئن پوءِ تيئن تکيون ٿينديون ويون. هاڻ هن جا ڏند پئي ٽڙڪيا. سرديءَ جي احساس کي گهٽائڻ لاءِ هن ٻنهي ٻانهن کي ڇاتيءَ ۾ ويڙهي ڇڏيو.

اووَرڪوٽ پاتل شخص هٿ وڏائي وڻ مان وصوف جهڙي شڪل جو ميوو پٽيو ۽ ڇوڪريءَ کي آڇيو. اڄ هن جي سخت چهري تي هڪ ڪوڙي مرڪ الائجي ڪٿان آئي هئي.

بيوس ڇوڪري رڙ ڪئي، "او چري ڇوڪري! تون نہ کائج اهو ڦل، جنهنجو زهر تنهنجي نِڙي ڪپي ڇڏي"

"تون چپ ڪر، آءٌ تنهنجو خون ڪري ڇڏيندس." دشمن شخص انڌن شيشن وارو چشمو لاهيندي چيو.

هن جي اکين ۾ رت ۽ آواز ۾ باهہ جهڙي گرمي هئي. اکين جي آرسين کي بيهر انڌو ڪري هن پنهنجي هٿ جا پٽر اڇلايا:

"جان من! هن بيوقوف کي ڇڏ. اچ، ماحول جي برف کي جسم جون حرارتون ڏيون... ڪنهن ڪيفي جي ڪنڊ ۾ هلي ويهون، گرم گرم ڪافي سرڪيون." هن جو آواز بنهہ نرم ۽ ويساهہ نہ ايندڙ حد تائين شاناٽيو هو.

"....." هوءَ چپ!

"ڳالهائين ڇو نہ ٿي - تون ڇا گونگي آهين -؟"

اهو ٻڌي الائجي ڪٿان هن بيوس نوجوان جي اندر ۾ اهي فطري جبلتون جاڳيون، جن جي وهڪري ۾ رت ۽ باهہ جا اکٽ سلسلا هوندا آهن. رڙ ڪري هن چيو "هن ڇوڪري جي زبان آءٌ آهيان!"

هن جي رڙ زمين ۽ آسمان ڏڪائي ڇڏيا. بند موٽرن جو جلوس بيهي ويو. روبوٽ ماڻهو غير متحرڪ ٿي ويا. انهن سيني ۾ وس نوجوان کي ڌئي وڻ ڏانهن ويندي ڏٺو.....

انهيءَ لمحي، ڪيترن جنمن کان پوءِ، ڦٽ پاٽ کان ٿورو پري رنگين گلن جي وچ ۾ زرد ٻارڙن کي ڪينهون ليي پيو. ڇوڪريءَ جا چپ مرڪيا - ۽ معبد ۾ شام جي عبادت جا گهنڊ وڄڻ شروع ٿيا!

—

# ماڊل گرل، محبت ۽ چترڪار

'اسڪاءِ روم' جي ننڍاڪڙي ماحول ۾ هوءَ ويٺي آهي- چُپ چاپ. سگريٽ چَپن ۾ جهليو ۽ دريءَ مان ٻاهر رن وي تي بيٺل جهازن جو منظر ڏسي رهي آهي. نئين فيشن جي ميڪسيءَ ۾ ڏاڍي پياري ٿي لڳي. هن جو مُک روشن ۽ ڪارا وار سندس ڳلهن تي پکڙيل آهن.

تمام تر ڪوشش جي باوجود لائٽر نٿو جلي. ان کان اڳ جو هوءَ ان لاءِ ويٽر کي سَڏي، لاشعوري طور سچي هال ۾ ويٺل ماڻهن تي نظر ڦيرائي. نظر ڦرندي سِڌو هن تي ٿي پوي، جو ڪنڌ جُهڪائي ڪنهن سوچ ۾ ويٺو هو ۽ سندس آڱرين ۾ سگريٽ جلي رهيو هو. اهو سوچي هوءَ مرڪي: بهتر آهي تہ ڪجھ دير لاءِ هن سان گڏ ويهجي. سگريٽ ڦوڪجي ۽ بنا ڄاڻ سُڃاڻ جي ڳالهائڻ ۾ جو لطف آهي سو ماڻجي.

هوءَ اُٿي ميز تي نمي هن کي سگريٽ دُکائڻ لاءِ ٿي چوي. نوجوان جڏهن هلڪو مُرڪي هن جو سگريٽ ٿو دُکائي، تڏهن هن جو مُک هن کي ڏاڍو پيارو ٿو لڳي. هن جي شخصيت ۾ مردانگي آهي ۽ هن جون ڀوريون اکيون ڏاڍيون پياريون آهن.

سگريٽ دُکائي هن چيو تہ "هي ڪهڙو اصول آهي: ڪيستائين عورت جي سگريٽ کي تيلي ڏيکاربي رهبي؟"

کِلي چيائين: "جيستائين هيءَ دنيا آهي- تون حسين ۽ مان جوان آهيان. مون کي نرگس چوندا آهن. ڇا مان ڪجھ وقت توسان ويهي سگهان ٿي؟"

لنڊن کان ايندڙ جهاز بہ ڪلاڪ ليٽ آهي. سوچي ٿو: اڪيلو ويهي سوچن ۾ غرق ٿجي، ان کان بهتر آهي تہ هيءَ الٽرا ماڊرن ڇوڪري سندس مٿو کائي. هن هاڪار ڪئي تہ نرگس پنهنجو پَرس ڪٽي هن جي سامهون

ويهي رهي ۽ ڪجهہ گهڙيون ڏاڍي آرام سان هن جي اکين ۾ اکيون وجهي هلڪا ڪش هڻندي هن چيو: "نالو؟"

"پرويز."

"هتي ڇا ڪنهن کي رِسيو ڪرڻ آيو آهين؟"

"ها، هڪ دوست کي... انگلينڊ مان ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري وٺي پيو اچي."

"۽ هڪ گلابي برطانوي ڇوڪري بہ."

"نہ هو انهن ماڻهن مان ناهي."

"ڇو ناهي؟ هئڻ کپندو هو هن کي اهڙو وڏو ڪو بيوقوف آهي تنهنجو دوست. ٿورو تصَور تہ ڪر، ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري، برطانوي ڇوڪريءَ جي جسم جو ريشم ۽ اکين جا گهرا نيرا سمنڊ. اهو تصور ڪرڻ سان تارون ڇا سُڪي نٿو وڃي!؟"

پرويز جواب نہ ڏنو رڳو سوچيو: هيءَ انهيءَ فرسٽريشن جي ماريل روايتي ڇوڪرين مان آهي، جي احساس محروميءَ جو ڏَک پَچائڻ لاءِ گهڻو ڳالهائينديون آهن ۽ اذيت ناڪ حد تائين پنهنجي منجهيل ذهنيت جا ڏنڀ ڏئي، وقتي خوشي ماڻينديون آهن.

ڪجهہ گهڙيون چُپ رهي هن جي اکين ۾ نهاريندي پرويز چيو: "توکي هڪ ڪپ ڪافيءَ جي ضرورت هوندي؟"

"ڪافي پيئنديس پر تون ٻُڌاءِ ڇا ٿو ڪرين اڄڪلهہ؟"

"توکي ڦاسائڻ جي چڪر ۾ آهيان!"

"لعنت آهي توتي." هن کِلي ڏنو ۽ ڪيتري دير تائين کِلندي رهي، تہ هال ۾ ويٺل ڪجهہ ننڍاڪڙا مسافر هن ڏانهن نهارڻ لڳا.

"تون هتي ڪيئن آئي آهين؟ ڇا تنهنجو ڪو ڪزن ولايت مان موٽي رهيو آهي؟"

"نہ تہ... بس ائين ئي."

"بس ائين ئي؟" پرويز واچ ڏٺي. "ٻارنهن وڄي ڇاونجاهہ منٽ ٿيا آهن ۽ تون اڪيلي هتي سگريٽ ڦوڪڻ هلي آئي آهين!"

"منهنجي مرضي۔ چڱو، سگريٽ دُکائڻ کان ڪافي پيارڻ تائين مهرباني." اهو چئي اُٿي کڙي ٿي. تڏهن پرويز کَهري آواز ۾ چيو: "ويهہ."

هوءَ ڳُلها سوڙها ڪري چپن کي هڪ انداز سان پيڙي، ويهي رهي.
پرويز هن کي ڏاڍي عجب مان ڏٺو. زندگيءَ سان هن ناسمجهه ڇوڪريءَ جو رويو ڏاڍو سطحي هو. پر پوءِ بہ هوءَ بلاشڪ اهڙين ڇوڪرين مان هئي، جي ڪنهن بہ وقت دل جي پٽر کي ميڻ ڪري سگهن ٿيون.

"هتي اچي ويهڻ ۽ يڪايڪ اُٿي وڃڻ سان تو ڇا پنهنجي انفراديت تي ڏيکاري؟"

"نہ نہ- انفراديت، اها تہ منهنجي شخصيت مان ئي ظاهر آهي." هن پنهنجا ڳلها لوڏيا ۽ چپن کي ڦهلائيندي چيو.

"انفراديت- تو وٽ پڙڪيلا لباس پهري، سگريٽ هٿ ۾ جهلي، گهٽو ڳالهائڻ آهي؟"

هوءَ چپ- حيران- يڪ ٽڪ نهار هن ۾. "زندگي فقط پڙڪيلا لباس پهري، سگريٽ ڦوڪي دير تائين جاڳڻ جو نالو ناهي. زندگي نالو آهي احساس ۽ همدردي، محنت ۽ محبت جو. سگريٽ ڦوڪڻ ايترو بُرو ناهي پر زندگيءَ جي حقيقتن کي دونهن ۾ اُڏائي ڇڏڻ ڪِٿان جي عقلمندي آهي؟"

اهو ٻُڌي هن کي ڪاوڙ لڳي. هوءَ پنهنجو پرس کڻي چُپ چاپ وڃڻ لڳي. تڏهن پرويز چيو: "وقت ماٺهوءَ کي لتاڙي گذرندو هليو ٿو وڃي. زندگي ڏاڍي مختصر آهي. انهيءَ ڪان اڳ، جو سگريٽ جي دُونهن سان تنهنجا ڇپ ڪارا ٿيجي وڃن، زندگيءَ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر!"

نرگس اُتان اُٿي، هلي تہ آئي پر هن جي ڳالهائڻ جي ويندڙ تيزي، هن جو اندر ڪپيندي رهي. ڪيڏي نہ گهري هئي هن جي اک. سندس اندر جي تهہ تائين پهچي، هن ڪيڏيون نہ ڪَريون ڳالهيون ڪيون. ۽ پوءِ الائي ڪيترا ڏينهن نرگس اسڪاءِ روم تي مليل پرويز بابت ڏاڍا نازڪ خيال کڻي هلندي رهي. جڏهن بہ هن جو مک سوچ جي آرسيءَ تي جرڪندو تہ هن کي عجيب طمانيت جو احساس ٿيندو هوءَ بي اختيار اهو چاهيندي هئي تہ هوءَ ٻيهر هن سان ملي ۽ ملندي رهي. پوءِ هن جو هٿ وٺي نَون ناتن جو پرم کڻي زندگيءَ جي راهہ تي هلندي رهي. (ڪيڏي نہ اڪيلي ۽ سُنسان آهي هيءَ زندگي! اي ڪاش! هو ملي).

ان کان ڪيترائي ڏينهن پوءِ هوءَ آرٽس ڪائونسل ۾ چترڪاريءَ جو نماءُ ڏسڻ آئي. مختلف عنوانن وارا چتر پنهنجي هڪ الڳ انفراديت ڪٺي بيٺا هئا. برش قلم ۽ رنگن جي چونڊ جي سهاري انساني جسمن جي عڪاسي ايتري ڀرپور تاثر سان هن نہ ڏٺي هئي اڳ ۾. انهن سيني چترن ۾ عورت اُگهاڙي هئي ۽ هن جي مُک تي سرلتا ۽ سُندرتا جا ڀاوَ هئا. هن کي عجب لڳو تہ سُونهن فقط عورت جي جسم ۾ ئي آهي...! انهن سيني چترن ۾ جو چٽو بيٺو هو سو جسمانيت ۽ ان جي لذتيت جو خيال هو.

يڪايڪ هوءَ بيهي رهي، 'سندرتا' ۽ 'روپ ڀهروپ' جي عنوان وارا چتر ڏسي، سندرتا واري چتر ۾ پهاڙين جي پس منظر ۾ ٻاجهر جي کيت ۾ ڏاتو هٿ ۾ کڻي هڪ وينگس بيٺل هئي. ڀريل جسم، مُرڪندڙ چپن ۽ نرم مُک واري انهيءَ ڇوڪريءَ جو چتر دل ۾ لهي ويڃڻ جهڙو هو.

'روپ ڀهروپ' واري چتر ۾ هڪ ڇوڪري ريسٽورنٽ ۾ ويٺل- اڪيلي ۽ مضطرب. هن جو سارو وجود دُونهن جي بادل ۾ ويڙهيل، چپ پيڙيل ۽ مُک تاڻيل هو. هن کي خيال آيو تہ اهو سندس پنهنجو چتر آهي يا هن جهڙين انيڪ ڇوڪرين مان هڪ جو.

ان کان پوءِ سُونهن ۽ محنت جي اهميت وارا چتر هئا: جن ۾ هر ڏاٽي، هٿوڙي، قلم ۽ ڪتاب جو بيان هو. اهو سڀ ڏسي ڪيس هن چترڪار سان ملڻ جو خيال آيو. جنهن جي چترن ۾ سُونهن ۽ محنت جو ايڏو ڀرپور اظهار هو. اهو پاڻ ڪهڙو هوندو؟ جنهن جي اک گهري، دل ويڪري ۽ سوچ اٿاهہ آهي.

آخر ۾ نرماتا جي عنوان وارو چتر هو. هن چترڪار جو پاڻ ٺاهيل پورٽريٽ ڏسي هن جي دل ڌڙڪي ۽ ٿڌي هوا جو ڪو جهوٽو هن جو بدن ڇُهي ويو ۽ من مان ڪنهن پُڪاريو: "اهوئي آهي- هي اهوئي آهي." عجيب اطمينان سان هوءَ مُرڪي. آهستگيءَ سان هن سگريٽ ڪڍيو ان کي لائيٽر ڏيکاريو سگريٽ جا ڪش هنيا ۽ سوچيو: 'هي اهوئي آهي جو اسڪاءِ روم تي مليو هو.'

هو ائين اوچتو ملي ويندو! هن بي پناهہ پياري احساسَ هيٺ هوءَ ڪوئجي بيٺي رهي. انهن ئي گهڙين ۾ هن نگاهہ ڦيرائي ڏٺو ڪيس اهو

چترڪار ڪٿي بہ نظر نہ آيو. پر ان جاءِ تي هڪ ٻيو سمارٽ نوجوان، چئن چوڪرين جي هڪ ميڙ کي تصويرن جا مختلف پهلو سمجهائي رهيو هو. هوءَ ٿورو اڳتي هلي، پاسي کان بيهي، هن کي ٻڌندي رهي، جو چترڪاريءَ جي فن تي لڳاتار ڳالهائي رهيو هو ۽ چترن جا مختلف پهلو واضح ڪري رهيو هو. تنهن مان هن سمجهيو تہ: 'هي انهن مان آهي جي زندگيءَ جي هر موضوع تي ڳالهائي سگهن ٿا ۽ متاثر ڪري سگهن ٿا. بلاشڪ! هن جي شخصيت ۾ وڏي ڪشش آهي. زندگيءَ جي موڙ تي ڪابہ چوڪري متاثر ٿي، هن کي دل ڏئي سگهي ٿي.'

ڳالهائيندي جڏهن اُگهاڙپ جي ڳالهہ نڪتي، تڏهن نرگس وڌي آئي ۽ چيائين: "هو جو چترڪار آهي، هن جي چترن ۾ فقط جسمانيت ۽ جسمانيت جي پٺيان لذتيت آهي- سواءِ ڪجهہ چترن جي."

"نہ اهو ائين ناهي، جيئن توهان سمجهيو آهي. انهيءَ جسمانيت جي پٺيان لذتيت جي نيت هرگز ناهي، پر جمالياتي احساس ۽ دلفريبي آهي."

"پر انهيءَ ۾ هو ناڪام ويو آهي. جمالياتي احساس ۽ دلفريبيءَ جي جاءِ تي هڪ ننگوپڻ اُڀري بيٺو آهي- سُونهن ۽ دلفريبيءَ لاءِ چا فقط جسم آهي... سو بہ عورت جو...!

اهو ٻڌي هو ٿورو وائڙو ٿي ويو تہ ڪو ائين بہ محسوس ڪندو. هيتري حسين ۽ ذهين عورت ڪيس ملي آهي، ائين اوچتو. هو سدائين سُونهن ۽ ذهانت جو متلاشي رهيو هو. هن کي اهڙي چوڪريءَ (جيون ساٿي) جي تلاش هئي، جا ساڻس گڏجي، زندگيءَ جي درد سان اکيون ملائي، حقيقتن جي کوج ڪري، فقط انهيءَ ڪري انگلستان ۾ چار سال رهي بہ، هو اڪيلو هو.

"توهان ڏسو ڪجهہ چتر برابر اهڙا آهن پر ڪجهہ اهي بہ آهن، جن ۾ سادگي ۽ سُونهن آهي. محنت جي اهميت ۽ وُقعت جي ڳالهہ آهي. هَر، ڏاٽي ۽ هٿوڙي جي ڳالهہ آهي. اهي وهندڙ نديون، جهونگاريندڙ جهرڻا، سونن سنگن ۽ ڏاٽو هٿ ۾ کڻي لابارو ڪندڙ عورت جا چتر آهن."

"تہ پوءِ اهو ظاهر ٿيو تہ چترڪار پنهنجي فن سان سچو ناهي. هو ڄاڻي واڻي بہ متضاد لائينون وٺي پنهنجي فن سان دوکو نہ ڪري رهيو آهي؟"

"نہ انهن ۾نهي لائينن ۾ هڪ قدر مشترڪ آهي. انهيءَ جو لطيف پهلو اهو آهي تہ سيني ۾ سُونهن جو اظهار آهي. سُونهن, جا ڪتي ڪٽڪ جي سونهري سنگ ۾ ظاهر آهي ۽ ڪتي عورت جي ننگي جسم ۾. انهيءَ پٺيان چترڪار جي ڪهڙي سوچ آهي سو هو پاڻ تو ڄاڻي. پر اهو بنا ڪنهن اعتراض جي چئي سگهجي ٿو تہ سُونهن جي پٺيان فرسوده جسمانيت ۽ هٺ نوڪي لذتيت جو خيال هن وٽ هرگز ناهي. ڏک, پيڙا ۽ خود رحمي هن جا موضوع ناهن. هنن چترن جي پُٺيان چترڪار جي جا شخصيت ظاهر ٿئي ٿي, سا پنهنجي ذات جي دائري ۾ لامحدود آهي. هو زندگيءَ جي ڏُکن سُورن مان وڙهڻ جو ساهس ڏئي ٿو پر حقيقتن کان نظرون نٿو چورائي. هن جي رنگن ۾ ماڻهوءَ جي سُونهن ۽ محنت لاءِ وڏي وُقعت آهي. هن جي رنگن ۾ ڪائنات جي ساري سُونهن اُگهاڙي ٿي, پنهنجو پاڻ نمايان ڪري بيٺي آهي. اُگهاڙپ ڇا آهي؟ ان جو ڪو ماڻ مان تہ مقرر نٿو ڪري سگهان!"

اهو گفتگو ٻُڌي الائي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هنن جي چوڌاري ميڙ ڪري بيهي رهيا. گفتگو ختم ٿي تہ گهڻن ڇوڪرن نرگس کي سُڃاڻي ورتو. انهن مان ڪجهہ چُپ چاپ ٽڪ ٻڌي هن کي ڏسي رهيا هئا پر انهن مان ڪجهہ اهڙا بہ هئا, جن پنهنجا آٽوگراف بُڪ ڏانهس وڌايا. تڏهن نرگس مُرڪي سوچيو: آيا نماءَ ڏسڻ ۽ هاڻ چترن بدران ڪيس ڏسي رهيا آهن ۽ آٽوگراف چترڪار بدران هڪ ماڊل گرل کان وٺي رهيا آهن.

تڏهن هن بہ گهوري ڏٺو تہ هيءَ آهي ملڪ جي سڀ کان مقبول ماڊل گرل نرگس. هو ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ سوچيائين: هڪ آٽوگراف بُڪ هيئنئر هن وٽ بہ هجي ها تہ هو بہ ڪانئس آٽوگراف وٺي ها. زندگيءَ ۾ ڪيترين آرزوئون ناتمام رهجيو وڃن. اهو لمحو جنهن ۾ سڀ ڪجهہ ٿي سگهي ٿو, انساني هٿن مان ڇڏائجيو دُور ڪٿي هليو وڃي, ڪاش! ڪو هجي جو انهيءَ لمحي کي قيد ڪري وجهي.

آٽوگراف ڏئي هن پُڇيو "نِرماتا ڪٿي آهي؟"

"اهو اسپتال ۾ آهي. مان هن جو دوست آهيان عابد ۽ نماءَ ۾ هن جي نمائندگي ڪري رهيو آهيان."

نرگس جي هانءَ ۾ هٿ پيو "ڇا ٿيو اٿس؟"

"هن جي نڪَ جي هڏيءَ جوآپريشن ٿيو آهي. ساهہ کڻڻ ۾ تڪليف اڳ بہ هوندي هئس، پر تي ڏينهن اڳ يڪايڪ وڌي ويس. هيڏانهن هال اسان جي نالي بُڪ هو اسان نماءَ کي مشتهر بہ ڪيو هوسين. نہ آپريشن ملتوي ٿيڻ ممڪن هو ۽ نہ نماءُ. هاڻ حالت اها آهي جو تخليقون هتي آهن ۽ خالق اسپتال جي پرائيويٽ روم ۾."

ويندي ويندي هن سوچيو: هوءَ سياڻي هن سان ملندي، پر چو نہ بہ چتر خريد ڪري وٺجن. انهيءَ لاءِ هن چيڪ لکيو ۽ پنهنجو ڪارڊ هن کي ڏئي چتر گهر پهچائڻ لاءِ چيو- 'نِرماتا' ۽ 'سُندرتا' جي عنوانن وارا چتر.

ٻئي صبح، جنهن پنهنجو نالو عابد ٻُڌايو اهو پاڻ آيو چتر کڻي. جڏهن هن اجا نيرن مس ڪئي هئي. ساري رات پرويز (جنهن سان هوءَ فقط هڪ دفعو ملي هئي) سندس سپنن جومرڪز رهيو هو. اسڪاءِ روم تي مليل ان بي فڪر، پر گهري ماڻهوءَ جي شخصيت جي سحر ۾ هن پاڻ کي ڦاسندو محسوس ڪيو. هن جي وجود جي اسرار ۾ هوءَ ائين ڦاٿي هئي. جو هاڻ ڦٽڪي بہ نٿي سگهي.

هن عابد کي ڊرائينگ روم ۾ ويهاريو. جنهن جي ديوارن تي چترڪاريءَ جا نادر شاهڪار آويزان هئا ۽ ڪارنس تي گوتم جي مُورت هئي. عابد چترن جي چونڊ مان ئي محسوس ڪيو تہ هوءَ وڏي باذوق عورت آهي.

عابد کي چانهہ جو ڪوپ ڏيندي نرگس پڇيو. "هي چتر بہ ڪٿي سجائجن؟"

عابد چوڌاري نهاريو. ڪجهہ نہ سُجهيس تہ چيائين "اهي ڪٿي بہ سَجائي سگهجن ٿا. جتي بہ هوندا نمايان لڳندا."

هوءَ جواب ۾ مُرڪي. هن اها جاءِ سوچي بہ ڇڏي، جيئن اهي چتر اُٿندي ويهندي، هلندي، هر گهڙيءَ ڏسي سگهي. اهو ڪهڙو لاڙو هو جو کيس ائين ڪمزور ڪري رهيو هو. هن کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿي آيو.

"موسيقي ٻُڌندؤ؟" اهو چئي هن ايلوس پريسلي جو رڪارڊ لڳايو: "راڪ ارائونڊ دي ڪلاڪ."

عابد کي ايلوس پريسلي ڏاڍو وڻندو هو. رڪارڊ ختم ٿيو تہ هن چيو "فنڪار جي ذات ۾ ڪيڏا نہ عجيب اسرار آهن. راڪ اينڊ رول جو جڳ مشهور راڳيندڙ جنهن بي انتها ناڻو ڪمايو شُهرت حاصل ڪئي ۽ پوءِ هڪ ڏينهن اوچتو مري ويو. ڪجھ ماڻهو ائين اوچتو مري ٿا وڃن تہ عجيب ٿو لڳي. سندس موت جو وڏو سبب ڪوڪين جو گهڻو مقدار کائيندو رهڻ هو."

اهو ٻڌي نرگس سوچيو: فنڪار ايترا پراسرار انوکا، هڪ الڳ شخصيت ۾ عجيب شغل ڪئي ٿا جيئن تہ عجب ٿو لڳي. ڇا ڪو بيو انهن جي خواهشن کي سمجهي سگهي ٿو؟ پروين جو آهستي آهستي هن جي ذهن تي ڇانئجي ويو آهي. هوءَ ڇا هن جي ذات ۾ ڏات جا موڙ اُڪري هن جي دل تائين پهچي سگهندي؟

ٻئي پل ڏک ۾ بي يقينيءَ جو احساس هوريان هوريان هن جي وجود تي لهي آيو. يڪا يڪ هن چيو: "عابد! مان هينئر پرويز سان ملڻ ٿي چاهيان."

اسپتال ۾ هو ڪمزور ٿي بہ چست ٿي لڳو. نرگس کي هتي ڏسي هن کي عجيب لڳو. جڏهن عابد بہ گڏ ڏٺائينس تہ هيڪاري عجيب لڳس. عابد چيس "تنهنجي هڪ پرستار- ملڪ جي سڀ کان مقبول ماڊل گرل مس نرگس."

تڏهن نرگس ڏاڍي پاڀوهہ مان چيو "عابد! اسان هڪ دفعو اڳ بہ مليا آهيون."

"توکي جڏهن رِسيو ڪرڻ آيو هوس تہ ملي هئي مون کي اسڪاءِ روم ۾ ۽ پنهنجي مخصوص انفرادي رنگ ڍنگ جي ڪري هڪ تجسس منهنجي اکين ۾ ڇڏي وئي."

جڏهن نرگس پرويز جي واتان ائين ٻڌو هن ڪ سيءَ تي ويهي، بدن کي ڍرو ڇڏي، ڏاڍي اطمينان سان اکيون پُوري ڇڏيون. هن کي ائين لڳو ڄڻ تيز اُس ۾ لڳاتار ڊوڙندي، ڪنهن گهاٽي وڻ جي ڇانوَ هيٺ اچي وئي هجي. هن سوچيو: تہ هوءَ سدائين لاءِ هن چترڪار شخص جي ڇانوَ هيٺ اچي وڃي. زندگيءَ جي اُس ۾ بس هڪ وڻ جي ڇانوَ کپي. ڪجھ لمحن جي مهلت گهرجي جو زندگي ۾ موت جي وچواري پولار ۾ ڪجھ خوشيون

پري سگهجن. انسان جون ضرورتون ڪيڏيون نہ محدود ۽ ڪيڏيون نہ لامحدود آهن!

پوءِ هن پرويز جي فن تي ڳالهايو پنهنجي ذات تي ڳالهايو ۽ سڄي دنيا جي موضوعن تي ڳالهايو.

جيترا ڏينهن پرويز اسپتال رهيو نرگس هن وٽ روز ايندي رهي. ڪلهہ اسپتال مان موڪل مليس تہ اڄ هوءَ هن جي فليٽ تي هلي آئي. بيڪڙيل در هلڪي ڌڪي سان کولي. هوءَ آهستي پير پير ڏئي، ڪمري ۾ هلي آئي. هو کٽ تي پيٽ ڏانهن مُنهن ڪري ستو پيو هو. هن کي ائين ڏسي هن جي من ۾ خواهش جاڳي تہ: هوءَ هوريان هوريان هن جي اُگهاڙي پُٺيءَ تي هٿ ڦيري، وارن ۾ پنهنجي آگرين جي ڦڻي ڏئي ۽ مک پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏي.

نهار ڦيرائي چوڌاري ڏسي تي رنگ، برش، ايزل، ڪئنواس، ڪتاب، ميز ڪرسيون، ڪجهہ مڪمل، نامڪمل چتر هڪ ڪنڊ ۾ پکڙيل، هلڪي مٽيءَ جو تهہ چڙهيل. هڪ اڪيلي نوجوان فنڪار جي تن آساني سڄي ڪمري مان ظاهر آهي.

هوءَ هڪ ڪرسي تي ويهي، چُپ چاپ چترڪاريءَ بابت هڪ مخزن جا ورق ورائيندي رهي. مخزن جي ڪجهہ ورقن تي گلابي لپ اسٽڪ جا نشان هئا. اهي ورق شايد ڪنهن زبان مان آگر پڇائي ورايا آهن. يڪايڪ هن جي منَ ۾ اڪيلائي ۽ بيوسيءَ جو احساس جاڳيو ڏُک ٿيو تہ اڳ بہ هتي ڪا ايندي هئي. جنهن جي چپن تي گلابي لپ اسٽڪ ڦريل هئي. هن کي محسوس ٿيو تہ هوءَ ازل کان اڪيلي آهي. ڪيڏي نہ اذيتناڪ آهي اها اڪيلائي.

هن ڏاڍي بيوسيءَ مان پرويز ۽ پاڻ متعلق سوچيو: اهو معلوم ٿي ڪيڏو نہ سک ملٽيو تہ هي فنڪار آهي ۽ فنڪار وٽ ڪجهہ نہ هوندي بہ سڀ ڪجهہ هوندو آهي. هن وٽ رنگ، خيال ۽ لفظ هوندا آهن. زندگيءَ جو انوکو تصور هوندو آهي. هڪ همدرد دل هوندي آهي، جا سُونهن ۽ سچائي جي تال تي ڌڙڪندي آهي. نہ تہ اسان مان گهڻن وٽ رنگ، لفظ ۽ خيال تہ هوندا آهن پر سڀ وقتي ۽ مصنوعي. دل جي جاءِ تي هڪ گهڙيال هوندو آهي. جنهن جا

ڪانئنا مفاد ۾ موقعو ڏسي ڦرندا آهن. اسان سڀ بنيادي طور تي دوکيباز آهيون. اسان جون محبتون، دوستيون ۾ سماجي ٻنڌڻ محض اداڪاري آهن.

هن سوچيو مان انهن سيني مان نہ آهيان (شايد هجان بہ) جي پنهنجي تسڪين لاءِ ظالمانہ طريقن سان ٻين کي اذيت ڏيندا آهن. پنهنجي ذات جي فائدي لاءِ وقتي محبتون ۾ دوستيون دل جي تري ۾ سجائي پيش ڪندا آهن. منهنجو طرز عمل، جو زندگيءَ سان هو هن کان اڳ، جو ايذائيندڙ تہ هو. پر انهيءَ کي ڇا اهڙو ڀرپور پسِ منظر نہ آهي؟ جنهن اهو برف جهڙو ٿڌو طرز عمل ۾ اهي منفي خيال منهنجي ذهن ۾ پيدا ڪيا. منهنجي شخصيت ڇا ايتري غير رواجي آهي؟ انهيءَ ۾ ڪيترو غلط آهي، ڪيترو صحيح. ان جو پڪو فيصلو ڪڏهن بہ نہ ٿي سگهيو آهي، اهو سڀ ڪيس ياد ٿو پوي جو هن کان اڳ ٿيو آهي. جنهن سندس شخصيت کي ايترو غير رواجي بنائي ڇڏيو آهي.

ايتري سختي ۾ نواڻ ڪٿي هتي ڇا سک ماڻي سگهجي ٿو؟ اهي سڀ جي صرف جسم ڏسندا آهن. انهن کي اهو سڀ پسند اچي بہ پر اهي جي اندر جي اونهاين مان محبت جو ڀرپور اظهار چاهين ٿا، اهي ڇا انهيءَ کي پسند ڪندا؟ ڪهڙي جستجو آهي اندر ۾ اها ڪهڙي کوٽ آهي، جنهن ڪيس ايتريقدر غير رواجي بنائي ڇڏيو آهي. جنهن جي تلاش آهي ڪيس، اهو نہ آهي مليو. جنهن جي نيڻن ۾ محبت جو ڀرپور اظهار هجي. پر مليا اهي جن کي اکيون تہ هيون پر بصيرت نہ هئي. هو سڀ پنهنجي هٿن ۾ هڪ انچ ٽيپ کڻي آيا هئا. جن محبت جي گهراين بدران جسم کي انچن ۾ ماپڻ چاهيو هو: 32... 24... 32.

گذريل وقت جي هر لمحي کي پنهنجي ڪهاڻي آهي. ذهني ولوڙ ڪيس ماضيءَ جي ڏنڌ ۾ گهلي ٿي اچي.

هو جو سندس پيءُ هو. فولاد جي سختي هوندي هئي هن جي اکين ۾. هڪ ئي تہ ڌيءُ هئي هن جي پر هن سدائين سندس وجود کي نظر انداز ڪيو. جڻ هوءَ سندس وجود جو حصو نہ پر، هڪ شو پيس هئي، شو پيس کي چنبڙي ڦوڪي سجائي تہ رکبو آهي، پر دلي لڳاءُ، محبتن ۾ نفرتن جي لائق نہ

سمجهبو آهي. ياد نہ آهي تہ هن ڪڏهن ڪيس شفقت ڏني هجي، پر هن نفرت بہ تہ نہ ڪئي هئي، ڪڏهن ڪيس دڙڪو بہ نہ ڏنو هو.

جڏهن هوءَ سمجهہ پري تي هئي تہ اهو سڀ ايترو نئون تہ نہ هو پر پوءِ بہ ڪيس اندر ۾ هيٺ، گهراين ۾ ڪو خال محسوس ٿيو هو. سندس پيءُ هڪ بي تاثر نهار ڪٽي هن ۾ نهاريندو، نهاري هليو ويندو. ان نهار ۾ نہ ڪا محبت هوندي هئي ۽ نہ ڪا نفرت. بس اها اهڙي نهار هئي، جنهن ۾ محبتن جي ماڪي ۽ نفرتن جو لوڻ ڳري هڪ ٿي ويا هئا. هڪ پل انهيءَ نهار ۾ محبت جو ٻئي پل نفرت جو اظهار ٿيندو هو ۽ ٽئين پل اها نهار ايتري اوپري لڳندي هئي جا هڪ پيءُ جي تہ نہ هئي پر هڪ راهگير جي نهار هئي، جيڪو رستي تي خاموش نهار وجهندي هليو ويندو آهي. اها نهار جا بنا ڪنهن جذبي جي منظر سان گڏ ڊوڙندي آهي سرد ۽ بي تاثر هئي هن جي نهار!

۽ ياد آهي تہ هو بي انتها پيئندو هو. پيئندي هو ڪڏهن بہ ڪنهن سان نہ ڳالهائيندو هو نہ هن سان ۽ نہ ئي سندس ماءُ سان. سندس ماءُ هڪ خاموش قسم جي گرهستي هئي. هن زندگيءَ جي تمام ڏکن کي پنهنجي اندر ۾ جذب ڪرڻ ڄاتو ٿي. جڏهن پيءُ گهر ايندو هو تہ سندس ماءُ هڪ خوف ڀري نهار ڪٽي، هن ۾ ڏسندي ۽ نظرون جهڪائي ڇڏيندي. انهيءَ مظلوم ۽ بي وس نهار ۾ الائي ڪيترين ناڪام حسرتون لڪل هونديون هيون. سندس ماءُ سدائين غير رواجي نموني خاموش هوندي هئي. ڄڻ هوءَ ڪنهن خوف جي ڇاڇي ۾ حياتي گذاريندي هجي.

مالي طرح هو چڱا خوشحال هئا. ڇا ڏن جا سِڪا محبتن جو بدل ٿي سگهن ٿا؟ ننڍي هوندي ئي هن اڪيلو رهڻ سکيو، اڪيلو ۽ تنهائي. هوءَ پنهنجي چوڏاري هڪ جيڏن کان ٽُٽل هئي. ننڍپڻ ۾ ئي هن الڳ ۽ انوکا احساس ڪٽي جيئڻ سکيو.

هوءَ ڪانوينٽ ۾ پڙهي. ڪلاس ۽ هاسٽل ۾ هوءَ سينيءَ کان الڳ ٿلڳ هئي، گهرين سوچن ۾ غرق. واندڪائيءَ جي وقت هوءَ ڪو ڪتاب پڙهندي، سوچيندي. آڏا اُبتا ڪارٽون ٺاهيندي يا بيڊمنٽن کيڏندي. بيڊمنٽن کيڏندي هوءَ ساٿي ڇوڪرين سان وڙهي بہ پوندي هئي. الائي ڪيترين ڇوڪريون سندس پارٽنر بنيون ۽ ڏاڍو حيران ٿي کيس ڇڏي ويون. هن ڊبلز ۾ سدائين

هارايو ۽ سنگلز ۾ سدائين کٽيو! اسپورٽس مينشپ جا اصول هن کي ڇُهي بہ نہ سگهيا هئا.

گهر کان پري ئي هن پنهنجي پيءُ جي مري وڃڻ جو ٻڌو. جو وڏو بئنڪ بئلنس، هڪ شاهي گهر ۽ ٻن واپاري ڪمپنين جا ففٽي پرسينٽ شيئرز ڇڏي ويو. تڏهن هن کي ايترو ڏُک نہ ٿيو. سُٽت ئي سندس ماءُ بہ مري ويئي. عجيب عورت هئي هوءَ. خبر ناهي پنهنجي وَرَ سان هن جو ڪهڙو ناهہ ٿيل هو جو جيترو وقت زندهہ رهي، چُپ چاپ جيئندي رهي. هلي وئي تہ بہ بلڪل خاموش هڪ گهري سانت پري رات ۾ سيني کي بہ خبر رکي.

تڏهن اڪيلو هجڻ جو اذيتناڪ احساس وڪوڙي ويو هوس. ڪيڏي نہ اڪيلي ۽ بيوس هئي. سندس ماءُ (۽ هاڻ پاڻ خود) دنيا سان گڏ هوندي بہ دنيا کان الڳ!

اسڪول ۾، اسڪول کان ويندي ڪاليج- يونيورسٽيءَ تائين سڀ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هن کان لهرائيندا هئا. الائي ڪيترين ڇوڪرين ساڻس دوستي رکڻ چاهي. الائي ڪيترن ڇوڪرن ساڻس عشق ڪرڻ چاهيو. اهي سڀ ڪيس منافق لڳا. طبيعت جي عجيب سمجهہ ۾ نہ ايندڙ رُجحان سبب هن ڪجهہ نئون، ڪجهہ الڳ چاهيو. اهو سڀ ڪيس نہ مليو تہ هن باهہ مان هرهڪ کي کُتا جواب ڏنا.

زندگيءَ جا ڇوويهہ سال ائين گذري ويا. هوءَ اڪيلي ئي رهي. هن انهيءَ اذيتناڪ اڪيلائيءَ کان ڀڄڻ ٿي چاهيو. نوڪري ڪرڻ جي هن ضرورت نہ سمجهي. پنهنجي ذات جي غير فطري پٽي، سختي ۽ خاموشيءَ کي ٽوڙڻ لاءِ هن سگريٽ ڦوڪيا، هوٽلن، سئنيمائن، بازان ۽ ماڻهن جي ميڙن ۾ پنهنجو پاڻ کي گُم ڪرڻ چاهيو پر اڪيلائيءَ جو احساس تهائين وڌي ويس.

بڪايڪ تڏهن ڪيس ماڊلنگ جي گليمرز زندگي پسند اچي وئي. پنهنجي سُونهن جي سهاري ماڊلنگ جي دنيا تي ڇانئجڻ لڳي. گذريل ڇئن سالن کان هوءَ ماڊلنگ جي دنيا جي ڪئين آهي. سڀ کان مهانگي ۽ مقبول ترين ماڊل.

انهيءَ گليمرز دنيا ۾ هڪ سهڻو ماڊل ڇوڪرو جو اڳتي هلي ٽيليويزن جو ڪامياب اداڪار ثابت ٿيو. ساڻس پوري زندگيءَ جا قول ۽ اقرار ڪرڻ

چاهيا پر هن جي اندر ۾ جا برف ڄميل هئي سا ڄميل ئي رهي. محبتن جي جذبي جي موت هن سگريٽ ۾ ڦُوڪي اُڏائي ڇڏي. هر دفعي الائي ڇا هو هن جي اندر ۾ دل جي ڊٺل کنڊرن ۾ هن کي الائي ڇا جي تمنا هئي. هوءَ پاڻ بہ سمجهي نہ سگهندي هئي. جڏهن هو اشتهاري فلمن جي شوٽنگ لاءِ ايندي هئي تہ هروڀرو نہ کنهن سان ڳالهائيندي هئي ۽ نہ مُرڪندي هئي دل؛ جتان پيار چشمو ٻنجي ڦٽندو آهي ۽ جيءَ ۾ جهرڻن جو سنگيت ٻُرندو آهي. هتي هن حالتن جي پٿر جي هڪ وڏي ڇپ رکي ڇڏي هئي!

ڪيس ياد آيو تہ هڪ ڪئميرا مين جنهن الائي ڪيترا دفعا ڪيس رنگين فيتي ۾ قيد ڪيو هو ڪيس هڪ سانجهہ جو ڪلفٽن جي اڪوائريم ۾ مليو.

هو ڪجهہ دير ڏاڍي پاٻوهہ مان سندس مُک ۾ نهاريندو رهيو. هن جي نهار ڏاڍي ٻيوس، لاچار ۽ اڪيون ننڍا ڪڙيون هيون جن ۾ خواب لهي آيا هئا. جڏهن پاڻ هن جي اکين ۾ نهاريائين تہ سنهڙي ڪئميرا مين جا چپ ڦڙڪيا ۽ هن ڪنڌ جُهڪائي ڇڏيو. هن جي نگاهن جي ايتري لاچاري ڏسي، هوءَ سگريٽ پيرن هيٺان لتاڙي، اڳتي وڌي، پنهنجي ريشمي ٻانهن هن جي ڳچيءَ ۾ ورائي ڇڏيا! يڪايڪ هو لرزيو ۽ انهيءَ ريشمي ٻانهن جي ٻار هيٺ دٻجي ويو. ڪنڌ جُهڪي ويس. نِگاهن ۾ خوف ڳاڙهو اچرج هوس تہ اها ٻانهن گلن جو هار بنجي سندس ڳچيءَ ۾ ويڙهجي ويندي، اهڙو هن سپنن ۾ سوچيو هو. "تو ڇو ائين عجب مان منهنجي مُک ۾ نهاريو؟" لهجو ڏاڍو نرم هو.

هن چُپ چاپ اکيون کڻي ٻيهر نرگس ڏانهن نهاريو هن کي لڳو تہ هن جو بدن ڏاڍو هلڪو ٿي، مٿي فضائن ۾ اُڏامي رهيو هجي. سپنن جو اهڙو نج ساڀيان ڪنهن کي مليو هوندو ڇا؟ هو ٻئي ٻاهر نڪري آيا. ٿڌل ساموندي هوائون جسمن کي ڇُهي ٿي ويون. انهن جا وار اُڏاڻا ٿي ۽ هوائون پيرن سان وچڙي جسمن سان لڳي ڦهلجي ٿي ويون.

"تنهنجي نهار ايتري عجيب هئي، ڇا تو ڪجهہ چوڻ ٿي چاهيو؟"

نرگس کي هن تي پيار اچي رهيو هو. هن جا نيڻ ٻيوس ۽ غمگين پر ڏاڍا خوبصورت هئا. "چوڻ ٿي چاهيم تہ رڳو ايترو... تہ مان توکي پنهنجو

ڪرڻ ٿو چاهيان- انهيءَ لاءِ سڀ ڪجهه ڪري سگهان ٿو- زال کي طلاق ڏيڻ کان ٽرين جي پٽڙيءَ تي سمهڻ تائين.“

نرگس کي اچرج ٿيو ته هن لاءِ ڪو ائين به ڪري سگهي ٿو! ڏک به ٿيس ته هن کي زال آهي، گهر آهي، گهر جي اڳڻ ۾ گلاب جا گُل آهن پر زندگيءَ جي چپن تي گلاب جي مُرڪ نه آهي. (جڏهن ته آهي پر هن نگاهون ڦيرائي ڇڏيون آهن!)

نرگس هن جي ڳچيءَ مان ٻانهن ڪڍي، سگريٽ دُکائي هڪ ڊگهو ڪش هڻي چيو: ”اڪوائريم ۾ تون مڇيون ۽ آبي جانور ڏٺا؟ اهي سڀ پاڻيءَ بنا ڦٿڪي مري پوندا آهن. هوءَ جا تنهنجي گرهستي آهي، اها به تنهنجي جسم جي ساگر ۾ ئي زنده رهي سگهي ٿي. حالتن سان ٺاهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪر. پنهنجي ذاتي خواهشن جي ڪُنڊيءَ سان هن جي شهه رڳ ۾ نه چُڀ وجهه... خواب نه لهه. جو ملئي ٿو اهو هٿ ڊگهيري ڪٽي وٺ. جو پري آ... تنهنجو تصور به نه ڪر. جاڳ ۾ خواب لهڻ ڪٿان جي عقلمندي آهي. پيار ڏي، پيار وٺ ته توکي محبتن جي پُنيان جسماني سچاين جو يقين اچي وڃي.“

اهو ٻڌي ڪئميرا مين ڪنڌ جُهڪائي اُتان هليو ويو. پوءِ به بدلجي نه سگهيو.

ڏينهن ائين رُڪا ڦِڪا پئي گذريا ته ان رات اسڪاءِ روم ۾ هن کي پرويز مليو. ڪيڏو نه عجيب پراسرار ۽ چارمنگ شخص لڳو هو هن کي. هن نگاهه کڻي پرويز ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ هَٿ ۾ جهليل مخزن کي ڏٺو. جنهن جي ڪجهه ورقن تي گلابي لپ اسٽڪ جا نشان هئا. ڪو ماڻهو پنهنجي پسند ۽ خواهشن جي دائري مان نڪرڻ لاءِ ڪنهن کي ڇا مجبور ڪري سگهجي ٿو؟

ٺيڪ انهيءَ مهل پرويز پاسو ورائي ننڍاڪڙين اکين سان هن ڏانهن نهاري مُرڪيو. نرگس ڪرسيءَ تان اُٿي هن جي ڀيرانديءَ ويهي، آواز ۾ کهراڻ ڀري پڇيو.

”هتي ڇا ڪير ايندو هو- جنهن جي چپن تي گلابي لپ اسٽڪ هئي؟“

”ايندي آهي. توکي ڪهڙو اعتراض آهي؟“

"ڪير آهي؟" نرگس اتاولو ٿي پڇيو.
"جيڪڏهن تون نہ آئي هئينءَ تہ ڪوبہ آيو هوندو۔ ڪهڙو فرق ٿو پوي؟"
"ڏس نہ ڪير آهي؟ ڇو ايندي آهي هتي؟" هن جو آواز گهٽيل ۾ التجا گاڏڙ هو.
"تون ڇو آئي آهين۔ هتي؟"
نرگس ڪجهہ پل هيسجي وئي. هن جي مُک تي ڏُک ۾ بي وسيءَ جو تاثر هو.
پرويز چيو: "دنيا جون سڀ عورتون هڪ جهڙيون شڪي آهن. پوءِ پل ڪنهن جي چپن ۾ سگريٽ هجي. ان سان ڪوبہ فرق نٿو پوي ڇگوا مرڪ تہ ٻڌايانءِ گلابي چپن واري ڇوڪريءَ جي ڪهاڻي."
نرگس شڪست کاڌل مُرڪ مُرڪي تہ هن جي اکين مان بہ ڳوڙها ڪري پيا. بس ڪجهہ ئي ملاقاتن ۾ هوءَ ايتري ڪمزور ٿي وينديءَ هن کي عجب هو. هوءَ ڇو هن کي ايترو پنهنجو سمجهي ويٺي آهي، جو انهيءَ پنهنجائپ ۾ ڪنهن ٽئين جو تصور هڪ سرد لهر بنجي هڏين ۾ برف پري ٿو وجي.
هوءَ مُرڪي تہ پٺي پر هن کي لڳو تہ اها مُرڪ مُرڪي هوءَ ڪيتري پست ۽ بدصورت لڳي هوندي؟! انتهائي بلندين تان پستين تي مُنهن پر ڪرندڙ ڪنهن بي وَس ماڻهوءَ جيان. تڏهن پرويز چيو "ڏس محترما هيءَ مخزن مون رديءَ مان ورتي هئي. خبر ناهي ڪٿان ۾ ڪيترو وقت اڳ. گلابي لپ اسٽڪ لڳل چپن واري ڇوڪريءَ جي آڱرين انهيءَ جا ورق ورايا هوندا." نرگس هڪ نهار ڪٽي هن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ ڪنڌ جُهڪائي ڇڏيو.
پوءِ لاأُبالي چترڪار وٽ ايندي رهي. ذهني ڇڪتاڻ لڳو ٿي پنهنجو اثر وڃائي رهي هئي. تهہ در تهہ ڄميل برف اندر ئي اندر ڳري رهي هئي.
اڳتي هلي عابد بہ سندن ملاقاتن ۾ شامل ٿي ويو. ليمن جي واڙ ۾ ويڙهيل سندس گهر ۾. جنهن جي اڱڻ ۾ پام جا مور پک جهومندا هئا. پرويز کي هن جو گهر ڏاڍو وڻيو تہ نرگس کيس چيو "پنهنجو سڀ سامان کڻي اچ. هي سڄو گهر تنهنجو آهي. هن اونداهي فليٽ کان هتي لان ۾. ڪليل هوائن ۾ پام جي وڻ هيٺ تون وڌيڪ سٺا چتر ناهي سگهندين."

پرويز مُرڪي انڪار ۾ چيو "نہ- هن اونداهي ڪمري سان مون کي انس ٿي ويو آهي. ٿي سگهي ٿو منهنجا خيال مري وڃن- تنهنجي گهر ۾ توکي ڏسي!"

هو ٽئي پاڻ ۾ گهرا ٿي ويا. نرگس آهستي آهستي گهر گرهستي ٻنبي وئي. هوءَ هنن لاءِ چانهہ ٺاهيندي، ڪوپن ۾ وجهي پيش ڪندي، مختلف ڀشز ٺاهي هنن کي کارائي سک ماڻيندي، ٻنهي کي هن بلڪل ناڪارا ڪري ڇڏيو. هو ٻيو ڪجهہ نہ ڪندا صرف موسيقي ٻڌندا ۽ نرگس جو سگريٽ دُکائيندا ۽ ڪڏهن عابد نرگس سان سندس گهر واري بيڊمنٽن ڪورٽ ۾ بيڊمنٽن کيڏندو. پرويز ريفريءَ جا فرض ادا ڪندو. ڪنهن سٺي شاٽ تي تاڙيون وڄائيندو. ائين نہ ڪري سگهندو هو تہ پريان پام جي وڻ هيٺ لان تي ليٽي موسيقي ٻڌندو ۽ سگريٽ جو شوق ڪندو.

۽ هڪ سانوري سانجهہ جو عابد هن کي شادي ۽ سمنڊ پار هلڻ جي پيشڪش ڪري ڇڏي.

تڏهن هن پرويز ڏانهن نهاريو. جو پام جي وڻ هيٺ لان تي ليٽي رفيع ٻڌي رهيو هو:

ہم بے خودی میں تجھ کو پکارے چلے گئے،
ساغر میں زندگی کو اُتارے چلے گئے۔

يڪايڪ هن جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا. پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو اک مان ٽپڪي، هٿ ۾ جهليل رئڪيٽ سان ٽڪرائيندو پٽ تي ڪري پيو. اهو جو هينئر ڪيس عابد چيو: اهو پرويز کي اڳ ۾ چئي ڇڏڻ کپندو هو. مناسب موقعي جي انتظار ۾ وقت سندس وجود کي پويان ڇڏيندو ٿي ويو. ڪلهہ هن پنهنجي وارن ۾ چانديءَ جي هڪ تار چمڪندي ڏٺي. هيءُ حسن جواني ڇا سدائين رهندي؟ آخر مون کي ڇا جو انتظار آهي. ڪو اهڙو ملي جيڪو پنهنجو هجي, اُهو لمحو ڪڏهن ايندو؟

"مون کي پائر پينر پيءُ ماءُ سڀ ڪجهہ آهي. باقي مون کي هڪ ساٿيءَ جي ضرورت آهي. هو روزانو اسرار ٿا ڪن, منهنجي شاديءَ جو مان هنن کي پنهنجي جنم ڏينهن تي سرپرائيز ڏيڻ ٿو چاهيان, ڏس منهنجي اکين ۾ رڳو

تنهنجا ئي خواب آهن؟" پيار هن آواز مان ماڪيءَ جي لار ٻنجي وهي رهيو هئو.

نرگس ڇرڪي حيرت مان هن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ چيو "عابد! تون منهنجا خواب لهين، توکي اهو حق آهي. پر مون کي ٻيءِ ڪنهن جا خواب ڏسڻ کان روڪي سگهڻ جو حق آهي توکي؟"

"خواب ۾ جا تصوير آهي، سا بدلجي به سگهي ٿي. وقت ۽ حالتن جي ڪري ائين ٿيندو رهندو آهي."

"اهو ڇا توسان لاڳو نه آهي؟" نرگس پڇيو.

"آهي- مون دنيا ڏٺي. چار سال لنڊن ۾ رهيس. پر سُونهن ۽ ذهانت، زندگيءَ جي درد ۾ لهي ويندي اک، جا تو وٽ آهي، مون اڳ نه ڏٺي - خوابن جون ساريون تصويرون بدلجي توتي ختم ٿي ويون آهن."

"اهو ساڳيو الميو مون سان آهي." نرگس چيو.

"مون کي ڄاڻ نه هئي ته تون پنهنجي انا جا ايترا پٿر هڻنديئن! منهنجو سينو ڪليل آهي، جيترا پٿر چاهين هڻ. شايد انهن ۾ ڪو پارس هجي." ڪجهه رُڪجي گهٽيل گلي سان وري چيائين، "مان سال، ٻه سال، پنج سال، سڄي عمر تنهنجو انتظار ڪندس. تنهنجا خواب ڏسي عمر گذري وڃي ته انهيءَ ۾ هرج ئي ڇا آهي."

انهيءَ سڄي رات هن سگريٽ ڦوڪيا. پنهنجو پاڻ سان جنگ ڪئي. ڪاش! اهو ڇترڪار نه ملي ها هن کي، ته شايد ايتري پيڙا محسوس نه ٿئي ها. برف جا ڇميل هئي، ڇميل ئي هجي ها ته سٺو هو.

هاڻ ته پيار جا پور اندر ۾ آبشار وانگر ٽا ڪرن، جيءَ ۾ جهرڻن جو سنگيت ٿو ٻري، پرويز جو ڇانئجي ويو آهي سندس وجود تي. پر ڇا هوءَ به ڇانيل آهي ائين هن جي وجود تي؟ پر هن ڪڏهن اظهار به نه ڪيو آهي.

عابد اڳ ۾ ملي ها ته سڀ ڪجهه بدليل هجي ها. زندگيءَ کي ڪيترا موڙ آهن. ڪيترا ڪنڊا آهن ڪير ٿو ڄاڻي. ڇا ضروري آهي ته ڪنهن کي پنهنجو ڪجي؟ بهتر آهي اڪيلو جيئجي ۽ پنهنجي پاڇي سان دل وندرائجي؟ مون کي دراصل زندگيءَ جي اُس ۾ لڳاتار هلندي، هڪ وڻ جي ڇانوَ کپي. زندگيءَ جي اثبات تي ڪهڙو يقين. هينئن پاڻ کي سخت رکي،

ڇا جي سگهبو؟ سماج هن جهڙين ڇوڪرين کي ڪهڙيءَ طرح قبول ڪري- هو پاڻ ٿي ڄاڻي.

هن لڳ ڀڳ ڇهن مهينن کان ست رنگا سپنا ڏٺا آهن، زندگيءَ جي ڪئنواس تي هن جي تصوير هن چترڪار سان گڏ آهي ۽ اکين ۾ سپنا، جهول ۾ گلاب ۽ چپن تي مُرڪ (ڪاش ائين ٿئي).

سوچيندي جاڳندي سگريٽ ڦوڪيندي، هن اها طويل تنها رات گذاري ان کان پوءِ ڪجهه ڏينهن هن جو مُک وڌيڪ سخت، ڳالهائڻ وڌيڪ کُهرو ۽ چپن مان وتجي نڪرندڙ سگريٽ جو دونهون وڌيڪ زهريلو ٿيندو ويو.

عابد هينئر بہ ايندو هو. پر هو ڄڻ وِسامي ويو هو. مُک جي جوت جهڪي ٿي وئي هيس. هو تمام گهٽ ڳالهائيندو نهاري نظرون جهڪائي ڇڏيندو هو. هن جون اکيون ڄڻ شڪست کاڌل لڳنديون هيون. هن جي اها حالت ڏسي نرگس کي ڪافي ڏک ٿيو: ماڻهو ڪيتري قدر پرايا ڏُکَ پنهنجي جهولَ ۾ پري سگهي ٿو. انهيءَ معاملي ۾ هوءَ بلڪل خود غرض هئي. هن کي پنهنجي آرزوئن جي تڪميل جي تمنا هئي (انسان هڪ ئي وقت ڪيڏو ظالم ۽ ڪيڏو مظلوم آهي.)

انهن ئي ڏينهن ۾ جڏهن نرگس جي من ۾ خاليپڻي جو احساس وڌندو ويو تہ پرويز چيو "مان تنهنجو چتر ناهڻ ٿو چاهيان. تنهنجي جسم جي سون، ريشم، لچڪ ۽ جادوءَ کي رنگن جو روپ ڏيڻ جي خواهش اٿم."

نرگس جي دل ڌڙڪي- هن ڏاڍي آرام سان اکيون پوري ڇڏيون. پرويز پهريون ڀيرو هن جي ذات بابت ائين ڳالهايو هو. تڏهن هن چيو "اي جوتشي چترڪار! تو ائين ڇو چيو ڇا اهو سڀ مون وٽ آهي؟ جسم جو سون، ريشم، لچڪ ۽ جادو؟"

"اهو سڀ آهي تو وٽ پر نہ آهي تہ اهو آهي- عورتپڻو. جا سرلتا ۽ سُندرتا عورت جو حصو آهي، اهو سڀ تنهنجي چپن مان نڪرندڙ دونهين سان وتڙي اُڏامي ويو آهي، هي جو تو ٻين کان مختلف هجڻ جو ڍونگ رچايو آهي. سگريٽ چپن ۾ ڏئي تون جنهن اعتماد سان هلين ٿي، ائين ڪرڻ سان تو ڇا پاتو آهي؟ پاڻ کي پنهنجي روح کي وڃايو آهي. پر مان تنهنجو چتر

ناهڻ ٿو چاهيان. نئين ناراض نسل جي تنها ڇڙواڳ ڇوڪري، جو- جنهن جو مک سخت ۽ جسم نرم آهي."

نرگس چيو "پرويز! تو تمام گهڻا پٿر منهنجي سيني تي وَسايا آهن- وڏو ظالم آهين تون. پر مان وقت کان اڳ تنهنجي اڳيان ننگو ٿيڻ نٿي چاهيان. جڏهن تہ تو لفظن جي تيز ڌار سان منهنجو لباس لاهي ڦِتو ڪيو آهي."

يڪايڪ هن ويجهو اچي نرگس جي ڳچيءَ ۾ ٻانهن ورائي ڇڏي، نرگس پنهنجو ڪنڌ هن جي ڇاتيءَ تي لاڙي ڇڏيو. لڙڪ اکين مان نڪري هن جي ڇاتيءَ جي پٿر تي ڪِرندا رهيا.

"نرگس! تو هي ڇا چيو- وقت کان اڳ...؟ تو ڇا مون ۾ اُها اميد رکي هئي؟ اهو سماجي ٻنڌڻ جو تون چاهين ٿي- اهو ائين ڇو آهي؟ اسان هر سامهون واري ماڻهوءَ ۾ ڪجهہ اميدون رکندا آهيون. جڏهن تہ هو انهيءَ جو اهل نہ هوندو آهي. شادي، ڇا سيني روڳن جو علاج آهي؟ تو وٽ ڇا خوداعتمادي پنهنجي آرزوئن لاءِ خود غرضي، پنهنجي اندران ٻاهران جا سختي آهي اها مون وٽ بہ انهيءَ ريت هڪ ٻئي پرپور پسِ منظر سان موجود آهي.

"زندگيءَ جي چؤواٽي تي اسان گڏ هوندي بہ اڪيلا آهيون. اسان کي ان جي تلاش آهي جو پاڻ اسان کي بدلائي يا اسان ۾ جذب ٿي وڃي ۽ اسان پنهنجي شخصيت وڃائي هن ۾ گُم ٿي وڃون. باقي بہ تيز جذبا پاڻ ۾ ٽڪرايا تہ ٻاهہ ٻري پوندي ۽ اسان روح تائين جلي ويندا سين. ٺيڪ آهي جلجي- پر هيستائين اسان وقت ۽ حالتن جي تندور ۾ ايترا تہ جليا آهيون جو هاڻي جلڻ لاءِ رهيو ئي ڪجهہ ناهي."

ايترو چيو هن ۽ آهستي نرگس جا ٻئي ڳل چُميا ۽ اکين مان ٽپڪي آيل ٻُوندون جهٽيون ۽ در تائين هن کي ڇڏڻ آيو.

۽ ان کان پوءِ ڏهاڪو ڏينهن نرگس جي طبيعت ۾ سخت ڇڪ هئي. سوچن جو طوفان- اڪيلائيءَ جو احساس روح جي خالپڻي کي وڌائي ويو پر پرويز سان هن جي پيار جو جذبو سرد نہ ٿيو. بہ ماڻهو روح جا هڪجهڙا روڳ کڻي، هڪ ٻئي سامهون آيا هئا. ٻنهي کي درد تہ هو پر درمان نہ هو. درمان نہ هجي تہ ڇا مايوس ٿي وڃجي. روڳ جو علاج ڇا ڳولجي نہ؟ ڪا

نئين راهہ ڪا نئين سوچ- اهو ڇا ناممڪن آهي. روح جا روڳ ڪٽي اجا ڪنهن نئين جي در تي ويجهي- بهتر آهي گڏ ويهجي، پاڻ کي تورو بدلائجي ايتري ڳالهہ بہ هو پٽر دل چترڪار نٿو سمجهي.

ڏهہ ڏينهن نہ هو آيو ۽ نہ عابد. تہ هوءَ پاڻ وئي پرويز جي فليٽ تي تہ هو نہ مليو هتي. ائين ڪڏهن بہ نہ ٿيو جو هو ڇئين ڪان ڇهين وڳي تائين فليٽ تي نہ هجي.

لڳاتار هوءَ ڪيترا ڏينهن ايندي رهي. پرويز جي فليٽ جو در هن جي دل جي در وانگر بند رهيو. قلف تي ڌوڙ جو هلڪو تهہ چڙهندو ويو. هو خبر نہ آهي ڪيڏانهن هليو ويو. نہ هن کي ٻڌائي ويو نہ عابد کي! هر ماڻهوءَ کي پنهنجي تلاش جو هڪ دائرو آهي. تڏهن هن سوچيو: مان ڪيڏانهن وڃان- ڪنهن کي ڳوليان؟ ڇا ننڊ جون گوريون ڦڪي ڇڏيان- بس قصو ختم.

تڏهن هن دل جي هٿان مجبور ٿي عابد کان هن جي حيدرآباد واري گهر جو پتو ورتو ۽ چيو "تون رڳو بہ ڏينهن انتظار ڪج. مان سمنڊ پار هلان يا سمنڊ جي تهہ ۾."

تڏهن عابد ڏاڍي ڏک سان چيو "منهنجي اندر ۾ درد جو هڪ سمنڊ آهي. جنهن ۾ مان هر پل ٻڏي مرندو آهيان ۽ ٻڏي جيئندو آهيان. هڪ دفعو مري وڃڻ تہ ٺيڪ پر مري جيئڻ ۽ جي مرڻ جو ذهني ايذاءُ تون ڇا محسوس نٿي ڪري سگهين؟"

نرگس عابد جي مُک ۾ نهاريو. هن جي بيوس هار کاڌل نهار نرگس جي اندر ۾ ڇُريءَ وانگر ٽنبجي وئي ۽ من جي گهراين ۾ خالپيٽي جو احساس وڌي ويو.

حيدرآباد جي فضائن ۾ ڪڪر لهي آيا هئا. هلڪي ٿڌي هوا ٿي گُهلي. هوءَ الائي ڪيترين شڪايتون کڻي آئي. پرويز جي در تي ڪڙو کڙڪائڻ مهل هن جي دل ڌڙڪڻ لڳي. بيوسيءَ جو نامعلوم احساس هن جي مٿان لهي آيو.

ڪجهہ گهڙين ۾ سترهن ارڙهن سالن جي هڪ نينگر آئي در تي. ڀرين نهار ۾ هن ڏٺو تہ هوءَ ڪافي خوبصورت هئي. هن جون اکيون پرويز وانگي ڀُورين هيون. هن ڇوڪريءَ عجب مان هن ڏي نهاريو. هن

جي نيٽن ۾ ڪئين سوال هئا. تڏهن نرگس چيو "تون ڇا مون کي اندر اچڻ لاءِ نہ چوندينءَ؟"

اهڙي پرپور اطمينان سان هن چيو ڄڻ ورهين کان سڃاڻندي هجي. شايد اهو سڀ فطري هو. پنهنجي دلي لاڙي جي ڪري اهو گهر، هن لاءِ اوپرو نہ هو.

گهر جو اڱڻ ويڪرو هو. چنبيليءَ جي هڪ وَلِ پِٽ کان ڇت ڏانهن ڦهليل هئي. ورانڊي ۾ اڌڙوٽ عمر جي هڪ عورت ڇانور ڇُونڊي رهي هئي ۽ سامهون نظر ايندڙ ڪمري ۾ هڪ بزرگ ڪجھ لکي رهيو هو. ورانڊي ۾ ايندي، هن اڌڙوٽ عورت جا پيرڪ پرويز جي ماءُ هئي، ڪنڌ کڻي هن ڏانهن ڏٺو تہ هن چيو "پرويز ڇا هتي آهي؟"

تڏهن انهن ٻنهي جي اکين ۾ عجب لهي آيو تہ هن چيو "مان ڪراچيءَ مان هڪ رسالي پاران آئي آهيان. هو انهيءَ جو مستقل چترڪار آهي."

اهو ڪُوڙ ڳالهائيندي هن کي ڏوھہ جو احساس ٿيو تہ هن ٻڌي ماءُ ۽ هن گڏيءَ جهڙي ڇوڪريءَ سان ڪُوڙ نہ ڳالهائڻ کپي ها. پرويز جي نانءُ ٻڌي هو بزرگ اندران نڪري آيو. هن جي شخصيت ڏاڍي رعبدار ۽ متاثر ڪندڙ هئي.

انتهائي ڪاوڙ مان هن چيو "هن جو واسطو هن گهر سان رڳو ايترو آهي جو هتي سندس ويجها رت جا ناتا آهن. باقي هو ڇا ٿو ڪندو وتي انهيءَ جي اسان کي ڄاڻ نہ آهي. مون ڪيمسٽريءَ ۾ پي. ايچ. ڊي ڪئي. پروفيسر ٿيس. يونيورسٽيءَ ۾ هيڊ آف ڊپارٽمينٽ تان رٽائر ٿيس، هو نالائق بي. ايس. سي بہ نہ ڪري سگهيو. هن کان وڌيڪ سندس هي ڀيڻ آهي، جا گهٽ ۾ گهٽ ايم. بي. بي. ايس تہ ڪري سگهندي."

ايترو چئي هو هٽ اُڇلائيندو هليو ويو. طوفان هو جو گذري ويو. پنهنجي ڪاوڙ بہ ڇنڊي ويو ۽ سڄي گهر جو تعارف بہ ڪرائي ويو. نرگس سوچيو: واقعي هو پنهنجي وقت جو ڪامياب ۽ ڊڪٽيٽر قسم جو پروفيسر هوندو.

پرويز جي ڀيڻ هن کي ٻانهن کان وٺي اندر آئي. هن پُڇيو "ٽيليويزن تي ايندڙ اشتهاري فلمن ۾ جا...؟"

"ها! ها!! مان آهيان." نرگس هن کي ڪتي چيو.

"سچ!" تڏهن هوءَ ڏاڍي خوشيءَ پري نهار ڪٽي مُرڪي ۽ سوچيو: هوءَ نرگس کان آٽوگراف وٺندي ۽ صبح پنهنجي ساهيڙين کي ڏيکاريندي تہ اهي ڪيئن نہ رشڪ ڪنديون.

هن معصوم ڇوڪريءَ کي پنهنجي پاءُ سان گهڻو موهہ هو تڏهن تہ هن چيو: "بابا جي ڳالهہ دل ۾ نہ ڪجو. هو ڊاڪٽر نہ ٿيو تہ ڇا، هو فنڪار آهي. ڊاڪٽر جسماني ناسُورن جو علاج ڪندا آهن ۽ فنڪار روحاني ناسُورن جو."

نرگس هن ڏانهن گهوري نهاريو. هوءَ پيارين ڇوڪرين مان هئي. ڳالهائڻ مهل سندس مُک ڏاڍو خوبصورت ۽ اکيون نماڻائيءَ جي ڪيفيت ڪٽي بيٺيون هيون. چڻ اهي سارو وقت سپنا ڏسنديون هجن. ڳالهائڻ ۾ جا رواني ۽ وڌيندڙ تيزي هئي، سا هن شايد پنهنجي پاءُ کان پرائي هئي.

نرگس کي هن مان پٽر دل چترڪار جي خوشبوءِ ايندي محسوس ٿي تہ ڪيس ٻانهن ۾ ويڙهي، هن جا ننڍاڪڙا نيڻ چُمي ورتائين. تڏهن اندر ۾ ناتمام آرزوئون سُور جي سُوٽ بنجي ڦهلجي ويون. هوءَ ويهي هلڪو مُرڪندي رهي. تڏهن نرگس سوچيو: هيءَ جڏهن ڊاڪٽر ٿيندي تڏهن هن جي ڇپن جي مُرڪ ۽ ڇهري جو گلاب ڏسي، مريض بنا علاج جي ٺيڪ ٿي ويندا ۽ ٺيڪ ٿيڻ کان پوءِ سڄي حياتي بيمار رهڻ چاهيندا.

هوءَ ڪيتري دير پنهنجي پاءُ جون ڳالهيون ڪندي رهي، هن کي پنهنجي پاءُ سان ڪابہ شڪايت نہ هئي. نرگس کي هن پرويز جو ڪمرو ڏيکاريو. بس ايترو ئي ڪجهہ هو. جو هن ڪراچيءَ واري فليٽ ۾ ڏٺو هو پر هتي اها بي ترتيبي نہ هئي. الاهي مڪمل نامڪمل چتر پيل هئا. خاص ڪري روح جي تارن کي ڇيڙي ويندڙ منظرن وارا لئنڊ اسڪيپ. اهي چتر ڪمرشل نہ هئا. تڏهن انهن ۾ ايتري سُونهن ۽ چڪَ هئي.

نرگس سوچيو: ڪمرشل ٿيڻ کان پوءِ فنڪار وٽ سُونهن جو جيڪو انوکو تصور آهي- اهو ڇا مري ٿو وڃي؟ زندگيءَ جي مادي ضرورتن اڳيان انسان ڪيترو نہ مجبور آهي.

"بيبي! توکي ڇا خبر آهي تہ هو ڪتي هوندو؟" نرگس پُڇيو.

"ڏڪڻ ڪان پهاڙين جو ڪٿين ميل ڊگهو سلسلو جو تڪڙ تائين ڦهليل آهي. اوڏانهن هليو ويندو آهي- بس خوامخواه. نه ته ظاهري طرح انهن پهاڙين ۾ ايترو حسن نه آهي ۽ نه ئي هتي ڪا هل اسٽيشن آهي. هو چوندو آهي، هتي وسيع ميدان، مينهن وسڻ کان پوءِ ساوڪ سان ڍڪيل جبلَ، چمڪندڙ چانڊاڻ ۾ وسندڙ مينهن جا منظر ڏاڍا نظر قريب هوندا آهن. هيتري حسين ماحول ۾ اڪيلو رهي چترن ۾ موزون رنگ ڀري سگهندو آهيان." ڪجهه رڪجي هن چيو "هر ماڻهوءَ وٽ سُونهن متعلق الڳ سوچ ۽ ماڻ آهن. هر ماڻهو ٻئي کان الڳ ٿو ڏسي ۽ الڳ ٿو سوچي."

"تون ڇا مڪمل پتو ڏيندينءَ هُتي جو؟"

"توهان ڇا اُتي ويندؤ هن وٽ- تنها اڪيلائين ۾؟"

نيڪ انهيءَ لمحي ٻڍي ماءُ چانهن کڻي آئي. چانهه پيئندي هن اوڏانهن وڃڻ جو پڪو خيال ڪيو.

شام جا ڇهه ٿيا ته هن پُورين اکين واري گڏيءَ کان اجازت گهري ته هن گهٽيل آواز ۾ چيو "توهان وڃڻ ٿا چاهيو هن وٽ ته ڪير روڪي سگهندو اوهان کي؟ عجيب مزاج جو ماڻهو آهي منهنجو ڀاءُ. جو پنهنجو پاڻ لاءِ به پنهنجو نه آهي- لاپرواهه ۽ من مؤجي. توهان هن جي وِکريل سوچن جي طوفان اڳيان بند ٻنجي سگهو ته هن جي بيقرارين کي قرار اچي وڃي." نرگس اهو ٻڌو. لڙڪ هن جي اکين ۾ اچي پلڪن ۾ اٽڪي پيا. تڏهن زور سان اکيون بند ڪري هن خدا حافظ چيو.

بس هلندي زيل پاڪ سيمنٽ فئڪٽريءَ کي ڇڏيو. پريان ميٽوڙي رنگ جي پهاڙين جو سلسلو نظر جي حد تائين هليو ٿي ويو. دريءَ کان ٻاهر چوڏس ڪکر ڪارونيار هئا. تڏهن هڪ خيال ڊپ جي لهر ٻڻجي هن جي هڏين ۾ ڦهلجي ويو ته: يڪايڪ تيز هوائون هلن. ڇما ڇم برسات وسي ۽ کنوڻ چمڪي جوانيءَ جي وڻ تي ڪِري پئي ته...؟ اهو ڇا ممڪن آهي.

ڊپ جو احساس سندس وجود کي گهيرڻ لڳو. هو هتي نه هجي ته...؟ هجي به ته ڇا اهو لازمي آهي ته هن تائين رسجي- ان کان اڳ ڪوئي ٻانهن ۾ هٿ وجهي گهاٽن جهنگلن ۾ هليو وڃي...

ٺيڪ آهي هن تائين نہ رسبو تہ مري پئبو... صرف هڪ گهڙيءَ جو منفي خيال- اها گهڙي، جا زندگي ۽ موت جي وچ ۾ حد فاصل آهي. ذهن ٽِڙيو. سوچ جو زاويو بدليو تہ پوءِ زندگيءَ کان موت ايترو پري ناهي. هن جڏهن مري وڃڻ جو خيال ڪيو تہ ڊپ جي اها لهر يڪ لخت ختم ٿي وئي.

پوءِ هن ڏاڍي اطمينان سان پرويز متعلق سوچيو. جو پنهنجي فن کي سُونهن جا سچا رنگ ڏيڻ لاءِ پهاڙيءَ جي اڪيلائين ۾ هليو آيو هو- ساري دنيا کان ڪٽجي. هن جي ذات ۾ ڪيڏو اسرار آهي؟ هاڻ هوءَ هن کي چوندي بہ تہ صرف ايترو: بس ٺيڪ آهي. اڄ تہ زندگيءَ کي محدود ڪري ڇڏيون. پهاڙين جي هيٺ، ڪليل ميدان ۾ زندگي هڪ جهوپي ۾ گذري وڃي. اهو تصور ڪيترو نہ پيارو آهي تہ دنيا ۾ ڇا ٿو ٿئي، ان کي ڇڏي پنهنجي الڳ دنيا آباد ڪجي. تصور جي جنت جنهن ۾ ڪنهن ٽئين جو گذر بہ نہ هجي.

ڪنڊيڪٽر نرگس کي لهڻ جو اِشارو ڪيو. هن ڇرڪي دريءَ مان ٻاهر نهاريو. سگريٽ مان آخري ڪش هٽي. پنهنجي سفري بيگ سنڀالي، بس جي مسافرن کي حيران ڪندي سيري انسپيڪشن پاٽ تي لهي پئي!

نظر جي حد تائين ڪارا ڪڪر ڇانيل هئا. ڀِنل هوا بدن سان وچڙي ٿي وئي. روڊ ٽپي هوءَ اولهہ ڏانهن هلڻ لڳي. ساڄي هٿ تي پريان پهاڙين جو سلسلو ڦهليل هو. پهاڙين کان هيٺ ٻاجهر جا کيت پاٽ سان اچي لڳا هئا.جتي کيت نہ هئا اُتي سائو گاهہ ڦٽي آيو هو. پهاڙيون گاهہ ۾ جابلو ٻوٽن سان ڍڪيل هيون.

کاٻي هٿ تي پاٽ سان لڳہ ويڪرو 'پڃاري واهہ' ڏاڍي آرام سان وهي رهيو هو. واهہ جي ٻيءَ پر ڪيلن جا باغ ڦهليل هئا. پاٽ جي ٻنهي پاسي ديويءَ جا جُهڳتا، ٻبر ۽ سريل جا وشال وڻ جُهومي رهيا هئا. چوڏاري ڏاڍو پيارو ۽ نظر فريب منظر هو. هوءَ سفري بيگ ڪلهي ۾ لڙڪائي چپ چاپ هلندي رهي.

"حق الله هو" يڪايڪ اهو گجندڙ کَهُرو آواز ٻُڌي هوءَ لرزي وئي. هن هيسيل اکيون کڻي ڏٺو هڪ ملنگ ڪاري ڪفني پهريل، ڳچيءَ ۾ مالهائون پائي، هٿَ ۾ ڪشڪول جهلي سندس اڳيان بيٺو هو. هن جو تارون سُڪي

ويو. مُک چڻ ڏوپجي اچو ٿي ويس. نستائي ۾ خوف جي لهر هن جي هڏين ۾ برف پري وئي.

يڪايڪ هن اشاري سان ملنگ کي معاف ڪرڻ لاءِ چيو ته "حق الله هو" چئي هو رمندو رهيو. هوءَ بيوس ٿي ڪافي پَل ٻَبُرَ جي وڻ هيٺ ويهي رهي. سڄو جسم پگهر ۾ شل ٿي ويس. اڪيلائيءَ ۾ خوف جو خيال، جو هن دل مان ڪڍي ڇڏيو هو سندس ذهن ۾ چُهڙ لڳو. انهيءَ مهل هن کي پنهنجو پاڻ ڪمزور هجڻ جو احساس ٿيو. ائين لڳو ڄڻ ڪجهه گهڙين ۾ اچڻ واري هيءَ رات سندس زندگيءَ جي آخري رات هجي: هتي اچڻ ڇا ضروري هو...؟

سج ڪڪرن هيٺ ٻُڏي ويو. اونده گهري ٿي ماحول تي ڇانئجڻ لڳي. ٺيڪ انهيءَ لمحي وڄ وراڪا ڏنا ۽ مينهن وَسڻ شروع ٿي ويو.

هوءَ انهيءَ ٻبر جي وڻ هيٺ ويٺي رهي. اڪيلائين ۾ وڄ جي چمڪ هن جي اکين ۾ چڀي ٿي ويئي. ٿڌ گهري ٿيندي وئي. دل، جنهن جي روشنيءَ جي سهاري هتي هلي آئي هئي، هن کي وِسامندي محسوس ٿي. سڀ سُندر خيال هوا بنجي اُڏامي ويا، صرف هڪ خيال وهجي ويو ته هاڻ ڇا ٿيندو؟

الائي ڪيتري دير تائين، اڪيلي اوپري عورت، ٻبر جي وڻ هيٺ ويٺي، فطرت جي ستم ظريفين کي ٻنل نگاهن سان ڏسندي رهي. مينهن آهستي آهستي گهٽ ٿي بيهي ويو. رات وڌيڪ گهري، وڌيڪ ڪاري، وڌيڪ خوفناڪ ٿيندي ويئي. تارن جون شمعون ڪڪرن جي ڪاري پردي ۾ گل ٿي ويون. هوا بند هئي. دُور پريان جو سارو منظر ڪارن ديون جي صورت ۾ نظر اچي رهيو هو. هڪ گهور اونداهي آس پاس لهي آئي هئي پر ڪنهن مهل وڄ چمڪي ماحول کي گهڙي کن لاءِ روشن ڪري ٿي ڇڏيو.

هوءَ سخت پريشان هئي ته ڇا ڪجي. ڪيڏانهن وڃجي، ڇا درياءَ ۾ ڪِري پئجي ۽ ٻُڏي مرجي.

ڪُلهي ۾ لٽڪيل سفري بيگ مان هن سگريٽ ۽ لائيٽر ڪڍيو. سگريٽ دُکائي هڪ گهرو ڪش هنيو. سگريٽ ڇڪڻ ٻه ڪيس نه وڻيو. تڏهن هن اهو سگريٽ ڏاڍي بيوسيءَ مان اُڇلائي ڇڏيو.

هن جو ذهن بلڪل تاريڪ هو. بي وسي ۽ بي يقينيءَ جو احساس هن جو سارو جسم پگهر ڪري ويو. هوءَ چُپ چاپ، بنا ڪجهه سوچي پنهنجي

نگاهن کي پهاڙين ڏانهن کڻي هلندي رهي. سندس پير گپ ۾ کپجي تي ويا. کنهن مهل سندس پير ترڪي تي ويو تہ جسم جو توازن سنڀالڻ ڏاڍو ڏکيو تي لڳس.

هوءَ سنڀالي سنڀالي وِکون کڻندي، الائي ڪيتري دير هلندي رهي، گپ هاڻي سيري انسپيڪشن پاٿ تي. هوءَ هتي ائين هلي ايندي هن ماحول ۾ جو ڪنهن مهماتي ناول جو ماحول تي لڳو. هن کي سخت عجب هو.

يڪايڪ هن کي پهاڙين طرف هلڪيون روشنيون ٽمڪنديون نظر آيون. خوشي ۽ عجب وچان سندس اکيون ڦاٽي ويون. هوءَ گهور ڪري نهاريندي رهي. اوچتو وچ چمڪي ۽ پريان ٿهيل ڪجهہ ڪکاوَن گهرن جو منظر روشن تي ويو. هوءَ پاٿ تان ڪيت جي ٻني تي لهي آئي. گهرن جون روشنيون ٻري رهيون هيون. پر هڪ اڪيلي روشني جا وڌيڪ چِٽي هئي، هن کي ويجهو لڳي. هن طرف جو تعين ڪيو ۽ اڪيلي روشنيءَ طرف مڙي وئي.

لائيٽر ٻاري، ڪيت جي ٻنيءَ تي هوءَ سنڀالي هلندي رهي.

تنهائيءَ جو احساس آهستي ختم تي رهيو هو. هن ٻيهر سگريٽ دُکايو ڊگها ڪش هنيا. هلندي هوءَ روشنيءَ جي ويجهو پهتي. روشني ڏاڍي سفيد ۽ آس پاس چڱيءَ طرح ڦهليل هئي، جتان اچي رهي هئي، اهو هڪ خيمو هو. ڦري جڏهن هوءَ لنگهہ وٽ پهتي تہ خوشيءَ وچان گنگ تي وئي. پيٽرومڪس جي روشنيءَ ۾ هو کٽ تي ليٽيو ڪو ڪتاب پڙهي رهيو هو. سڀ ڪجهہ هوس هتي، چترڪاريءَ جو سامان، ڪتاب، چانهہ جون پيالِيون، پيٽروميڪس، ڪيروميڪس... نرگس سوچيو: هو جو ڪتاب ۾ کوئجي ليٽيو پيو آهي، تنهن کي ڇا خبر آهي تہ ڪو هن وٽ هن حالت ۾ بہ اچي سگهي ٿو. منهنجو هتي ائين پهچڻ هن جي دل جي پٿر کي ڇا ميڻ نٿو ڪري سگهي؟ هن کي اهو خيال ڇُهي بہ نہ ويو هوندو تہ مان هيئن نامناسب حالتن ۾ پهاڙي اڪيلائين ڏانهن هلي ايندس – دل جي سڏ تي.

خيمي جي لنگهہ وٽ هوءَ ٻيهي رهي. پيرن جي کڙڪي تي پرويز ڪنڌ کڻي نهاريو تہ اکين ۾ حيرت لهي آيس. ٻُل ڏئي کٽ تان لٿو پهرين حيرت

مان هن جي وجود جو جائزو ورتائين ۽ پوءِ شڪايتي نوع ۾ چيو "توکي ائين نہ ڪرڻ کپندو هو."

نرگس کي محسوس ٿيو تہ هن جي اندر جي برف ڳري هن جي اکين ۾ لهي آئي هئي. يڪايڪ پرويز هن کي ٻانهن ۾ ويڙهي ڇڏيو. ڪجھ لمحا ڪائنات جون نبضون بيهي ويون. سارو ماحول گهري سانت ۾ ويڙهيل هو. اوچتو هوا گهلڻ لڳي. ڪڪرن جي وٿين مان هڪ تارو چمڪڻ لڳو. نرگس خواهش ڪئي: اهو تارو منهنجي نصيب جو تارو بنجي. اي ڪاش!

پرويز ڪيس پاٽي ڏنو. هن جُتيءَ تان گپ کرڙي، متي هٽائي. پير ڌوتا ۽ اکين تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هنيا. ٻنل هوا آهستي گهلڻ شروع ٿي. ڪڪرن جي وٿيءَ مان ڪو تارو ٿي چمڪيو. سارو ماحول مٽيءَ جي خوشبو ۽ فصلن جي سڳنڌ سان ڀريل هئو. ڏاڍي پياري نواڻ ڪٿي بيٺو هو. هوءَ ڪجھ دير لاءِ هتي حيران بيٺي رهي.

اندر آئي تہ پرويز ڪيروميڪس تي چانھ ٿي ٺاهي. هوءَ مُک اگهي چُپ چاپ کٽ تي ويهي رهي. هاڻ هن ڪجھ بہ ڳالهائڻ نٿي چاهيو. اهو سڀ ڪجھ ايترو عجب سمان ٿي ويڃڻ کان پوءِ ڳالهائڻ جا ضروري آهي.

چانھ پيئڻ کان پوءِ پرويز هن جو سگريٽ دُکايو. سگريٽ مان سگريٽ دُکندو رهيو. گهاٽو دُونهن وٽ ڪائي خيمي ۾ ڦهلجندو رهيو. هو ٻئي هڪ ٻئي جي سامهون ويٺا هئا. چُپ چاپ ٻنهي هڪ ٻئي ڏانهن نهاري نظرون جهڪائي ٿي ڇڏيون. پرويز کي اها خاموشي ڏاڍي اذيتناڪ لڳي تہ هن چيو "مان جلد ڪراچيءَ اچي وڃان ها." جواب ۾ نرگس هڪ درد ڀري نهار ڪٽي هن ڏانهن ڏنو پوءِ ڪنڌ جُهڪائي ڇڏيو.

"مان هر سانوڻ ۾ هت ايندو آهيان. هي سڀ سامان هڪ ٻُڍي هاريءَ وٽ رهندو آهي. ايندو آهيان تہ هتان نڪرندو نہ آهيان. ها ٻر خيمي جي جاءِ بدلبي رهندي آهي. ڪڏهن هت تہ ڪڏهن ٻئي هنڌ. ضرورت جون شيون وٺي ايندو آهيان. وچ ۾ ضرورت پوي تہ ڪوئي پورهيت وٺي ايندو آهي. ماني مون کي هو ڏيندا آهن. ڏاڍا پيارا محبتون ڏيڻ وارا ماڻهو آهن. مون کي هنن سان ڪچهري ڪرڻ ۽ پورهيو ڪندي ڏسڻ ڏاڍو وڻندو آهي. مون کي لڳندو آهي تہ مان پنهنجن يا پاڻ جهڙن ماڻهن ۾ پهچي ويو آهيان.

جي منافق نہ آهن. اندران ٻاهران هڪ. ڪڏهن سوچيندو آهيان تہ برش ۽
قلم ڇڏي، هٿ ۾ ڏاتو ڪٽي وٺان. ڌرتيءَ جي ڪوريءَ ڇاتيءَ تي ازل جا رنگ
ڀريان. اهو شاهڪار تخليق ڪريان. جي ڪيت ۾ ڪٽي ڪٽڪ جو سنگ
آهي ۽ ڪٽي گلاب جو گل آهي. ڏاتو ڌرتي، ڪٽڪ جو سنگ ۽ گلاب جو
گل ساري دنيا جي سُونهن ۽ محنت جا مُحرڪ آهن.

پورهيت ئي سڀ کان وڏو فنڪار آهي، جو دنيا جي ساري سُونهن کي
پنهنجي پگهر جي پورهئي سان قائم ڪري بيٺو آهي. "

يڪايڪ هن پنهنجو تازو ٺاهيل چِتر کڻي نرگس کي ڏنو. نرگس چتر
تي نهاريو. جنهن ۾ هڪ پورهيت هماليا جيان ڳاٽ اوچو ڪيو دنيا جي
گلوب کي پنهنجن هٿن تي کڻي بيٺو هو. ان جي اڳيان بيٺل ٻن ٻارڙن جي
هٿن ۾ گلاب جا گل هئا ۽ پورهيت جي چپن تي مهان مرڪ هئي. نرگس کي
ائين لڳو تہ: اهو پورهيت هڪ نئين دنيا تخليق ڪري رهيو آهي ۽ ساري
دنيا جو بار پنهنجي سگهارين ٻانهن تي کڻي بيٺو آهي. تڏهن هن هڪ پيار
ڀري نهار کڻي، پرويز ڏانهن ڏٺو۔ ڪيڏو نہ سچو ۽ همدرد آهي، وقت سان گڏ
هلڻ وارو هي باهمت شخص.

انهيءَ مهل هڪ جوان ڇوڪري اتي هلي آئي. هن جو مک سانورو.
جسم ويڪرو ۽ ڀريل هو. نرگس کي ڏسي هن جي اکين ۾ عجب لهي آيو.
يڪايڪ هن پيٽ جي پاٺ ۾ ڪير جو لوٽو رکي، هڪ مجبور نهار کڻي پرويز
ڏانهن ڏٺو ۽ ڪنڌ جُهڪائي اُتان هلي وئي. نرگس کي خيال آيو تہ اها
ڇوڪري هن ڪٿي اڳ ڏٺي آهي. تڏهن هن کي ياد آيو تہ سندس ڊرائينگ
روم ۾ سجايل 'سندرتا' واري چتر واري ساڳي ڇوڪري آهي. ڪيڏا نہ سچا
۽ پيارا ماڊل آهن هن چترڪار جا.

"رات جي ڪاڏي ۾ ڇانورن سان ڪير، تو لاءِ يقينن نئين ڳالهہ
هوندي" پرويز چيو.

"نہ مان صرف ڇانهہ پيئنديس." اهو چئي هوءَ ڇانهہ ٺاهڻ لاءِ اُٿي تہ
پرويز چيو: "نہ مان تو ڪاڙهيان."

تڏهن نرگس مُرڪي چيو "رهڻ ڏي". چانهه پي هو ٻاهر نڪري آيا. ماحول ڏاڍو ٿُڌڪ هو. هلڪي هِير تي گهلي. ڪڪر آهستي آهستي ٽُٽي رهيا هئا. اُڀ ۾ ستارا ٽي جرڪيا. چنڊ مٿي چڙهي رهيو هو.

پرويز چيو "رات آهي، ايڪانت آهي، چنڊ جي چانڊاڻ آهي، تون آهين.... ۽ مان آهيان. اهو سڀ ڪجهه ڪيترو نه پيارو ۽ فرحت ڏيندڙ آهي! منهنجي تصور ۾ تنهنجي جسم جو چتر ڏاڍو خوبصورت آهي. اڄوڪي رات ڪي بقا ناهي. پر مون وٽ جي رنگ ۽ خيال آهن، سي فنا ٿيڻ جا ناهن. مان رنگن کي روپ ڏيڻ ٿو چاهيان- هيءَ رات وري نه ايندي"

"پر مان ته اکين ۾ اهڙين ڪئين راتين جا سپنا سمائي آئي آهيان."

تڏهن پرويز پيار ڀريون نظرون ڪٽي مُرڪيو ۽ چيو "مون کي بس انهيءَ گهرائيءَ جي تمنا آهي. جنهن ۾ تنهنجو چتر ٺاهيان ۽ انهيءَ جا سڀ رنگ منهنجي وجود ۾ سُرايت ڪري وڃن."

اهو ٻڌي نرگس کي ڏاڍو آرام مليو ته سندس روپ هن جي رنگن جي انگ ۾ ملي وڃي. ان ڪان وڌيڪ ڪيس ڇا گهرجي. اهو سوچي هن چيو "منهنجو روپ تنهنجي لاءِ موجود آهي- تنهنجا رنگ ڪٿي آهن؟"

تڏهن پرويز اندر وڃي رنگ، برش، ايزل ۽ ڪئنواس... کڻي آيو. کُليل اُڀ هيٺ، ويڪري ميدان ۾، ٻاجهر جي کيت ۽ پهاڙيءَ جي پس منظر ۾ هن چتر ٺاهڻ شروع ڪيو. فضا ٿُڌڪ هئي. چانڊاڻ پهاڙيءَ تي هيٺ ميدان ۾ ۽ ٻاجهر جي کيتن ۾ آهستي آهستي ڦهلجي رهي هئي. پرويز جي مُک تي تخليق جي پيڙا هئي. نرگس جي ڇهري تي چانڊاڻ ۽ ڇپن تي مُرڪ هئي. هن گهڙي، سانت ڀري رات ۾ جسم جو سون هو رنگ ۽ خيال هئا. مُرڪ ۽ محبت هئي. اُڀ وڌيڪ صاف ۽ چانڊاڻ وڌيڪ چٽي ٿيندي وئي. آهستي آهستي جسم جو سون، ريشم، لچڪ، جادو ڪئنواس تي رنگن جو روپ وٺندو ويو پرويز سوچيو: اهڙو ڪهڙو نصيب وارو چترڪار هوندو جنهن کي هي سڀ ڪجهه مُيسر هجي، رات، ايڪانت جي سهڻي فرحت ڏيندڙ سانتيڪي پس منظر ۾ سنهڙي جسم، بُلند خيالن ۽ محبتن ڪرڻ وارو ماڻل.

رات آخري پهر ۾ داخل ٿي ته هن چتر مڪمل ڪيو. تڏهن هن کي محسوس ٿيو ته اهو مڪمل چتر نه هو. نه چاهيندي به نرگس جي مُک کي رنگن

جا روپ ڏٺي نہ سگهيو هو. سندس لاشعور ۾ جو چهرو ديپل هو اهو مڪمل طرح ظاهر ٿي بيٺو. تڏهن هن کي اڪيلائي ۾ بيوسيءَ جو اذيتناڪ احساس ٿيو ۽ من ۾ نرگس لاءِ رحم جو جذبو اُڀري آيو۔ هن جون اکيون لڙڪن هاڻيون ٿي ويون.

نرگس ٿورو پريان بيهي، سگريٽ دُکايو، هلڪا ڪش هڻي. ماحول جي خوبصورتيءَ کي اکين ۾ سمائي، هوءَ آهستي آهستي هلندي پرويز جي سامهون آئي. پرويز جون پنل اکيون ڏسي ضبط نہ ڪري سگهي تہ هن سان چهٽي لرزندي رهي. هو ائين چهٽيل، پاڻ ۾ سمايل، خيمي جي اندر هليا آيا. من جي درد ۾ لڙڪن جي ڌُنڌ ۾ ازل جا ناتا آهستي آهستي چٽا ٿيندا ويا... خيمي جي ٻاهران چانڊاڻ جو سون، ڪِرڻو ڪِرڻو ٿي چٽيو ٿي ۽ اندر ٻنهي جسمن جو سون، حرارت ۾ پگهرندو ويو.

رات جي آخري گهڙين ۾، اکين جي مٿان ٻانهن ورائي ليٽيل نرگس، ڏاڍي اطمينان سان سوچيو: هيءَ رات جا هاڻ صبح ۾ بدلجڻ واري آهي، ان کي ڪيترو نہ پرپور پسِ منظر آهي. هڪ ئي رات ۾ اهو سڀ ڪجهہ ٿي ويو جو ساري زندگيءَ نہ ٿيو. هيءَ رات، ڇا اهڙين ڪئين راتين جي ابتدا ناهي. جنهن ۾ جسم جو سون، رات جي چانڊاڻ ۾ تحليل ٿيندو هجي. بس مون ايترو ئي چاهيو ٿي. انهي چاهڻ لاءِ سماجي بندڻ ڇا لازمي آهي؟ هاڻ جڏهن ٻنهي جي نيڻن ۾ ساڳيا خواب آهن تہ پوءِ انهيءَ لاءِ ڪنهن اخلاقي ڏور جي ضرورت ناهي. هجي بہ ڪٿي، پر هن ۾ پرويز جي وچ ۾ محبت جي شديد جذبن جو ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ بندڻ ئي ڪافي آهي. هن اهو محسوس ڪري ڏاڍو سُک ماڻيو تہ هوءَ راتو رات بدلجي وئي آهي.

جا برف تهہ دَر تهہ ڄميل هئي. جسمن جي حرارت ۾ ڳري اندر جي وُسعتن ۾ تحليل ٿي وئي. زندگي ايترو سندَر هر فڪر کان آزاد. محبت جا پازيب پائي جوانيءَ جي گيت تي ائين جُهومندي۔ اهڙو هن سپنن ۾ سوچيو هو.

اهو سوچي، پرويز کي سُتل ڇڏي هوءَ ٻاهر نڪري آئي. فضا خُنڪ هئي. هن کي هلڪي ٿڌ جو احساس ٿيو. صبح جو سوجهرو رات جي ڌنڌ کي چيري آهستي آهستي ڦهلجي رهيو هو. ڪي هاري پريان کيتن ۾ ڪم رهيا

هئا. ڏُور انسپيڪشن پاٿ تي هڪ ماڻهو مُتحرڪ ڏسڻ ۾ پئي آيو شايد هو پاٿ ٻُهاري رهيو هو. پريان ڪنهن وڻ تان ڪوئل ڪُوڪي.

هن ڏرتيءَ تي ويهي سگريٽ دُکايو سڪون سان ننڍا ڪش هنيا. سگريٽ ختم ڪري هوءَ واپس خيمي ۾ هلي آئي. اندر اچي هن پرويز کي ڏٺو جو اجا ننڊ ۾ هو. هن جي نرڙ تي لڪيرون هيون ۽ مک تي تشنج جي ڪيفيت هئي. شايد هو ننڊ ۾ ڪو ٻُرو سپنو ڏسي رهيو هو.

نرگس نظر ڦيرائي پنهنجي چتر کي ڏٺو. يڪايڪ عجب ۽ بي يقينيءَ جي لهر هن جي هڏين ۾ ڦهلجي سارو جسم ساڻو ڪري وئي. وات جو ذائقو تلخ ٿي ويس. دل ڪنهن پاتال ۾ ٻُڏندي محسوس ٿيس. هوءَ ڦاٽل اکين سان چتر ۾ نهاريندي رهي. چتر ۾ جسم تہ هن جو هو پر مُک هن جو نہ هو. اهو مُک ان ڇوڪريءَ جو هو جا رات آئي هئي. ’سندرتا‘ جي چتر واري ساڳي ڇوڪري!

يڪايڪ هن پاڻ کي ڏاڍو ڪمزور محسوس ڪيو ۽ چُپ چاپ سوچيو: هر ماڻهوءَ کي پنهنجي تمنائن جو هڪ دائرو آهي. زوري ڇو ڪجي. ڪنهن کي ان دائري مان گهلي ڇو اچجي. زندگيءَ جي پيچري تي ڪيترا موڙ آهن ۽ ڪيترا ڪنڊا آهن. ڪير ٿو ڄاڻي، هن محسوس ڪيو تہ سندس اندر ۾ ڀيهر برف تهہ در تهہ ڄمي رهي هئي ۽ مُک تاڻجي سخت ٿيندو ويو.

هن سوچيو: هوءَ ازل کان اڪيلي آهي، رات بہ اڪيلي هئي ۽ اڄ بہ اڪيلي آهي. اهو جو رات ٿيو سو پرويز پاران نہ ٿيو هو. اهو محسوس ڪري هن کي پنهنجو پاڻ کان ڌڪار محسوس ٿي. چانڊوڪي رات ۾ جسمن جي انهيءَ سنگم ۾ پرويز جي خواهشن جو ڪو دخل نہ هو. يڪايڪ هن جي جسم ۾ ٿڌ جو احساس وڌي ويو. وار ڪانڊارجي ويا ۽ اکين جي ڪُنڊن ۾ لڙڪ پرجي آيا.

اکين مان لڙڪ اُگهي هن ڪيرومڪس تي چانهہ لاءِ پاڻي رکيو. بيگ مان ڦٽي ڪڍي وار سنواريا.

چانهہ ٺاهي هن مگ سِپ ڪيو. پرويز کي اُٿارڻ مناسب نہ سمجهي، ٿرماس ڏوئي هن لاءِ چانهہ پري. پنهنجي سفري بيگ بند ڪري سگريٽ دکايو ۽ هلڪا ڪش هڻندي، هن پرويز جي جاڳڻ جو انتظار ڪيو. جو

گهري ننڊ ۾ سُمهي رهيو هو. هن جو مک پريشان هو ڄڻ هوءَ پنهنجو پاڻ سان جنگ ڪري رهيو هجي.

هڪ پنو ڳولي انهيءَ تي ڪبير جي ڳوتا لکي:

تال سوک ڪي، پٽر پيو۔ هنس ڪهين نہ جاءِ
پڇلي پريت ڪي ڪارني۔ پٽر چن چن کاءِ

اُهو پنو هن وهاڻي هيٺ رکي، پنهنجي سفري بيگ کنئي. ڪٽ جي سيرانديءَ ويهي، اکين ۾ پرجي آيل لڙڪن کي روڪي، هن پرويز جو نرڙ چُميو. درد جي شدت جي ڪري هن جا کُلها جُهڪيل ۽ سگريٽ پڪڙيل آڱريون آهستي آهستي لرزي رهيون هيون ۽ پوءِ ٻاهر نڪري آئي.

صبح جو سونهري اُس ۾ ويهي، هن سارو منظر ڀنل اکين ۾ پريو. ڪيتن جي ٻنن تان ٽيندي، هوءَ سيري انسپيڪشن پاٽ تي هلي آئي.

-

عابد سان نرگس جي شاديءَ کي ڇهہ هفتا ٿي ويا آهن ۽ هو سمنڊ پار اُسهڻ جي تيارين ۾ آهن.

هوءَ ڊريسنگ ٽيبل جي آرسيءَ اڳيان ويٺي آهي، هن جا وار ڀنل ۽ مک جو گلاب تازو آهي آرسيءَ ۾ پنهنجو پاڻ ڏسي، هن سوچيو: ماٿهوءَ ۾ ڪيڏي نہ لچڪ آهي. هوءَ بہ حالتن سان نيائي ويئي آهي. اندر ۾ بہ هوءَ سالم آهي، ٽُٽي نہ پئي آهي. ها پر من ۾ هيٺ گهراين ۾ ڪجهہ وڃائجي وڃڻ جو احساس، هڪ زخم بنجي ويهي رهيو آهي. وساري ڇڏيندي اهو احساس جو غم. زندگيءَ ۾ درد ۽ خوشي ٻئي ڪيڏا نہ مُشترڪ آهن. زندگي صرف ڪنڊا نہ آهي پر گلاب بہ آهي. صوفي تي ويهي هن 'نِرماتا ۽ سُندرتا' جي چترن ڏانهن نهاريو ۽ سوچيو پرويز جڏهن ڪڏهن ڪنهن کي پنهنجو ڪيو تہ هوءَ اهي ٻئي چتر ڪيس سوکڙيءَ ۾ ڏيندي!

انهن ئي گهڙين سندس ملازم کيس هڪ وڏو لفافو آڻي ڏنو. لفافي ۾ هڪ چتر هو ۽ هڪ چِٽ هئي، پرويز پاران: "توهان ٻنهي لاءِ نيڪ تمنائون. زندگي سمجهيو بہ پائي بہ ورتو توهان. مون لاءِ تہ اها ڳجهارت ٿيندي پئي

وڃي. توهان جو شادي ڪارڊ مليو. اچي نہ سگهيس، ان لاءِ مون کي پنهنجيون مجبوريون آهن. دير سان ئي سهي، هڪ سوکڙي توهان لاءِ.. هڪ چترڪار... هن ڪان وڌيڪ ڇا ٿو اربپي سگهي...!"

نرگس چتر ڏٺو مک دونهاٽجي ويس. ڪو ڪنڊو نڙيءَ ۾ اٽڪندو محسوس ڪيائين. اکيون پرجي آيس. اهو چتر نرگس جو چتر هو. جنهن ۾ جسم بہ نرگس جو هو۽ مک بہ!

–

## تعارف

نالو: غلام نبي سومرو
والد جو نالو: محمد صالح سومرو
جنم جي تاريخ: 1958_10_01
جنم جو هنڌ: خواجہ پاڙو ٽنڊو محمد خان
تعليم: B.E.(Agriculture)
سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام
M.A. (Economics)
سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو
پيشو: بينڪر

اڄڪلهہ زرعي ترقياتي بئنڪ لميٽيڊ حيدرآباد ۾ وائيس پريزيڊنٽ جي عهدي تي ڪم ڪري رهيو آهي.



## پبليڪيشن جي ڇپايل ڪتابن جي فهرست

9۔ربي چيمبر، حيدرچوڪ، حيدرآباد فون: 022_2728541

| | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| (1) | ميرا درد (اردو شاعري) | لال چند لال | (ختم ٿيل) |
| (2) | ٻيهر يءَ جا ٻه پل (آتم ڪٿا) | ريتا شهاڻي | (ختم ٿيل) |
| (3) | بارش سوچي ٿي (نثري ٽڪرا) | ايوب کوسو | (ختم ٿيل) |
| (4) | جمال ابڙو۽ جديد... (مونوگراف) | ادريس جتوئي | 100/_ روپيا |
| (5) | آنسو (اردو شاعري) | لال چند لال | 120/_ روپيا |
| (6) | رشتن جو رقص (ڪهاڻيون) | ريتا شهاڻي | (ختم ٿيل) |
| (7) | زندگي هڪ وار وري (شاعري) | شريڪانت صدف | 150/_ روپيا |
| (8) | ميگهه ونس اتهاس (تاريخ) | تيرٿداس اُميداڻي | 350/_ روپيا |
| (9) | ڪلجُگ جو ڪاپڙي (شخصيت) | ليکراج ڪي. راماڻي | (ختم ٿيل) |
| (10) | ويد اُپديش (اردو) (مذهب) | تيرٿداس اُميداڻي | 50/_ روپيا |
| (11) | ڪوتا ۔ ڦُلواڙي (شاعري) | ولي رام ولڀ | 200/_ روپيا |
| (12) | ٽانڊن مٿي ٿهڪ (شاعري) | منصور ملڪ | 120/_ روپيا |
| (13) | آلا نيڻ بهارن جا (شاعري) | فياض ڏاهري | (ختم ٿيل) |

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
| --- | --- | --- | --- |
| (14) | در کُليو ئي رهيو (ريڊيائي افسانا) | امين ارباب | -/150 روپيا |
| (15) | صاحبو! (اردو شاعري) | دانش مهدي | (ختم ٿيل) |
| (16) | سڄاڻ جون سمر تيون (يادگيريون) | ريتا شهاڻي | -/120 روپيا |
| (17) | سنڌو لکت جي ڀاڃ (تاريخ) | عطا محمد ڀنڀرو | (ختم ٿيل) |
| (18) | ورڙيمر سپ وٿاڻ (مهم جوئي) | اشتياق انصاري | (ختم ٿيل) |
| (19) | پاڻ هُر تڙيون مايون (ناول) | گوبند خوشحالاڻي | -/120 روپيا |
| (20) | پارن جون بيماريون (ميڊيڪل سائنس) | ڊاڪٽر بشير احمد | -/50 روپيا |
| (21) | ڊسمبر جي اڪيلائي (شاعري) | بخشل باغي | -/130 روپيا |
| (22) | جيجي (فن ۽ شخصيت) | مرتب: نصير مرزا | (ختم ٿيل) |
| (23) | فاتح ڪربلا (تاريخ) | ترجمو: حسين بخش لغاري | (ختم ٿيل) |
| (24) | اور گُنگنائون اُسي (اردو شاعري) | شاهد قريشي | -/160 روپيا |
| (25) | سمي صحرا, سمي دريا (نثري مضمون) | مرتب: آزاد انور ڪانڌڙو | -/200 روپيا |
| (26) | منڙا پاءِ (ڪهاڻيون) | ولي رام ولڀ | -/180 روپيا |
| (27) | چلي گئي وه آ ڪر بهي (اردو شاعري) | شاهد قريشي | -/160 روپيا |
| (28) | Globalization viz a viz Pakistan | Prof. Fakhrunisa Talpur | -/80 روپيا |
| (29) | (Reviews) The Glorious Past | Dr. Kazi Khadim | -/400 روپيا |
| (30) | ڇا لاڙ سڄي ۾ آهي امن!؟ (شاعري) | ابراهيم کوسو | -/100 روپيا |
| (31) | آئرويدڪ آسان علاج (صحت) | ترجمو: ڪيمپال شرما | (ختم ٿيل) |
| (32) | گيتا بوڌ (ڌرمي پُستڪ) | مهاتما گانڌي | -/60 روپيا |
| (33) | بوتيڪ کان بيڊ روم تائين (ڪهاڻيون) | اڪبر سومرو | -/150 روپيا |
| (34) | ٿي نہ سگهيس شاعر (شاعري) | نصير مرزا | -/150 روپيا |
| (35) | پٿڪي ويل سپنا (ناول) | عزيز ڀنڀرو | -/175 روپيا |
| (36) | ميري شاعري ميري صليب (اردو ۾) | شيخ اياز | -/75 روپيا |
| (37) | شهيدن جي علمدار (بينظير ڀٽو تي شاعري) | قاضي اياز مهيسر | (ختم ٿيل) |
| (38) | انيس انصاري: فن ۽ شخصيت (شخصيت) | اشتياق انصاري | -/200 روپيا |
| (39) | گهاريل گهڙيون (آتم ڪٿا) | عبدالحميد ميمڻ | -/250 روپيا |
| (40) | شاهہ جو گنج شاهہ لطيف جا بيت (سهيڙيندڙ: سگهڙ الهداد جنجهي) | | -/1000 روپيا |
| (41) | ڪويءَ جي ڪٿا (آتم ڪٿا) | سوز هالائي | -/250 روپيا |
| (42) | مٽيءَ ۾ ملاوٽ (ڪهاڻيون) | قاضي خادم | -/200 روپيا |
| (43) | وِڪريل ماڻهو (ناول) | فاروق سولنگي | -/250 روپيا |
| (44) | اکڙيون ڏيل ڏيئا (شاعري) | عامر سيال | -/150 روپيا |
| (45) | اڪٽ ڪهاڻي_ڪبير (ناول) | ريتا شهاڻي | -/140 روپيا |
| (46) | سفر در سفر (سفرنامو) | ريتا شهاڻي | -/250 روپيا |
| (47) | اڙڪا پنڌ پيار جا (ناول) | ڪلا پرڪاش | -/150 روپيا |

| | | | |
|---|---|---|---|
| (48) | سامي سچ وڙاءُ (ناول) | مراد علي مرزا | -/300 روپيا |
| (49) | اُجهاميو ٻرن (ڪهاڻيون) | ماڪن شاهه رضوي | -/250 روپيا |
| (50) | سنڌو تهذيب ۽ سنڌو ڏرم جا..(تاريخ) | عطا محمد ڀنڀرو | -/250 روپيا |
| (51) | منهنجي ڪهاڻي ڪجهه نئين (آتم ڪٿا) | گڻيش ٻالاڻي | -/130 روپيا |
| (52) | شهر جي ڳالهه (ناول) | اڪبر سومرو | -/250 روپيا |
| (53) | گورک: فطري حُسن جو تفريحي ماڳ (سياحت ۽ تاريخ) | اشتياق انصاري | -/240 روپيا |
| (54) | دل جي دفتر مان (ساروڻيون) | قاضي خادم | -/450 روپيا |
| (55) | سائل ڪوش (سنڌي - سنڌي لغت) | پروفيسر ستر امداس سائل | -/650 روپيا |
| (56) | چنڊ، سمنڊ ۽ پٿر اکيون (شاعري) | سليمان سولنگي | (ختم ٿيل) |
| (57) | وچڙي ويل زندگي (شاعري) | گلشن لغاري | -/150 روپيا |
| (58) | ائين ڀلا ڪيئن هوندو؟ (مضمون) | عبدالقادر جوڻيجو | -/140 روپيا |
| (59) | ساروڻيون (يادگيريون) | قاضي خادم | -/350 روپيا |
| (60) | چنڊ چهرا (خاڪا) | ماهتاب محبوب | -/250 روپيا |
| (61) | سچ جي ڳولا (تصوف ۽ انسانيت) | ٽيڪم مٽائي | -/150 روپيا |
| (62) | هلي ڏسجي هندوستان (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/450 روپيا |
| (63) | ويجها ٿيا وصال ڪي (شاعري) | غلام محمد جنجهي | -/275 روپيا |
| (64) | ڪوڪيئن چوي ڪوڪيئن چوي امر جليل | ترتيب: مختيار احمد ملاح | -/300 روپيا |
| (65) | پيار جي هڪ ٻي صدي (ناويلا، ڪهاڻيون ۽ تاثر) | رفيق سومرو | -/250 روپيا |
| (66) | Gorakh: Beautiful Resort of Sind (Trourism) | Ishtiaq Ansari | -/300 روپيا |
| (67) | اندر روح رهيام (يادگيريون) | قاضي خادم | -/ 350 روپيا |
| (68) | سنڌ جون ڍنڍون (تاريخ، سياحت ۽ ماحوليات) | عزيز رانجهاڻي | (ختم ٿيل) |
| (69) | اندر اُڄ اُڪير (شاعري) | اسير ڏاهري | -/150 روپيا |
| (70) | فاني جڳ لافاني ماڻهو (سوانحي خاڪا) | حميد سبزوئي | -/250 روپيا |
| (71) | جوئي آهيان سوئي آهيان- امر جليل | ترتيب: مختيار احمد ملاح | -/300 روپيا |
| (72) | رُوبرو (جيون سنبنڌي مضمون) | ريتا شهاڻي | -/150 روپيا |
| (73) | سنت تريڪم صاحب (ڌرمي چارٽ) | سهيڙيندڙ: راڌا رام چوهاڻ | -/100 روپيا |
| (74) | پتڻ جون پُڪارون (شاعري) | ع. غ. تبسم | -/200 روپيا |
| (75) | رابيل مُکڙي (نثري ٽڪرا) | محمد انور بلوچ | -/180 روپيا |
| (76) | رڻ تي چانڊوڪي (شاعري) | ايوب کوسو | -/200 روپيا |
| (77) | خوبصورت ادبی چہرے (ادبی شخصیات) | محمد تقی راجپوت | -/200 روپيا |
| (78) | پير اچا مون پنڌ ۾ (يادگيريون) | قاضي خادم | -/500 روپيا |
| (79) | لڙيو پئي لاڙ تان سورج (اسٽوريز) | امين ارباب | -/150 روپيا |
| (80) | اُوچا پنڌ پهاڙ جا (آتم ڪٿا) | عبدالستار ڪورائي | -/200 روپيا |
| (81) | عُمر اوني اباڻن جا (خاڪا) | عزيز گوپانگ | -/300 روپيا |

| | | | |
|---|---|---|---|
| (82) | جهڙو ساٽ سُگنڌ جو (شخصيت) | مرتب: موهن مدهوش | 750/_ روپيا |
| (83) | خواب اکين ۾ پلجن (شاعري) | امير ملاح | 200/_ روپيا |
| (84) | ڳالهڙيون کُٽيون ناهن (يادگيريون) | قاضي خام | 500/_ روپيا |
| (85) | ديس نماڻو ارڏا ماڻهو (ڪالم) | محمد انور بلوچ | 180/_ روپيا |
| (86) | زيرِ عِشق پيش حُسن (خاڪا ۽ تاثر) | عزيز گويانگ | 250/_ روپيا |
| (87) | ريٽا شهاڻي ـ سنڌ هند جي ڪهاڻي (شخصيت) | مرتب: موهن مدهوش | 300/_ روپيا |
| (88) | هٺ يوگي (ناول) | تارا ميرچنداڻي | 300/_ روپيا |
| (89) | ادب جا معيار ۽ سنڌي ادب (تنقيدي مضمون) | هيرو شيوڪاڻي | 250/_ روپيا |
| (90) | علمِ عروض (شاعري فن جو گيان) | سترامداس 'سائل' | 80/_ روپيا |
| (91) | سنڌ هيرن ڪاڻ (خاڪا) | رسول بخش درس | 250/_ روپيا |
| (92) | سنڌ جون سون ورنيون دليون (هندو ليکڪ) | پروفيسر عبدالستار بلوچ | 350/_ روپيا |
| (93) | سنڌ ۽ پاڪستان جو رياستي نظام (تحقيق) | قاضي فضل سليمان | 350/_ روپيا |
| (94) | حياتِ ڪوثر (آتم ڪٿا) | مرزا علي بخش ڪوثر | 100/_ روپيا |
| (95) | آچهي جي اُجري باک: محمد ابراهيم جويو | تاج جويو | 150/_ روپيا |
| (96) | رقص منهنجي روح جو (شاعري) | سجاد مهر | 200/_ روپيا |
| (97) | شاهه جو رسالو (بمبئي وارو ڇاپو) | ڪلياڻ آڏواڻي | 600/_ روپيا |
| (98) | سعودي سعادت (حج جو سفرنامو) | محمد خان جروار | 200/_ روپيا |
| (99) | ايلشبا (ناول) | محمد انور بلوچ | 200/_ روپيا |
| (100) | پونا ايڪسپريس (سفرنامو) | موهن مدهوش | 350/_ روپيا |
| (101) | پکا ۽ پنهوار ٿئي مون ڏينهن ٿيا (سنڌ جو سفرنامو) | وينا شرنگي | 250/_ روپيا |
| (102) | اُسات (ناول) | هري همٿاڻي | 150/_ روپيا |
| (103) | پوءِ بہ چنڊ اڪيلو (شاعري) | زبير سومرو | 300/_ روپيا |
| (104) | ٿي ننڍيا ناول (ناول) | موتيلال جوتواڻي | 200/_ روپيا |
| (105) | ياد ياد هڪ زندگي (يادگيريون) | قاضي خادم | 300/_ روپيا |
| (106) | ڪڏهن بهار تہ ڪڏهن خزان (ڪهاڻيون) | تارا ميرچنداڻي | 400/_ روپيا |
| (107) | ادبي سفر (مضمون، مقالا، افسانا ۽ شاعري) | قاضي خادم | 400/_ روپيا |
| (108) | وچايل وارث (ناول) | ايوب ڪوسو | 250/_ روپيا |
| (109) | پهرين جنوري (ڪهاڻيون) | انور ابڙو | 250/_ روپيا |
| (110) | اُجهاميو ٻران (ناول) | ظفر جوٽيجو | 300/_ روپيا |
| (111) | هاءِ وي (شاعري) | موهن همٿاڻي | 300/_ روپيا |
| (112) | حشو ڪيولراماڻي: ..شخصيت (ساروڻيون) | مدد علي سنڌي | 100/_ روپيا |
| (113) | ادبي سفر ـ ڀاڱو ٻيو (پيش لفظ مهاڳ، تنقيد) | قاضي خادم | 400/_ روپيا |
| (114) | ڳنان شناسي (تحقيق: اساسي سنڌي ادب) | ڊاڪٽر غلام علي الانا | 500/_ روپيا |
| (115) | درد جو سفر (ڪهاڻيون) | عزيز ڪينجهرائي | 250/_ روپيا |
| (116) | برف سي لڙڪي (اردو شاعري) | جاويد سوز هالائي | 150/_ روپيا |

| | | |
|---|---|---|
| (117) سنڌي لکت جا اصول (تعليم) | پروفيسر رستم خاصخيلي | -/130 روپيا |
| (118) لچمڻ ڪومل جا خط (خط) | مرتب: رڪيل مورائي | -/150 روپيا |
| (119) هئنگ اوور (شاعري) | فياض ڏاهري | -/200 روپيا |
| (120) نجم عباسي: جديد انقلابي فڪر جو ترجمان (تحقيق) ڊاڪٽر ريحانہ نظير | | -/700 روپيا |
| (121) هڪ مهمان چوڪري (ناول) | انور ابڙو | -/300 روپيا |
| (122) جتي سنڌي اُتي سنڌ (پروفائيل) | ذوالفقار هاليپوٽو | -/300 روپيا |
| (123) ڪتابِ زندگيءَ جا ورق (آتم ڪٿا) | پروانو ڀٽي | -/450 روپيا |
| (124) اوڙاهه (ناول) | غلام نبي مغل | -/750 روپيا |
| (125) ڏرتي ڏڪاڻا (ڪهاڻيون) | علي بابا | -/300 روپيا |
| (126) آدرشي ناريون (عورت شخصيتون) | ارجنداس بي. ٿارواڻي | -/200 روپيا |
| (127) شاهہ جو رسالو (ميٽ وار سمجهاڻيءَ سان) | استاد لغاري | -/1400 روپيا |
| (128) ننڊ سپنا جاڳ سپنا (شاعري) | عرفان قادري | -/200 روپيا |
| (129) اوڙاهه (ناول) | غلام نبي مغل | -/750 روپيا |
| (130) ڪلياتِ ٻاجهي (شاعري) | مرتب: اُستاد لغاري | -/650 روپيا |
| (131) تاريخ اسلام (تاريخ) | مترجم: حسين بخش لغاري | -/400 روپيا |
| (132) سنڌ ۽ سنڌي (تحقيق) | فضل سليمان قاضي | -/800 روپيا |
| (133) صوبائي خودمختياري ۽ مرڪزي سياست (تحقيق) فضل سليمان قاضي | | -/400 روپيا |
| (134) لمحي جو سواد (ڪهاڻيون) | رزاق سهتو | -/300 روپيا |
| (135) مايل گرل محبت ۽ چترڪار (ڪهاڻيون) | غلام نبي سومرو | -/300 روپيا |
| (136) وفا جي سفر ۾ (شاعري) | سُياش بابو | -/250 روپيا |
| (137) وطن جا وڻ ۽ زندگيءَ جو سفر (ساروڻيون) پيرجي نڪر | | -/200 روپيا |
| (138) ڪُليل اکين جا سپنا (يادگيريون) | قاضي خادم | -/350 روپيا |

ڪنهن وقت، ’سهڻي رسالي‘ ۾، غلام نبي سومري جي ڪهاڻي ”ماڊل گرل، محبت ۽ چترڪار“، ڇا شايع ٿي! سنڌي افسانوي ادب ۾، هاهاڪار ئي ته مچي ويئي. ’اُٺو... ٻوڙو، ڏسو پُڇو... هي ڪير بابا ڪير‘ ۽ پوءِ ته لڳاتار هُن جا ڪيئي دلفريب افسانه شايع ٿيندا... موهيندا رهيا، جن منجهه، ڇا ته سندس نتنگ، ڪرافٽ ۽ ڳالا...

پر هاءِ نوڪري، هاءِ توڪري، هاءِ بدليون، هاءِ سدليون ۽ ان هڻ وٽ ۾ شاندار ڪهاڻيڪار جو قلم گم، ۽ هُو پاڻ ’قصهءِ پارينه‘! هاڻي سندس ڪهاڻي جي هيءَ سهيڙ سامهون جو آئي آهي ته، غالب احمد جي هن شعر ذريعي پنهنجو تعارف پيئي ڪرائي:

تم مجھے بھول گئے ہو، تو پتہ بتلادوں!

بهر ڪيف، او قهر جا ڪهاڻيڪار، او منهنجا يار!... غلام نبي... هن ڪتاب سان، موٽي، جو آيا آهيو ته موجود رهجؤ... لکندا رهجؤ... ۽ لکندا ئي رهجؤ...

نصير مرزا


ISBN: 978-969-9329-82-1
Rs. 300-00

ماڊل گرل، محبت ۽ چترڪار [ڪهاڻيون]

غلام نبي سومرو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪـري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُـست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهـن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَــنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جي مدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪـنـدا ۽ غيرتجــارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمـائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سينني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهندڙ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهندڙ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)